Shah Jo Risaalo: Risaalo Shah Abdul Latif Bhitai

http://www.bhurgri.com/bhurgri/sd_shah_urz.php

# شاھ جو رسالو

## شاھ عبداللطيف ڀٽائي عليہ رحمت

جو

# رسالو

# عرض حال

الحمدلله شاهه سائين جي رسالي جي انٽرنيٽ ۽ ورلڊ وائِيڊ ويب تي اليڪٽرانڪ اشاعت جو ڪم، جيڪو مون چند مهينا اڳ شروع ڪيو هو، سو ڌڻي جي ٻاجھه، شاهه سائين جي روحاني فيض، بزرگن، وڏڙن ۽ گهڻگهرن جي دعائن، ۽ ٻانهن ٻيلين جي همت ۽ محنت سان پايئه تڪميل کي رسيو.

مون اڄ کان سترهن سال اڳ سن 1987ع ۾ سنڌي ڪمپيوٽنگ جي سلسلي ۾ ڪم شروع ڪيو هو، جنهن جي نتيجي ۾ پهريون ڀيرو سنڌي ڊيسڪ ٽاپ پبلشنگ وجود ۾ آئي ۽ اخبارون، ڪتاب، رسالا ايپل جي مئڪنٽوش ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ۽ ٽائپسيٽ ٿيڻ لڳا. سال 2001ع ۾ مون سنڌي کي ونڊوز ۾ يونيڪوڊ جي انٽرنيشنل معيار موجب آندو ۽ انهي کي پوءِ مون سنڌي جي انٽرنيٽ ۽ ڪمپيوٽر تي استعمال ۽ ترويج (واڌاري) لاءِ وِت آهر پئي ڪوشش ورتي آهي. مونکي پنهنجي هن ٻن ڏهاڪن تي محيط ڪوشش ۽ محنت جو ڪجھه اجورو شروع ۾ ان خوشي جي روپ ۾ مليو، جڏهن مون اخبارون ۽ ڪتاب ڪمپيوٽر ذريعي ڪمپوز ٿي شائع ٿيندي ڏٺا. پر مونکي مڪمل اجورو اڄ مليو آهي جڏهن شاهه سائين جي رسالي جي انٽرنيٽ تي هي اليڪٽرانڪ اشاعت ممڪن ٿي آهي.

پوين چند مهينن دؤران، شاهه سائينءَ جي بيتن جي اينٽري ڪندي، ۽ دوستن جي ڪيل اينٽري جي پروف ريڊنگ ڪندي، مونکي سائينءَ جي ڪلام جي مطالعي جو موقعو مليو. مان ان سعادت جو مُلهه بيان نه ٿو ڪري سگهان. سائينءَ جي ان سٽ، ”جي تو بيت ڀانيا...“، جي لفظي نه بلڪ معنوي مطلب جي

هلڪي چاشني جيڪا مون کي چکڻ لاءِ ملي، اها ئي منهنجي محنت جو وڏي ۾ وڏو ثمر آهي. سندن ڪلام دانش ۽ ڏاهپ جو هڪ املھ خزانو آهي ۽ اها اسان جي وڏي بدنصيبي آهي جو ان جي هوندي به اڻهوندا آهيون.
جيئن ته هي اليڪٽرانڪ ايڊيشن ڪلياڻ آڏواڻي جي مرتب ڪيل شاه سائين جي رسالي جي آڌار تي جوڙيو ويو آهي، تنهنڪري ان ۾ سائينءَ جا سڀ بيت شامل نه آهن. انهي ايڊيشن جي استعمال جو مکيه سبب هي هو ته مون وٽ آمريڪا ۾ ٻيو ڪو غلطين کان آجو ڇاپو ڪو نه هو ۽ مون پاڻ ۾ ايتري اهليت ڪانه پئي پاتئي جو ڊاڪٽر گربخشاڻي صاحب جي مستند ايڊيشن (جيڪو ٻيو واحد ڇاپو مون وٽ هو) جيڪو سنڌ ثقافتي اداري ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري ڇپرايو هو، ان ۾ موجود بيشمار غلطين کي درست ڪري سگهان. ان ڪري مون اهو ئي فيصلو ڪيو ته في الحال مختصر ايڊيشن سان ئي سهي ابتدا ته ڪجي ۽ پوءِ اڳتي هلي ان ۾ واڌارو آڻي سڀ شعر شامل ڪرڻ يا ڪنهن ٻئي مستند ايڊيشن کي انٽرنيٽ تي آڻڻ جي ڪوشش ڪبي.
هن رسالي جي سموري اينٽري اهڙن دوستن ڪئي آهي، جن جو (هڪ يا ٻن کي ڇڏي) پيشو ڪمپيوٽر ڪمپوزنگ نه آهي. پر انهن ايتري ته محبت ۽ محنت سان اينٽري ڪئي آهي جو غلطين جو امڪان تمام گهٽ رهيو آهي. مون پنهنجي طرفان انهن جي پروف ريڊنگ ۽ غلطين دور ڪرڻ جي پوري ڪوشش ڪئي آهي، پر ته به غلطين جو امڪان پنهنجي جاءِ ته آهي. ان جا ڪيئي سبب ٿي سگهن ٿا: آڏواڻي صاحب جي غلطي، جنهن ڇاپي کي مون استعمال ڪيو آهي ان جي ڪمپوز ڪرڻ وارڻ جي غلطي، ۽ اينٽري جون اهي غلطيون جيڪي منهنجي نگاه کان رهجي ويون، انهن سڀني جو امڪان ۽ احتمال پنهنجي جاءِ

تي موجود آهي. منهنجي سڀني دوستن کي گذارش آهي ته غور سان مطالعو ڪن ۽ جيڪي به چُڪون ۽ غلطيون ڪين نظر اچن انهن جي نشاندهي ڪن تاڪِ انهن کي درست ڪيو وڃي. مون هن رسالي جي طباعت لاءِ خاص ٿائپ فيس ترتيب ڏنو آهي جنهن ۾ مون اعرابن ۽ نشانين جي بيهڪ جي لحاظ کان موزونيت تي خصوصي توجه ڏني آهي. پر ان ۾ به اوڻاين جي گنجائش رهي ٿي جن مان ڪي مڪمل طرح سان ته ڪي ڪنهن حد تائين درست ڪري سگهجن ٿيون. ان لاءِ به اوهان دوستن جي راءِ ۽ مشورن جي لاءِ مون کي انتظار رهندو. توهان هن رسالي جا ڪجھ صفحا ليزر پرنٽر تي پرنٽ ڪري ۽ ٿائپ فيس جي باري ۾ پنهنجي رايي کان مطلع فرمائيندا. هن رسالي جي انٽرنيٽ تي اشاعت هڪ خواب ئي رهي ها جيڪڏهن دوست هن ۾ پانهن ٻيلي ٿي رسالي جي اينٽري جي اينٽري ۾ منهنجي مدد نه ڪن ها. ٿيهن مان ٿي سر مون اينٽر ڪيا، باقي ستاويهه سُر انهن دوستن جي مهرباني سان مڪمل ٿيا. سڀني کان وڌيڪ مان محترم احمد چنڊ صاحب جو ٿورائتو آهيان جنهن رسالي جو تقريباً اڌ حصو اڪيلي سر ڪمپيوٽر تي لکيو. جن ٻين دوستن بنا اجوري جي اهو محبت جو پورهيو ڪيو ۽ جيڪي اسان سڀني جي بيشمار نيڪ تمنائن ۽ بيحساب دعائن جا حقدار آهن سي آهن:

**شاهنواز سومرو صاحب**

**محمد حبيب سنائي صاحب**

**عبدالرحيم نظاماڻي صاحب**

**فقير اسلح علي قلباڻي صاحب**

عاشق حسين نظاماڻي ۽ رشيد ٻرڙو صاحب هن رسالي جي مواد کي استعمال ڪرڻ ، ڇاپڻ، ورهائڻ وغيره جي سڀني کي اجازت عام آهي. رڳو ايترو عرض آهي ته جن محبت جو پورهيو ڪري هن رسالي کي ترتيب ڏنو آهي، انهن جا نالا يا ذڪر انهي مان حذف ڪيا يا ڪڍيا نه وڃن، ته جيئن پڙهندڙن وٽان انهن کي اجر دعائن جي صورت ۾ ته ملي.

هڪ ڀيرو وري آءٌ الله پاڪ جو ٿورو ادا ڪرڻ جي مُڏي ڪوشش ٿو ڪيان جنهن جي مرضي کان سواءِ هڪ پن به ڇُري نه ٿو سگهي ۽ جنهن هي قابل قدر ڪم مون هِيڻي جي نصيب ۾ لکي منهنجي هٿان ڪرايو. پٺ جي سائين، جنهن جو ڪلام مون هن ريت دنيا جي هر ڪنڊ ۾ پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي، تنهن جي فيض جي شامل حال هجڻ جي اها نشاني آهي ته اهو ڪم ممڪن ٿيو. هن ڪم جي پايه تڪميل تي پهچڻ لاءِ مان پنهنجي والدين جو بيحد شڪرگذار آهيان ڇا لاءِ ته سندن دعائن کان بغير مان ڪجهه به نه آهيان ۽ نه ئي مان ڪجهه ڪري سگهڻ جو اهل آهيان. مان پنهنجي اهليه ۽ پنهنجي ٻارن جو به شڪرگذار آهيان جن منهنجي هر لمحي تي همت افزائي ڪئي ۽ مون کي اهڙو ماحول مهيا ڪيو جنهن ۾ هي سڀ ممڪن بڻيو. مان پنهنجي پٽن عبدالمصور، عبدالباسط ۽ عبدالباري جو ذڪر جيڪڏهن نه ڪيان ته شڪرادائي نامڪمل رهجي ويندي. مان وڏي نصيب ۽ ڀاڳ وارو آهيان جنهن کي الله تعالىٰ اهڙي اولاد عطا فرمائي آهي (اهڙو اولاد عطا فرمايو آهي). منهنجن پٽن مونکي هر قسم جي مالي فڪر ۽ ڳڻتي کان نه رڳو آجو ڪيو، بلڪ مون تي بار وڌائون ته ڪا نوڪري ڪرڻ جي بجائي

اهو ڪم ڪيان جيڪو منهنجو من ٿو چاهي. جيڪڏهن غم روزگار، نوڪري يا ڪاروبار جا جهميلا هجن ها ته پوءِ به شايد هي ڪم مون کان نه ٿي سگهي ها. ان چوڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي ته انهن اهي سڀ وسائل به مونکي مهيا ڪري ڏنا جيڪي هن ڪم لاءِ گهربل هئا. منهنجي روئين روئين مان انهن لاءِ دعا ٿي نڪري.

ناچيز
عبدالماجد ڀرڳڙي

14 نومبر 2004

majidbhurgri@yahoo.co

# سُر ڪلياڻ

داستان پهريون

سا راه هڪ ڏٺيءَ جي جڳائي، جو ٻنهي جهانن جو والي آهي ۽ جنهنجو ثاني ٻيو ڪو به نه آهي. جي سندس هيڪڙائيءَ ڪي مڃن ٿا، سي ڪڏهن به راه تان ٿڙن نه ٿا ۽ ڪين ڪو به ڏک نه ٿو رسي. سچي چاڻ وارا صاحب هميشه سن ۾ ٿا گهارين ۽ سارو وقت روحاني ديس جو سير پيا ڪن. ڪثڻ ۽ هارائڻ جو هند هيءَ دنيا ئي آهي. هتي ئي "جنت جو جام" حاصل ڪري ٿو سگهجي. هيءَ سموري ڪثرت (گهڻائي) هيڪڙائيءَ مان پيدا ٿي آهي. هي سمورو مانداڻ هڪ محل آهي، جنهن ڪي سهسين دريون آهن. دريءَ دريءَ مان هڪ ئي دلبر جو ديدار ٿو پسجي. هو نه عاشق، نه معشوق، نه خالق، نه مخلوق. پاڻ سونهن جو سر آهي ۽ پنهنجي حسن تي پاڻ حيران آهي.

1

اَول الله عَلِيمُ، اعليٰ، عالَمَ جو ڌَڻِي؛
قادِرُ پنهنجي قُدرت سين، قائم آهِ قديمِ؛
والي، واحِدُ، وَحۡدَهٗ، رازق، رَبُّ رَحِيمُ؛

سو سا راه سچو ڏٺي، چئي حَمدُ حَڪِيمَ؛
ڪري پاڻ ڪَرِيمُ، جوڙُون جوڙَ جهان جي.

2

وَحْدَهٗ لا شَرِيڪَ لَهٗ، جن اُتوسين ايمانَ؛
تن مڃيو مُحَمَّدُ ڪارَڻي، قَلبَ ساڻ لِسانَ؛
اُوءِ فائِقَ مِ فَرمان، اَوَتڙِ ڪنهن نہ اوليا.

3

اَوَتڙَ ڪنهن نہ اوليا، سُتَڙِ ويا سالِمَ؛
هيڪائي هيڪُ ٿيا، اَحَدَ سين عالِمَ؛
بي بها بالِمَ، آڳي ڪيا اڳِهين.

4

آڳي ڪيا اڳِهين، نسورو ئي نُور ؛
لَا خَوفٌ عَلَيهِمۡ وَلَا هُمۡ يَحۡزَنُونَ، سچن ڪوني سُور؛
مولِي ڪيو معمُور ، انگُ اَزَلَ مِ اُنِ جو.

5

وَحْدَهٗ جي ويا ، اِلَا اللّٰه سين اورِينِ؛
هِنيون حقيقت گڏيو، طريقت تورِينِ؛
معرفت جي ماٺ سين، ڏيساندَرُ ڏورِينِ؛
سُک نہ سُتا ڪڏهين، ويهي نہ ووڙِينِ؛

ڪُلهَنئُون ڪورِنِ، عاشق عَبدُاللَطِيفُ چئي.

6

وَحدَہٗ لا شَرِيڪَ لَہٗ، ٻُڌءِ نہ ٻوڙا؛
ڪہ تو ڪنين سُئا، جي گهٽَ اَندر گهوڙا؛
ڳا ڙِيندين ڳوڙها، جت شاهد ڻِيندءِ سامُهان.

7

وَحدَہٗ لا شَرِيڪَ لَہٗ، اِهو وِهائج وِيُّ؛
ڪَٿين جي ها رائِين، هند تُنهنجو هِيُّ؛
پاٽان چوندُءِ پِيُّ، پري جام جَنَّت جو.

8

وَحدَہٗ لا شَرِيڪَ لَہٗ، اِيُ هيڪڙائِيءَ حَقُّ؛
ٻيائِي ڪي ٻَڪُ، جن وڌو، سي وِرسيا.

9

سِرُ ڏُونديان، ڏڙ نہ لهان، ڏڙ ڏُونديان، سِرُ ناهِ؛
هَٿَ ڪَرائُون آگَريون، ويا ڪيچي ڪانهِ؛
وحدت جي وِهانءِ، جي ويا، سي وِڍيا.

10

عاشق چؤ مَ اُنَ کي، مَ ڪِي چؤ معشوق؛
خالق چؤ مَ خام تون، مَ ڪِي چؤ مخلوق؛

سَلِج تنھن سُلوڪ، جو ناقِصئا نِڱيو.

11

وحدتان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪُلُّ؛
حق حقيقي هيڪڙو، ٻوليءِ ٻِيءِ مَ ڀُلُ؛
هُو هُلاچو هُل، ٻاالله سندو سڄڻين.

12

پاڻهِين جَلَّ جَلَالَهٗ، پاڻهِين جانِ جمالُ؛
پاڻهِين صورت پِرِينءَ جي، پاڻهِين حُسن ڪَمالُ؛
پاڻهِين پِر مُريد ٿئي، پاڻهِين پاڻَ خيالُ؛
سڀ سِپوئي حالُ، منجهان هي معلوم ٿئي.

13

پاڻهِين پسي پاڻکي، پاڻهِين محبوبُ؛
پاڻهِين خلقي خُوبُ، پاڻهِين طالب تن جو.

14

پڙاڏو سو سَڏُ، وَرُ وائِيءَ جو جي لَهِين؛
هُئا اَگهِين گڏ، ٻُڌڻ ۾ ٻہ ٿيا.

15

ايڪ قَصرُ، دَرَ لَکَ، ڪوڙين ڪَڻِسِ ڳڙکيون؛
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهُون.

ڪوڙين ڪاياڻُون تُنهنجيون، لِڪَن لَکَ هزارَ؛
جِيءُ سپڪنهن جيءَ سين، دَرسن ڏارون ڏَارَ؛
پِرِيَمِ تنهنجا پارَ، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان.

وائي

سپڪا پريان ڪُون پُڇي؛
نينهن نيٽين، ڳُڻ ڳالهه وو.
جا چِتامِ چِتَ ۾، سڄڻ سا ٿو بُجهي؛
لات جا لَطِيفُ جي، سَڏُ تنهنجو سُڄي.

داستان ٻيو

پرينءَ وٽ نيٺ پريمِ جي اگهائي اگهي ٿي. ويڄَن جون سُتيون، پيڇون ۽ ڏپ هن اگهائيءَ ۾ ڪو بہ اثر نہ ٿا ڪن. عاشقن لاءِ سُوري سينگار آهي ۽ مرڻ مشاهدو. جنکي سچي شراب جي طلب آهي، تن کي پنهنجو سر ڪلال جي هٿ تي وڃائڻو آهي. جن سچي شراب جي سُرڪي، سِر جي عيوض ملي تہ بہ سستي چئي. هي هڏو ۽ چم، پرينءَ جي جي پِڪ برابر بہ نہ آهي. سپرينءَ سان گڏ هڪ ساعت گهارڻ سؤ سرن کان بہ مٿي آهي. سڪڻ جي معنىٰ ئي آهي سر ڏيڻ.

هي بي بها شراب لڪئي سان ٿو ملي، نہ سر ڏيڻ سان.

1

اڳهي اڳهائي، رَنجُ پِريان ڪي رسيو؛
چَڪيمِ چڱائي، سورانگهي سُورِيءَ تان.

2

انڌا اُونڌا ويجَ! ڪلَ ڪُڇا ڙيا ڪاڻين ؟
اسان ڏُکي ڏِيل ۾، تون پيا رِئين پيجَ ؟
سُورِي جنين سيجَ، مرڻ تي مُشاهِدو.

3

سُوري آهِ سينگار، اڳهين عاشقن جو؛
مُڙڻ موٽڻ ميهڻو، ٿيا نِظاري نِروارُ؛
ڪُسڻَ جو قَرارُ، اصل عاشقن ڪي.

4

سُوريءَ مٿي سيڻَ، ڪهڙي ليکي سَنَرا ؟
جيلَہ لڳا نيڻَ، تي سُوريائِي سيجَ ٿي.

5

سُوريءَ تي سَؤ وارَ، ڍِها ڙيو چَنگ چڙهين؛
جِمَ وِرچي چڙئين، سِڪڻ جي پَچار؛
پِرت نہ پسِين پارَ، نيهن جِئان ئي نِڪِيو.

6

ڀِرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پريتڙو؛
ڏُکُ پِريان جو ڏِيلَ ۾، واڄِٿَ جِئَن وَڄاءِ؛
سِيخن ماهُ پَچاءِ، جي نالو ڪِيڙُءِ نِينهَنَ جو.

7

ڪاتِيءَ ڪونهي ڏوهُ، ڳَنُ وڍيند ڙَ هٿ ۾؛
پَسيو پِرَ عجيب جي، لِڇيو وڃي لوهُ؛
عاشقن اندوه، سدا معشوقن جو.

8

ڪاتي تکي مَ ٿئي، مَرُ مُنِيائِي هوءِ؛
ماڻَ وِر مَن توءِ، مُون پِريان جا هنڙا.

9

اڳيان اَڏِن وَٿِ، پوين سِر سنباها؛
ڪات نه پوين قبولَ ۾، مَچُڻ پائين ڳهٿِ؛
مٿا مُهايَنِ جا، پيا نه ڏِسين پَٿِ؟
ڪلالڪي هَٽِ، ڪُسڻ جو ڪوپُ وَهي.

10

جي اَٿيئي سَڌَ سُرڪَ جي، ته وَڻُ ڪلالن ڪاتي؛
لاهي رک، لَطِيفُ چئي، مٿو وَٽِ ماتي؛

تڪ ڏئي پڪ پِئُ تون، منجهان گهوٽ! گهاٽي؛
جو وَرَنهَ وِهاٽي، سو سِر وَٽ سَرو سهانگو.

11

جي اَٽيئي سَڌَ سُرڪَ جي، تہ ونءُ ڪلالڪي ڪُوءِ؛
مَهيسَر جي مَنڌَ ڄِي، هُتِ هَڏهِين هُوءِ؛
جان رمز پروڙيِ روءِ، تان سِرَ وَٽِ سُرڪِي سَگهَين.

12

ناڻي ناهِ ڪَڪُوهُ، ڪي ملھ مهانگو مَنڌُ؛
سَنباهج، سيّد چئي، ڪاتِڙ ڪارڻ ڪَنڌُ؛
هِيُ تِنِين جو هنڌُ، مَن پاسِ مَرَنِ جي.

13

عاشَق زهر پياڪَ، وِهُ ڏِسِي وِهُسَنِ گهڻو؛
ڪڙي ءِ قاتِلَ جا، هميشه هيراڪَ؛
لِڳين لنؤ، لَطِيفُ چئي، فَنا ڪيا فِراقَ؛
توڻي چِڪَنِ چاڪَ، تہ بہ آهَ نہ سَلِن عامَ کي.

14

مَ ڪَرِ سَڌَ سَري جي، جي تون ٽا رِئين ٿُوهُ؛
پِتي جنهن پاسي ٿئي، منجهان رَڳُن رُوحُ؛
ڪاٽي چِڪُ ڪڪُوهُ، لاهي سِرُ، لَطِيفُ چئي.

15

سَدَ ڙِيا شراب جون، ڪُهُ پچارُون ڪنِّ؟
حُہ ڪاتَ ڪَلالِن ڪيا، تہ موٽيو پوءِ وِجنِّ؛
پِڪُون سي پِينِّ، سِرَ جن جا سَٿِ مِ.

16

سِرَ جُدا، ڌَڙَ ڌارَ، دوھَ جنين جا ديڳِ مِ؛
سي مَرُ ڪن پچارَ، حاضر جن جي ھَٿ مِ.

17

اصل عاشقن جو، سِرُ نہ ساندڻُ ڪمُ؛
سَؤ سِسِنئان اڳرو، سَندو دوسان دمُ؛
ھِيُ ھڏو ءِ چمُ پِڪَ پِريان جِيَ نہ پَڙي.

18

جي منٿي وٽِ مِڙَن، تہ سِپڪنهن سَدَ ٿئي؛
سِرَ ڏني سَٿِ جُڙي، تہ عاشقَ اِئن اچنِ؛
لذا تي لِپَنِ، مُلهِ مَهانگا سُپرين.

19

مُلهِ مَهانگو قَطرو، سِڪَڻُ شَهادت؛
اَسان عِبادتَ، نَظَرُ نازُ پِرينِ جو.

## وائي

مَنڌُ پئندي مون، ساڄَنُ سهي سُڃاتو؛
پِي پيالو عِشقَ جو، سپڪِي سمجهيو سُون؛
پِريان سندي پارَ جِي، اَندرِ آڳِ اَٿُون؛
جِئڻُ ناهي جَڳَ ۾، ڏينهن مِڙئِي ڏُون؛
اَلا، عَبۡدُاللّطِيفُ چئي، آهين تُون ئي تُون.

## داستان ٽيون

1

اُٺيا ري اٿي وِيا، مَنجهان مُون آزارَ؛
حبيبَ ئي هٿِي ويا، پيڙا جا پَچارَ؛
طَبيبن تَنوارَ، هَڏِ نہ وٺي هانِڊ مون.

2

اَورِ ڏُکندو اُو ٿئي، هادِي جنهن حَبِيبُ؛
تِرُ تَفاوتُ نہ ڪري، تنهنکي ڪو طَبِيبُ؛
رَهَنُما رَقِيبُ، ساٿِرَ صِحتَ سُپِرِين.

3

ساٿِرَ صِحتَ سُپِرِين، آهي نہ آزارُ؛
مجلسَ ويرَ مِنو ٿئي، ڪونِيندي قَهارُ؛

خَنجرُ تنهن خُوب هٽي، جنهن سين ٿئي يارُ؛
صاحِبُ رَبُّ ستّارُ، سوجهي رَڳُون ساهَ جون.

4

رَڳُون ٿيون ربابُ، وَڄَنِ وِيلَ سَيَڪَنهِينَ؛
لُڇَڻُ ڪُڇَڻُ نه ٿِيو، جانِبُ ري جَبابُ؛
سوئِي سَنڌِيندُم سُپِرِين، ڪَيس جنهن ڪبابُ؛
سوئِي عينُ عَذابُ، سوئِي راحَتَ رُوحَ جي.

5

سوئِي راهَ رَدِّ ڪري، سوئي رَهَنُماءُ؛
وَ تُعِزُّ مَنْ تَشَآءُ، وَ تُذِلُّ مَنْ تَشَآءُ.

6

سِڪِين ڪُه سَلامَ ڪي، ڪَرِين ڪه نه سَلامُ؟
ٻيا دَرَ تن حرامُ، اِيُ دَرُ جنِين ديکيو.

7

مِنايان مِنو گهڻو، ڪَڙو ناه ڪَلامُ؛
سُڪُوتُ ئِي سَلامُ، پِريان سَندي پارَ جو.

8

پِريان سَندي پارَ جي، مِڙئِي مِنائي؛
ڪانهي ڪَڙائي، چَکِين جي چيتُ ڪري.

9

تو جنين جي تاتِ، تن پڻ آهي تنهنجي؛
’فَاذْكُرُونِي اَذكُرْكُمْ‘، اِيَ پَرُوڙِج بات؛
هَٿِ ڪاتي ڳُڙُ واتِ، پُڇڻُ پَرِ پِرين جي.

10

پا ٻوهي هيڪارَ، مون ڪان پُڇيو سَڄڻين؛
اَلَسْتُ بِرَبِّكُمْ، چَيائون جنهن وارَ؛
سَندي سورَ ڪِنارَ، تَنَ تَڏهانڪُون نه لهي.

11

پا ٻوهِيو پُڇَنِ، ڪِٿي هَٿُ حَبِيبَ جو؛
نيزي هينان نِينهنَ جي، پاسي پاڻُ نه ڪَنِّ؛
عاشِقَ اَجَلَ سامُهان، اوچي ڳاٽ اَچَنِّ؛
ڪُسَڻُ قُربُ جَنِّ، مَرَڻُ تَنِّ مُشاهِدو.

12

ڪوني ڪُهي سُپِرين، ڪوني ڪُهڻَ ساڻُ؛
نيزي هينان نِينهنَ جي، پاسي ڪرمَ پاڻُ؛
جُلُ، وِڃائي جانُ، عاشِقَ! اَجَلَ سامهُون.

13

ڪونڻُ قَرِيبَنَ جو، عينُ تَڙَڻُ آهِ؛

اِيَ اُلٽي ڳالھَڙِيِ، سِڪَ وَرَندِي ساهِ؛
آسَرَ هَڏِمَ لاهِ، چِنَڻَ ڳُنَدَڻُ اُنِ جو.

14

ڪُھَنِّ تان ڪَرَ لَھَنِ، ڪَرَ لَھَنِ تان ڪُھَنِّ؛
سيئِي ماءِ! مُھَنِّ، سيئِي راحتَ رُوحَ جِي.

15

ڪُھي سو ڪَرَ لَھَي، ڪوٺي سو قَريبُ؛
اِها عادتَ سِڪيو، هَر زَمان حبيبُ؛
تِڇي سو طبيبُ، سوئي راحتَ رُوحَ جِي.

وائي

ٺيندو تَنَ طبيبُ، دارُون منھنجي دَردَ جو؛
ٻُڪِي ڏيندُم ٻاجَھ جِي، اَچِي شالَ عجيبُ؛
پِرِين اچي پاڻَ ڪِيو، سندو غورُ غريبَ؛
ڏُکندو سيوئِي ڏُور ڪيو، مَنجھون تَنَ طبيبَ؛
اَديُون! عَبدُاللَّطِيفُ چَئَي، هاتِڪُ آهِ حبيبُ.

# سُر يمن ڪلياڻ

## داستان پهريون

1

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دَردَ جي دَوا؛
جانِبَ! منهنجي جِيءَ ۾ آزَرَ جا اَنوا؛
صاحبَ! ڏي شِفا، ميان! مريضنِ کي.

2

تون حبيبُ، تون طبيبُ، تون دارُون کي دَردَنِ؛
تون ڏِئين، تون لاهِئين، ڏاتَرَ! کي ڏُکندَنِ؛
تڏهين ڦَڪِيُون فَرَقُ ڪن، جڏهين اَمرُ ڪريو اُنِ کي.

3

هَڻُ، حبيبَ! هَٿُ ڪِٽي، پَنگان لهي پاڻُ؛
ماڳِهين مون مِنهُن ٿِئي، جهوليءَ وِجهان پاڻُ؛
اِنَ پَرِساجَنَ ساڻُ، مانَ مُقابلو مون ٿِئي.

4

جِت حبيبَ هَٿِنِ، نائُڪَ پَري نِينهن جي؛
تِتي طبيبنِ، وِجا وجي وِسري.

5

هَٺِين جي حبيبَ! محبتِي مَيا ڪري؛
پُڇان ڪينَ طبيبَ، هوند گھائَنِ سين ٿِي گھا رِيان.

6

ڪانا رِيا ڪُٺِڪَنِ، جنِين لوهُ لِڳَنِ مِ؛
محبتَ جي ميدانَ مِ، پيا لالَ لُڇَنِ؛
پاڻَهِين ٻَڌنِ پَٽِيُون، پاڻَهِين چِڪِيا ڪَنِ؛
وَٺان وادِوڙِينِ، رهِي اَڇجي راتِڙِي.

7

رهي اَڇجي راتِڙِي، تن وادِوڙِينِ وَٺاءَ؛
جن ڪي سورُ سريرَ مِ، گَهٽَ مَنجها رانِ گهاءَ؛
لِڪائي لوڪاءَ، پاڻَهِين ٻَڌنِ پَٽِيُون.

8

اَڄُ پڻ ڪَنجهو ڪَنجَهه، وادِوڙِڪِيءَ مَنهِينءَ؛
جهُ پڻ پِيينَ سَنجَهه، هُو پِنيُون هُو پَٽِيُون.

9

سَگهِنِ سُڌِ نه سُورَ جِي، گهايَلَ ڪيئَن گها رِينِ؛
پِيَلَ پاسو پَٽَ تان، وادِوڙَ نه وا رِينِ؛
پَرِ مِ پَچَنِ پِرينءَ لَئِي، هَئِي! هَنجُون ها رِينِ؛
سَجَڻُ جي سا رِينِ، تن رويو وِهامي راتِڙِي.

10

سَگَھنِ سُڌِ نہ سُورَ جِي، ٿا رُنڪَن رَنجُوري؛
پِيا آهن پَٽَ ۾، مَٿِن مامُوري؛
لڳين لَنؤ، لَطِيفُ چَئي، سَدا جِي سُوري؛
پِرتِ جن پُوري، تن رويو وِهامي راتڙي.

11

آيَلِ! اُنِ نہ وِسَهان، هَنجُون جي ها رِينِ؛
آٽيو آبُ اکينِ ۾، ڏيھ ڪي ڏيکا رِينِ؛
سَجَڻُ جي سا رِينِ، سي نڪي روئن نہ چون ڪِي.

وائي

وِرسِيا وِيَج ويچارا! دِل ۾ دَردُ پِرينِ جو؛
اُٿيو ويچا! مَ وهو، وَجو دَبَ ڪِٽِي؛
ٻُڪي ڏيندا ٻاجَھ جي، آيا سُورَ ڏَٽِي؛
آيا جيءَ جِيارا، دِل ۾ دَردُ پِرينِ جو.

داستان ٻيو

1

تَنَ طبيب نہ تُون، سُڌِ نہ لهين سُورَ جي؛

ساندِ پنهنجا ڏِبَڙا، ڪَڏ ڪٽي ۾ پُون؛
ڪانَ گُهرجي مُون، حياتِي هوتَنِ ري.

2

ويڄنِ سين وائِيءَ پيا، ڪِري نه ڪيائون؛
جي پَندِ پا رِيائُون، نه سِگهائي سَگها ٿِيا.

3

آهي گهٽو اگهِنِ جو، تَرسُ طبيبنِّ؛
ڪيو وَسُ ويڄنِّ، تان ڪِريءَ ري ڪينَ ٿئي.

4

پا ڙي ويڄَ هُئام، تان مون مُور نه پُڇيا؛
تيلاهين پيام، مورَيسرَ اکين ۾.

5

ها رِيا! تو هِرِي، ڪُپَڄُ ڪايا سين ڪيو؛
ڪَرِئِين جي ڪِرِي، نه تون تَوانو ٿئين.

6

جي پائين پرينءَ مِڙان، نه سِڪُ چوران ڪِي ذاتِ؛
جاڳَڻُ جَشَنُ جن ڪي، سُڪُ نه ساري راتِ؛
اُجهي بُجهي آئيا، وائي ڪَنِ نه واتِ؛
سَلي سُوريءَ چا ڙهيا، بيان ڪَنِ نه باتِ؛

توڙي ڪُسَنِ ڪاتِ، ته به ساڳِي سَلَنِ ڪينَ ڪِي.

9

تڙپي طبيبنّ، گھايُل گھران ڪَڍيو؛
چِڪيا چاڪَ چِيهُون ڪري، ڪَڙيُون مور نه ڪَنّ؛
دوستَ جي درسنَ سين، پَئي ٿا رُ ٺَپَنّ؛
وِرچِيو ويڄ وَجنِّ، آءُ ته پِريَمِ! اُبهان.

8

وَڍي جَن وِڍياسِ، وَري ويڄ ٿِي سي ٿِيا؛
ٽُرتُ ٻَڌائُون ٻِنيُون، روز ڪيائُون راسِ؛
هِينئڙا! تنين پاسِ، گھارِ ته گھايُل نه ٿِئين.

9

ويڄَ! مَ ٻُڪِي ڏي! اَلا چَڱِي مَ ٿِيان!
سَڄَڻُ مانَ اَچِي، ڪَرَ لاهُو ٿِي ڪَڏِهِين.

10

هُئين نه ويڄنِ وَٽِ، تون ڪِئن جيءَ جَڏو ٿِئين؟
سِرُ ڏيئي مِ سَٽِ، ڪُھ نه ڪَيءِ ڏبڙا؟

11

ڪُنِيس ڪُويڄَنِّ، تَنَ طبيبَ نه گَڏيا؛
ڏيئي ڏنپَ ڏَڏَنِّ، پاٽان ڏِيلُ ڏکوئيو.

12

تَرسُ طبيبنِ جو، جَڏَنِ ڪيو نہ جاتِ؛
جو ويڄنِ جي واتِ، دارُونئان تنهن ڏُور ٿِيا.

13

دارُون ۽ ڪارُون، جان ڪِي ڪيا ويڄَ مون؛
ٻُڪِي ڏيندا ٻاجَهہ جِي، نِها ري نا ڙُون؛
جن جون سيڻَ لَهن سارُون، تن تان ڏُکندو ڏُور ٿئي.

14

اَڱهن مِڙئي اَڄُ، ڪيو سَڏُ صِحَتَ ڪي؛
ڏُور، ڏُکندا! ڀڄُ، مِهريءَ مُنهن ڏيکاريو.

وائي

اَچي سارَ لَهيجِ، ساجَنَ سُورَ تُمارِي آئُون ماري!
سُورَ تُماري جي مَران، تان مُون ڏوهُ مَ ڏيجِ؛
ڏَبَنِ ڀَري هَنڙا، دارُون، دوست! ڪَريجِ.

داستان ٽيون

1

هَيءِ هَيءِ! وَهي هاءِ، مَنَ مِ محبوبنِ جي!

جيرا جوشَ جَلائيا ، ٻُڪين ٻَري باهِ!
پَسو مَچَ مَڻاءِ، جي ويساهَ نہ وِسَهو!

2

ڪاندين ڪاندين ٻاٻُرين، پَچان مَرُ پيئي!
جيرا، جِگَر، ٻُڪِيُون، سيخُنِ مِ ٽيئي!
ويچَنئون ويئي، ٿي وهِيڙي سَجَڻين!

3

سَرُ جو سَچِيو سَجَڻين، ٻيهَرَ ٻاڻُ پَري؛
چِمڪِيو سو چوهَ مان، ڪَڙ ڪَڙ ڪانُ ڪَري؛
جيرا، جِگَر، ٻُڪِيُون، لنگهي پيو پَري؛
لِڳو جِيءَ جَڙي، تاڻِيان، تِيرُ نہ نِڪري!

4

پُچُ پَتنگَنِ کي، سندِيُون ڪامِڻَ خَبَرُون؛
اَٽيو وجَهنِ آڳِ ۾، جِيءُ پَنهنجو جي؛
جيري جَنِين جي، لِڳا نيزا نِينهَن جا!

5

پتنگ چائين پاڻَ کي، نہ اَچي آڳِ اُجهاءِ!
پَچَڻَ گهڻا پَچائيا، تون پَچَڻَ کي پَچاءِ!
واقُف ٿي وِساءِ، آڳِ نہ ڏِجي عامَ کي.

6

پَتنگُ چائِين پاڻَ کي، پَسِي مَچُ مَ موٺُ!
سَهائِيءَ سُپيرين جي، ڪِهڙُ تہ ٺِئين گهوٽُ!
اَجا تون اَروٽُ! ڪُوري خَبَر نہ لهِين!

7

پَتنگَن پهُه ڪيو، مِڙيا مٿي مَچَّ؛
پَسِي لَهسَ نہ لِڇيا، سَڙيا مَٿي سَچَّ؛
سندا ڳِچين ڳَچَّ، ويچارن وڃائِيا.

8

جي تَتو تَنُ تُنورَ جئن، تہ چَنڊي ساڻُ چِماءِ؛
آڻي آڳِ اَدب جي، ٻاري جانِ جلاءِ؛
بُرقعان اندر ٻارِيون، پنهنجو سڀ پچاءِ؛
لُڇَڻُ لنؤُ، لَطِيفُ چئي، پَڌرِ هَڏِ مَ پاءِ؛
متان لوڪ لکاءِ، وصالان وڃ پئي!

9

اجا تَنُوران، ڪالهہ ڪڍيائون سڄڻين؛
پڻ تاياؤن تڪڙو، وحدت جي وَڏان؛
محبتين مٿان، مچُ مُورائِنِ نہ لهي!

10

پَچائي پَهاڻُ، جن رساڻيو رُڪَ کي؛
تنين سندو جاڻُ، آهي آڳڙيُن کي.

11

ڏنءُ ڏنءُ ڏَمڻَ وار، اڄ پڻ آڳڙين جي؛
ٻاري مچ مجاز جو، اوتيائون اڱارَ؛
ڏُوڏا! ٿِيُ مَ ڏارَ، جِمَ کَچو رُڪُ ڪٽيُون ٿئي.

12

ڏُوڏا! تون نہ ڏَئِين! آڳِ اوڏو نہ وڃين!
اُلا جي عشق جا، سي تان تون نہ سَهِين!
اُپوائِن چَئِين، نہ آئون آڳَڙيو آهيان!

13

سِرُ سانداڻ ڪري، پُڇج گهرُ لهارَ جو!
ڏَڪن هيٺ ڏري، مانَ گَڏينئي رُڪَ سين!

14

سَهِين جڏن ساندائڻ، ڏَڪن مٿي ڏَڪڙا!
وَهِ وِڃائي پاڻ، ڏي ڏِٻائون ڏُگرين.

15

اَڄ آڳڙيا آئيا، سُوڏا سِراڻِي؛
پيار ري پاڻِي، تيغُون ڪندا تکيون.

16

اَڄ آڳڙيا آئيا، سائُو ڪي سُڄاڻ؛
لاهِيندا مُورياڻ، رُڪُ ڪَرِيندا پڌرو.

17

سَرها ڏنم سي، جن ساجاءِ سِراڻِ سين؛
تيغَ تنِين جي ڪي، ڪَٽُ نہ لڳي ڪڏهين.

وائي

جِيءُ جيا ريو، جِيءُ جيا ريو، ڪين منهنجڙو ها ريو؛
پِرِينِ جِيءَ پَچار، سيڻن جِيءَ سنپارَ، جَڏڙو جِيءُ جيا ريو؛
اُجيو تن عَمِيق مان، پِرِيُن پُوڄَ پيا ريو؛
مرضُ مريضن تان، اِشاري ساڻ اُتا ريو؛
ڪَرَمَ ڪريمن جي مون ڪي، اَهُڪِيءَ مان اُڪا ريو؛
سنئون مُنهن ڪري، سپرين! اَئِين نرمل نورَنها ريو؛
سائلن جِئَن سڏ ڪري، اَئِين طالبن ڪي تا ريو.

## داستان چوٿون

1

ايڪ پيالو! ہہ ڄڻا! عشق نہ ڪري اِيئَن!

ليکيا جي لِکَڻ ۾، سي قرب رسندا ڪيئن؟
هُئڻ ڪيا هِيئَن، وانجيا ۽ پَسُ! وِصال کان.

2

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا ! عشق نه ايئن ڪري!
آڻي سي ايڪ ٿيا ۽ جي ڳَتا نينهن ڳري؛
دوئي ڏار ڏري، جهُ خُلّت خنجر آئيو.

3

ايڪ پيالو! ٻه ڄڻا ! عشق نه ڪري اَڏَ!
اِيَ تان، ساعر! سَڏَ ۽ ڪَيَءِ جا قَوال سين.

4

قاتلَ ڪمائي ڪري، وَهُ ماکي جي ڪن؛
وٺان ويهي تن، ٻِيج ڪي پياليون.

5

هوندو هَڏِ مَ سَندِ ۽ لاءِ پياڪَن پانهنجو؛
پوڄَ پيا رج پَنهِيڙا ۽ ويندا وڻيو ڪَندِ؛
نه هَٿَ تنهنجي هندِ ۽ موکي! ڪو مانُ لهي.

6

هوندو هَڏِ مَ رَکُ، لاءِ پياڪَن پانهنجو؛
وِٽي واٽا ڙئن ڪي، تان پيا ري پَرَکُ؛

سا لِکَ لهي ٿي لَڳُ، جا تو ايندي اُنِ سين.

7

ڳهَنَ مِ ڳهِنڪَنِ، وَٺيُون پِيَنِ وِهَ ڳاڙيُون؛
بَرخِيز بده ساقِي! پيار ڪي پِريَنِ؛
پِڪين نہ پرچن، مٺ تڪيائون مَنجهيان.

8

آٽي اُتر واءَ، موکيءَ مٺ اُپٽيا؛
مَتا را تنهن ساءَ، اَچن سِرَ سَنباهِيو.

9

وجهج واٽا ڙُئن تي، ميخاني جي ماڪَ؛
ٿيندي سُڌ سيڪنهين، هنڌ هنڌ پوندي هاڪَ؛
پِره جا پياڪَ، جُہ سي اڳڙ آئيا.

10

جُہ سي اڳڙ آئيا، تہ سَرو ڪندا سُڃ؛
سائِي ٿِيندين اُڃ، هي پِيئو! هُو آڻ ڪِي!

11

موکِي چوکِي نہ ٿئي، اصل اوچِي ذات؛
وَٺيون ڏيئي واتِ، مَتا را تنهن ما ريا.

12

مَتا را مري ويا ، موکِي! تون نہ مَرِين!
ڪيهِيءَ پَرِ پَرِين، ڏُکِي! ڏاتا رن ري؟
13
مَتا را مري ويا ، موکِي! تون بِي مَرُ؛
تنهنجو ڏوسُ ڏمرُ، ڪونَ سهندو اُنِ ري!
16
سَري ڪين ڪيونِ، وِڃَ موکيءَ جي ما ريا !
ڪو جو سخن ڪلال جو، پِتي تي پيونِ!
تِهان پوءِ ٿيونِ، مرڻ مَتا رنِ کي!
15
ڪَنڌ ڪَتا رو، مُنهن وَٺي، عادت سندين اِيَّ؛
تنين تِڪُون ڏنيون، جُنبِي منجهان جِيَّ؛
سرو تن سَبِيّ، جَن حاصل ڪيو حال کي.
16
موکِيءَ مَنو نہ گُهريا ، وِهُ نہ وِهائيا ؛
سُرڪيءَ ڪاڻ، سيَّد چئي، اُتي ٿِي آئِيا ؛
جي ڳالهين ڳَنگائِيا ، تن بَنَنِ پاسي بُٺيون.
20
سِرُ ڏيئِي سَٽِ جوڙ، ڪنهن پَرِ ڪَلالن سين!

ڪاتِي ڪَرِ ڪپار ۾، خَنجَرُ آڻي ڪوڙ!
مَرڻان مُنهن مَ موڙ، وَڃي ٿِي وڍِ لهي!

18

وَٽَ وَٽَ وڃيءَ ۾، مَٽَ مَٽَ مَنڌُ پيو،
قدر ڪيف ڪلال جو، پياڪَن پيو،
اَچن دُرسُ دڪان تي، ڪَندَ قبول ڪيو،
سُرها سِرُ ڏيو، چَڪَن سُرڪ سيّد چئي.

19

ڪلالڻون ڪاءِ، مَتِ نہ سِڪِين مون هِنئان!
روئندي رات وِهاءِ، چِڪائيندي بَنيُون!

وائي

دوسُ پيهي در آيو، ٿيو ملڻ جو ساعيو،
ڏِينهين پُجاڻُون آڻي اسان ڪي، مولي مُحب ملايو،
ويو وِڇوڙو، ٿيو ميلاپو، واحد واءُ واريو،
هو جَنهين جو ڏَسُ ڏُوراڏو، اوڏو اَج سو آيو،
عَبدُاللَّطِيفُ چئي، اَچِي عجين پاڻ فَضلُ فرمايو.

داستان پنجون

1

صوفِي سالمُ سي ويا، جي اَڪثر سين اَڏيا رَ؛
بازي بازِندنِ کي، آهي اَويسار َ؛
پِريا سين پَهڪارَ، رِنديءَ رَساڻي ڪيا.

2

صوفِيءَ سِرُ سِپنِ ۾، جِئَن رڳن ۾ ساهُ؛
سا نہ ڪري ڳالهڙي، جِئَن پويون پروڙي پساهُ؛
آهِس اِيُ گناهُ، جي ڪا ڪَري پَڌرِي.

3

ڏِني ڏُکويا، اَڻ ڏِني راضي ٿيا؛
صوفِي تي ٿيا، جِئَن ڪِينَ ڪنيائون پاڻ سين.

4

صوفِي لاڪوفِي، ڪونَ پائنيس ڪيرُ؛
منجهيان ئِي مَنجِهہ وڙهي، پڌر ناهِس پيرُ؛
جنِين ساڻس ويرُ، ٿئِي تنين جو واهَرُو.

5

صوفِيءَ صاف ڪيو، ذوئِي ورق وُجُود جو؛
تِهان پوءِ ٿيو، جيئَري پسڻ پرينءَ جو.

6

صوفِي چائِين، سَدَ ڪرين! صُوفين اِيَ نہ صلاحَ؛
ڪاٽي رک ڪُلاهَ، وجهہ اُچلي آڳ ۾.

7

جي ڪُلاهَ رکين ڪنڌ تي، تہ صوفي سالم ٿيءُ؛
وِهہ وِٽي هٿ ڪري، پُر پيالو پِيءُ؛
هَنڌُ تِنين جو هِيءُ، جن حاصل ڪيو حال کي.

8

جُسي ۾ جَبّار جو، خَفِي خِيمو کوڙ؛
جَلِّي تون زبان سين، چار ئِي پهر چور؛
فڪر سين فُرقان ۾، اِسم اعظم ڏور؛
بيا در وجي مَ ووڙ، اِيُ اَمُلُ اِئائِين سَپَجي.

9

عالِمَ آئُون سانڍ، پَريو ٿو پيرَ ڪري؛
پانڊ نہ آهي چانڊُ، ماندِيءَ مَندُ پکيڙيو.

10

طَالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي رُوءِ؛
جنِين ڏٺي جُوءِ، تني ڪُڇيو ڪين ڪِي.

11

طَالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، اِيَ رومِيءَ جِي راءِ؛

ما ڙهُوءِ اِتِ ڪِياءِ، مَندُ نہ پسين مَنديو!

12

طَالِبُ ڪَٿَرَ، سونهن سَرُ، روميءَ چيو آهي؛
تا ڙِي جي لاهي، تہ مَنجِهين مُشاهدو ٿئي.

13

ظاهر ۾ زاني، فِڪرَ منجهہ فنا ٿيا؛
تنين ڪي تعليم جِي، ڪُڙِه اندر ڪانِي؛
حرفُ حَقّانِي، دَورُ ڪيائون دل ۾.

14

جن ڪي دَورُ دَردَ جو، سبق سُورَ پڙهنّ؛
فِڪرَ فَرِهِي هٿ ۾، ماٺ مُطالع ڪنّ؛
پَنو سو پڙهنّ، جنهن ۾ پَسن پِرينءَ کي.

15

سا سِٺَ نہ سا رِينِ، اَلف جنهن جي اڳ ۾؛
ناحَقُ نها رِينِ، پنا پيا پِرينءَ لِيءِ.

16

سا سِٺَ سا ريائون، اَلف جنهن جي اڳ ۾؛
“لاَ مَقصُودَ فِي الدَّارَينِ” اِن پَرِ اُتائون؛
سَگِرُ سوناءُون، ٿيا رَسِيلا رحمانَ سين.

17

اکر پڙهي اَيا گِيا ! قاضِي ٿئين ڪِياءِ ؟

پيرِئين ۾ پانئين، ايڏا اِئن نہ آءُ !

اِنَ سُرڪِيءَ سندو ساءُ، پڇج عَزازِيل کي.

18

عاشق عَزازِيل، بيا مڙئي سَڌ ڙِيا ؛

منجهان سِڪَ سَبِيلَ، لعنتِي لال ٿيو.

19

جو مون پڙهيو پاڻ لَئِ، سبقُ سابِقُ جو؛

پهرين سُڃاڻم پانهنجي، نفسَ جو نِهو؛

جِي عَرفانُ اَصَل ۾، ٿي رُوحن روزَ ڪيو؛

وري وَرَقُ پيو، گڏيم وَڏُ وصال جو.

20

پَڙهيو ٿا پڙهنَّ، ڪَڙهن ڪين قُلُوب ۾؛

پاٽان ڏوهَ چڙهنَّ، جئَن وَرَقَ ورائين وِترا.

21

اکر پڙه اَلف جو، وَرَقَ سڀ وسارِ؛

اَندر تون اُجارِ، پنا پڙهندين ڪيترا.

جئن جئن وَرَقَ وَرائِين، تئن تئن ڏنو ڏوهُ؛
تنهن ڪَهِڙيءَ ڪبو ڪوهُ؟ جي رهڻيءَ رهيو نه سُپرين.

23

ڪاتِبَ! لِکِين جئن، لايو لامُ اَلف سين؛
اَسان سجڻُ تئن، رهيو آهي روح ۾.

24

ٿهڙا چالِيها نه چالِيهَ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو؛
کهڙي ڪاتِبَ! ڪَرِئين، مٿي پنن پِيهَ؛
جي ورقَ وارِين وِيهَ، نه اکر اُهوئِي هيڪڙو.

25

تَنُ ڪُڏِي، مَنُ حُجرو، ڪيم چاليها رَکُ؛
ڪوه نه پُوجيو پُوجئين، اَنئِي پهر اَلَکُ؟
تان تون پاڻُ پَرَکُ! سَپَڪَنهن ڏانهن سامهون.

26

سَپَڪَنهن ڏانهن سامهون، ڪو هنڌ خالِي ناهِ؛
اَحَدا جي اَرَڪَ ٿيا، سي ڪانئَرَ ڪبا ڪانهِ؟
مُحِبُّ منجهين مَنَ مانهِ، مون اَجاڻنديءَ اُجهيو.

وائي

وِسارج مَ ويڙَ، جوڀن ٻہ ٿِي ڏينهڙا.
لونيُون سَهَنِ لوڪ جا، وِهاڻِيءَ ٿيون ويڙ؛
اصل اَسا رِيُنِ جا، سُتي وِيَڙا سيڙ؛
جيڏيون! جي مان وِسَهو، ننڊ مَ هيرِيو نيڙ؛
راتڙيُون جاڳن جي، سي آئُون ڪند ڙي سيڙ؛
آڏيءَ رات اُٿِي ڪري، جهل تون ننڊان نيڙ.

داستان چهون

1

دائودِي دَيُون ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي رنگُ؛
گهوڙِيءَ هيٺ اَينگُ، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي.

2

دائودِي دَيُون ڪري، رَنڪَنِ ڪونهي چيٺُ؛
گهوڙِيءَ هيٺ سُچيٺُ، ڪاهيو پاڪَرئين هٽي.

3

او قابِلَ! اڪين مِ، توڪي باري بانَ؛
اُپو اَگِرايُون ڪرين، ماڳِ هٽيو مَستانَ؛
جانبَ! تون زيانَ، اَڪين سين ايذا ڪرين!

4

جي هو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، نہ سينو سِپَر رکُ؛
منهن ۾ معشوقن جا، چاڪَ چِٽڪا چَڪُ؛
سورِي پانءِ مَ شڪُ، عاشقُ ٿِيُ تہ اُٻِهِين.

5

جي هو پائِنِ ڪانُ ڪَمانَ ۾، نہ سينو سِپَر ڏِيج؛
منهن ۾ معشوقن جا، جهالُو ٿي جهليج؛
پاهان پَڳَ مَ ڏِيج، عاشقُ ٿِيُ تہ اُٻِهِين.

6

پائي ڪانُ ڪَمانَ ۾، ميان! مار مَ مون؛
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

7

ڪيو چِڏين ڪانُ، هَڏَ نہ هَٽائين ٿا؛
ٿيا جي نيشانُ، تہ پهرئين سان پورا هئا.

8

لورِي جِت لڳوم، اُتِ اُپو ئي آهيان؛
سورہُ پرين سَندوم، مانَ پاجهائي پيو هَٽي!

9

محبّت جي ميدان ۾، ڪر پَڙاڏو پَٽُ؛
سِرُ سورِيءَ، ڏَڙُ ڪُنگرين، متان ڪُچِين ڪَٽُ!

عشق نانگ نِپٽُ، خبر ڪا ڏن ڪي پوي.

10

محبّت جي ميدان ۾، سِرَ جو ڪر مَ سانگُ؛
سوريءَ سُپيرِين جي، چَڙهُ ته ٿئين چانگُ؛
عشق آهي نانگ، خبر ڪا ڏَنِ ڪي پوي.

11

عشق نه آهي راند، ته ڪي ڪَنسِ ڳِرُو؛
جِيَ جُسي ۽ جانِ جِي، پڄي جو هيڪاندِ؛
سِسِي نيزي پاندِ، اُچل ته اَڏ ٿئي.

وائي

عشق تمام، بره تمام، وو! مٿن لُوني يا رَ لوڪو!
سيجَ سُتي نُون جَهپَ نه آوي، نيڻين ننڊ حَرامُ؛
راتيان جاڳڻُ، صاحبُ سنڀالڻُ، اِي فقيران دا ڪامُ؛
مَتِ عقلَ دي مُنجهه گئي، آيا عشق اِمامُ.

## داستان ستون

1

عاشقن الله، ويرو تار نه وسري؛

آهَ ڪَرِيندي ساهُ، ڪڏهن ويندو نڪري.

2

عاشق اِئن نہ هُونِ، جئن تون سَچي اَگرين؛
وِجي در دوستن جي، رَتُ ڏِهاڙِي رُون؛
بِيَ پَرِ ڪَنهِين نہ پوَن، ماڪُرِ محبوبنِ سين.

3

جان عاشقَ مٿي رَتُ، تان دعویٰ ڪري مَ نينهن جي؛
سائو مُنهن، سُونهن گَئي، سِڪَڻَ اِيُّ شرط؛
نَڪِي گوڏِ گَرَٿُ، مٿا سِرَ سؤدا ڪري.

4

اَچا تو منجهان، ڪَڪَ چُتِي رتُ نڪري!
منهن مِ محبوبن جا، ڪئن جَهِليندي ڳهاءَ؟
سو تون ڪُجا ڙَيا، سِڪَڻَ جون سَڏُون ڪرين؟

5

سِڪڻُ ءِ سورِي، ٻئي اَڪرِ هيڪڙي؛
وِهڻُ واٽَڙِيُن تي، ڪارَڻُ ضرورِي؛
ٻنهي جي پُورِي، جِيءَ ڏني رِيَ نہ جُڙي.

6

جيڪِي سِڪَڻُ سِڪُ، ناتَ پَسُ سِڪنديُن؛

پاسي تنين مَ لِڪُ، نِينھُن نہ سُڃاڻن جي.

7

عاشقَ! معشوق جِي، ونئي ويھُ ڳِري؛
جِمَ وِرچي ڇڏئين، سَندِي دوست دَرِي!
ڏِيندا ٻُڪِي ٻاجَھ جِي، ويندءِ تَپَ ٺَرِي؛
اَسان تان نہ سَرِي، تون ڪئن سَرِي سپرين؟

8

عاشقَ! معشوقن جو، ونئي ويھ دُڪان؛
پَئج پيش پرِيُنِ جي، پَٽيءَ وِجهي پاڻ؛
تہ تون تنِين ساڻُ، سدا رهِين سُرخُرو.

9

عاشقَ! معشوق جو، ونئي ويھج گھٽُ؛
جِمَ وِرچي ڇڏئين، موڪِيءَ سندو مَٽُ؛
ڪري سِرَ جي سَٽُ، پِيج ڪي پِياليُون.

وائي

سُپيريان جي سونھن جِي، ڳالھ ڪِينَ وڃي؛
وڃِي دَرِ دوستن جي، سُوريءَ سِرُ هَڃي؛
عاشقَ اَنگُن چڙهيا، ٻيو سَپڪو پَڃي؛

پُڇج پوءِ پِرِينءَ، پھرين سِرُ سَڄي؛
عاقِلَ ٿِي اوچُون ٿيا، پورو ڪِينَ پَڄي.

## داستان ٻيون

1

هَرَ هَرَ هَرائِي، وڃڻ دَرِ دوستن جي؛
پا ڙِي ڏانهن پِرِينِ جي، اُڄُ مَ اَوائِي!
اَلڙُ ٿِي آڇِ مَ تون، واٽا ڙُن وائِي؛
لائِيندءِ، لَطِيفُ چئي، سُوران سَرهائِي؛
گُجهو ڳالهائِي، پِرتِ وَٽجي پاڻ ۾.

2

سُورُ جنين کي سَريو، سَرِي تن صحتَ؛
مِنِي مصيبت، آهي عاشقنِ کي.

3

جي پيا ري پاڻَ، تہ ڪَرَهو ٿِي پاڙِي پِئِين؛
اڳِي اِنَ نِياڻ، اَڻَ ڪوٺيو ڪونَ ڪِھڙِي.

4

اَڻَ ڪِي عَيان نہ ٿئِي، ڪِي پروڙِي ڪونَ؛
سچِي جيھِي سونَ، منھن نہ پيئِي ما ڙھُوئِن.

5

اَڻَ ڪِي عَيان نہ ٿئي، ڪِي پروڙي ڪونَ؛
سا سُونهِين ٿئي سونَ، اَمُرُ عطا جنهن جو.

6

چِنَنِ توءِ مَ چِنُّ، پاءِ اُميرِي اُنِ سِين؛
جي اَوگڻ ڪَنِئي، اَسُونهِين! تہ تون ڳُڻان ٿِي ڳِنُّ؛
پاند جهليو تون پِنُّ، هن سُونها ري سَڱَ ۾.

7

نِمِي ڪَمِي نها ر تون، ڏَمَرُ ڏولائو؛
ٿِيَيءَ ساجائو، جي اُپِئِين اِنهِيءَ پيرَ تي.

8

ڪَمُ! ڪَمَندِنِ ڪٿيو، ها رايو هوڙَنِ؛
چڪيو نہ چُوندِنِ، هو جو ساءُ صبرَ جو.

9

ڪَمَندَ ڙَنَ گَهرِ ڪِين، چَوَند ڙ چڱا نہ ٿيا؛
ويٺِنهُون ويڌُ پَئِي، هٿِ نہ اَچِي ڪِين.

10

هُو چَوَنئِي، تون مَ چؤ، واتان ورائِي؛
اَڳُ اَڳرائِي جو ڪري، خطا سو کائِي؛

پاندَ مِ پائي، ويو ڪِيني وارو ڪِينَ ڪي.

11

ڪِنين ڪِينَ پِرائيو، ڪِيني منجهان ڪِين؛
جي هوءِ سَنَّاڙِي سِيگ، ته زِهَ چِني جوکو ٿئي.

12

اَڻ چَوندَنِ مَ چؤ، چَوندَن چيو وسارِ؛
اَنئِي پهرَ اَدبَ سين، پَرِ اِهائي پارِ؛
پايو مُنهن مُونن مِ، غُربت ساڻ گذارِ؛
مُفتِي منجهه وهارِ، ته قاضيءَ ڪانيارو نه ٿئين.

13

جِنين سَنديءَ "بوڏَ" مِ، پَتون پَتين "جِيُ"؛
تَنَ! تنين سين پِيُ، اوڏا اوڏي پَکڙا.

14

وِنِي جِنين وَٽِ، ڏُکَندو ڏاڍو ٿِئي؛
سا مَجلس ئِي مَٽِ، جي حاصل هوءِ هَزارَ جو.

15

وَنِي جِنين وَٽُ، ڏُکَندو ڏُور ٿِئي؛
تَنَ! تِنين سين ڪَٽِ، اوڏا اَڏي پَکڙا.

وائي

يا ر سڄڻ جي فراقَ، ڙِي جيڏيُون! آئُون ما رِي!

دَرِ دوسَنِ جي ڪَنئِن جو هوندا، مُون جيها مُشتاقَ؛

جاڻي ڪاڻي محبوبن جي، آه حُسنَ جي هاڪَ؛

سُرمو سَهِي ڪر اکين جو، خاص پِريان جي خاڪِ؛

عَبْدُاللَّطِيفُ چئي، پرين اَسانجو هميشه آ حُسناڪُ.

# سُر ڪنڀات

## داستان پهريون

1

ڀلائي آهِنِ، پِرين ڀلائيءَ پانهنجي،
سَڀاجها سِرِ چڙهيو، ڏوراپو نہ ڏِينِ،
مان ڏي مَديُون ٿِينِ، سَجَڻَ سَڄاڻِن ۾.

2

تون چَندَ! اُهوئِي، جو هُتِ ڀَسِين ٿو پِرينءَ کي،
آڏِتُ چيئج اُنِ کي، ڏِيانءِ جو روئِي،
هيڪانديءَ هوئِي، سانگُ مَ ڀوي سَڄَڻين!

3

مَرُ هيڪاندا هُونِ پِرين، سانگِ مَ وجن سيڻَ!
رهيا آهِنِ روحَ ۾، نِتُ جِنين جا نيڻَ،
وِماسِيا جِن ويڻَ، ٿو تاريءَ تَڳي تِنِ هِنئون.

4

رات سَهائِي، ڀُون سَنئِين، ڀائِي! گُهرجي ڀَلُ،
آهُرَ ۾ ايلاچِيُون، چَندَن چَرِي چَلُ،
مون توئِي سين ڳالهڙِي، ٻِئي ڪَنهِين مَ سَلُ،

ھا ھُرَ ڪندو ھَلُ، تہ ڪِجايُون ڪَرَنِ ڪي.

5

چوڏھِينءَ چَنڊَ! تون اُپرين، سَھسين ڪَرِئين سينگارَ؛
پَلَڪَ پِريان جي نہ پڙين، جي حِيلَن ڪَرِئين ھَزارَ؛
جھڙو تون سَڀَ ڄمارَ، تھڙو دَمُ دوست جو.

6

سھسين سِجَنِ اُبري، چوراسِي چَنڊَنِ؛
باللہ ري پِرِيَنِ، سَڀَ اُونداھِي پانئيان.

7

چَنڊَ! تنھنجِي ذاتِ، پاڙيان نہ پِريُنِ سين؛
تُون اَچو مِ راتِ، سَڄَڻ نِتُ سوجِھرا.

8

چَنڊَ! چوانءِ سَچُ، جي مَنِي نہ پانئين؛
ڪَڏھن اُبرين سَنھڙو، ڪَڏھن اُبرين ڳَچُ؛
مُنھَن مِ ٻَرِئِي مَچُ، تو مِ ناھِ پيشانِي پِرِينءَ جِي.

9

ڪَڙِي نيڻَ خُمارَ مان، جان ڪيائون نازُ نَظَرُ؛
سُورجَ شاخُون جھڪِيُون، ڪوماڻو قَمَرُ؛

تا را ڪَتِيُون تائُب ٿيا ، ديکِيندي دِلبَرُ؛
جَهڪو ٿيو جَوهَرُ، جانِبَ جي جَمالَ سين.

10

تا را تيلِيءَ رُوءِ، لُڌا لالَنَ! اُپِرين؛
جَهڙِي تو صُبوحِ، تَهڙِي صافِي سَڄَڻين.

11

توڏانهن گهڻو نِها ريان، تا را! تيلاهِين؛
سَڄَڻُ جيڏاهِين، تون تيڏاهِين اُپِرين.

12

هُنَ تا ري، هُنَ هَندِ ، هُتِ منهنجا سُپِرين؛
سَڄَڻَ ماڪِيءَ مَندِ ، ڪَؤڙا ٿين نه ڪَڏَهِين.

13

تا را ، ٽِرَ، ٽِروڪِڙيُن، مَٿِ ڦُلَڙِيُون؛
ڪوءِ! سي راتَڙِيُون، جي مون پِرِينءَ پُڄاڻا پيئُون.

وائي

وَهِلِي وَنءُ مَ وِهامِي! رَهُ رات! رائِنديس پِرِينءَ ڪي.
شَمع ٿِينديَس شَب ۾، اِن خوشيءَ ڪان ڪامِي؛

بابُوئن سندِي باه جِڻَ، ٻَران شال اُجهامِي!
پِرتِ جا پِيتَمِ جِي، سا ڪِينَ پروڙي عامِي؛
مونکي مون پِريُن جو، آهي دَردُ دَوامِي؛
آهيان يارُ سَيِّدَ جو، ڪانَ رهِي ڪا خامِي؛
هُوءَ جا لَنؤُ، لَطِيفُ چئِي، مونکي آهي مُدامِي؛
روشَنُ ٿِيان رُجُنِ ۾، جي هُئان لَنؤُاِنهيءَ لامِي؛
ڪارِي سا قِيامَ سَنئِين، هوتُ جنهنجو حامِي؛
آيمِ تنهِين لوڪَ سان، جيسِين مان چوَن سامِي.

داستان ٻيو

1

ناسِيندي نِگاهَ، پهرِين ڪج پِرِينِ ڏي؛
اَحوالَ عاجزن جا، آکِج لَڳِ اللهَ؛
روزُ نِها رِينِ راهَ، اکيُون اَوهانجي آسِري.

2

چَڱا چَندَ! چَئِيج، سَنِيها کي سَجَڻِين؛
مَٿان اگَڙ اُپِري، پِريُنِ جي پَئِيج؛
جِهيڻو ڳالهائيج، پيرِين وجِهي هَٿڙا.

3

اُڀرُ چَنڊَ! پَسُ پِرِينءَ، تو اوڏا، مُون ڏُورِ؛
سَڄَڻَ سُتا وِلَهه ۾، ڇوتا ڀَري ڪَپُورِ؛
پيرين آئُون نه پُڄِڻيءَ، بابُل ڏِئي نه ٻُورِ؛
جنهن تي چڙهِي اَسُورِ، سَنجهي سَڄَڻَ سِيئيان.

4

ڏَڻِي! ڪَرِيندين ڪَڏهِين، حياتِيءَ هيڪاندِ؟
مَنَ ۾ مُشتاقَنِ جي، ڪِي رنجائي راندِ؛
پِرِين ڏِيساندَرَ پاندِ، ڳُجهه ڳَرهِيان ڪن سين؟

5

هِنئَڙي سَڄَڻَ سارِيا، ڪِٿي هُوندَمِ هيرَ؟
اَچِي لالَنَ! نه ڏِئين، مَٿي پَلَنگَن پيرَ؟
ٿِي ورُونهڻ ويرَ، ڳُجهه ڳَرهِيان ڪن سين؟

6

ڪَرَهو نه ڪيڪانُ، پيرين آئُون نه پُڄِڻيءَ؛
جو مون راتِ رَساڻيءَ، نيئي ساڄَنَ ساڻُ؛
مُون نه وَهِيڻو پاڻُ، ويئي نيڻَ نِچوئِيان.

7

ڪَرَها ! ڪَسَرَ چَڏِ، وِکَ وَڏَندِي پاءِ؛
منهنجو هلڻ اُتَهِين، جِتي جانِبَ جاءِ؛
توکي چَندَنُ چا رِيان، ٻيو وَڳُ، لاڙِي کاءِ؛
اِئين اُٺَ! اُناءِ، جِيئن هوندِيءَ رات هُتِ مِڙُون.

8

ڪَسَرَ چڏ ڪَنواٺَ! وِڪُون وِجُهه وَڏَندِيُون؛
سَنئِين سُپِيرِيُن جِي، وِنگِي پانءِ مَ واٺَ؛
چَڏ جهورِي، ڏي جهاٺَ، ته هوندِيءَ رات هُتِ مِڙُون.

9

آڙي ٻَڌُمِ وَڻَ جاءِ، مانَ مُکرِيُون چَري؛
ڪُڏا ٽُورو ڪَرَهو، لِڪيو لاڙِي کاءِ؛
اِنَ مَئِي سندي، ماءِ! مُون کي ڳالهڙِين ڳوڙها ڪيو.

10

مَيا ! مَچُ مِنٺَ، اَڄ منهنجي ڪَرَها !
جهاڳِيندي جَرَ پَٽِيُون، مَتان ڪَرِئين ڪَٺَ؛
سُپِيرِيان جي سَٺَ، مُون کي نيئِي ميڙِئين.

11

ٻَلِ ڳانا ياقُوتَ جا، موتِيُن ڳُتيَس مالَ؛

ڪَڍيفي جِي ڪَرَها ! هيڊِي پاڻَ حالَ؛
چَندَنُ چا رِيَنءِ جالَ، جي مُون رات رَساٽِيَن.

12

مَيا ! تو مهارَ، سڄِي پايان سونَ جِي؛
چا رِيَنءِ چَندَنَ چوڻيُون، نايو ميندِيءَ ڏارَ؛
سَندِي پِيَ پَچارَ، جي مُون رات رَساٽِيَن.

13

اُٺُ نہ وڃي وَڳَ سين، چَري نہ چانگو؛
لڳيَسِ نائُڪَ نِينهَن جِي، ڀوڙيو نانگو؛
چَڏي سِرَ سانگو، رڙهي رَندِ پِرين جي.

14

وِهي مَنجهِين وَڳَ، ڪَٺُورِيءَ ڏارَ چَري؛
ماءِ ! منهنجي ڪَرَهي، پَڌَرِ پَڳَ نہ لڳَ؛
جَڳَ سين جهڙو جَڳَ، هِنئَين سين هُتِ چَري.

15

اَڃ نہ اڳِينءَ ڍارَ، ڪَرَهو جيئَن ڪالھ هو؛
اَڳَرَ آيو نہ ڪري، پاهوڙي پَچارَ؛
جيڪُسِ مَنجهہ قَطارَ، ڪا وَلِ چِنائِين وِهُ جي.

16

مَيي ماڪائيِ، وِڏو واٽُ وَليُن ڪيِ؛
خَبَر ٿِيي ڪيٿَ ڏَٽِيُنِ ڪيِ وِڏُوڙا واهِيِ؛
ڪَرَهي ڪاڪَتَ چڏِيِ، وَريسِ نہ وائِيِ؛
چانگي چَرِيائِيِ، ويئِي ويچاري وِسرِيِ.

17

وَٽِيِ سيٿَ سُوَٿَ، پاءِ پنهنجي ڪَرَهيِ؛
وَلِيُون واسَ وَرنِيُون، پَهرِيُون مَٿي پَٿَ؛
چانگي چَٽِيِ چَٿَ، تہ پوءِ نہ رَهَندو پَئُدَ ري.

18

ڪَرَهي ڪي ڪَئِين، وِڏَمَ پَئُدَ پَلَٽَ جا؛
ليڙو لاٽِيءَ ڪي چَري، نِيَرَ ساڻ نَئِين؛
چانگي سَندي چِتَ ۾، صاحبَ! وِجُهه سَئِين؛
اوٻاهيوس اَئِين! لُطفَ ساڻُ لَطِيفُ چئِي.

19

چانگي چَئِي چُڪياسِ، مَٿان اَڪَ نہ اُلَهي!
جنهن وَلِ ڳهٽا وِهاٿيا، اُنَ سين آرِ لَڳياسِ؛
چوڏارِي چَندنَ وَڻَ، پَچِي پُوجَ پِياسِ؛

رُنا ري رَتُ ڪَياسِ، هِنَ ڪُڌا تُوري ڪَرَهي.

20

اُٺي اَڙانئينس، چڙهيو نه چيڪ ٿيو؛
ڪارايان، ڪِڙيو وڃي، پَلاٽي پائينسِ؛
ڏانوَڻِ تنهن ڏائينسِ، جِئَن چَري ۽ ڇِنگهي پُٽو.

21

ڏُو دَستِي، ڏُو پيرَ، سِيني سَنگهَرَ رُڪَ جِي؛
ماءِ! مُنهنجي ڪَرَهي، تا زي ڦُلَنِ هيرَ؛
تنهن ڪامَڻَ ڪَندِي ڪيرَ؟ جو مُونهِين وَتِ مَسَ رَهي!

22

ڪِنين ڪامَڻَ ڪَياءِ؟ ڪِيئَن پِنيولئين؟ ڪَرَها!
اکِيُن مَٿي اکيا، پِڙَ ۾ پيرَ ڳَناءِ!
وَڳَ ڪِ وِسرِياءِ؟ ٻَڌو جِئَن ڳهاٽي وَهِين.

23

ڪائي نه ڪَنَڌارَ، چَندَنَ جا چُوپا ڪري؛
اَگَرَ اوڏو نه وَڃي، سِرڪَندَ لَهي نه سارَ؛
لاٽِيءَ جي لَغارَ، مَيو مَتا رو ڪيو.

24

چانگا! چَندَنُ نہ چَرِين، مَيا! پِئَين نہ موڪَ؛
اَگَر اوڏو نہ وَڃِين، ٺُڪيو چَڏِئين ٺوڪَ؛
لاڙي وِچان لوڪَ، تو ڪَهڙي اکِر آئِڙي؟

25

جِئان ڪوڙِ بہ ڪانئُون، پَنجين لَڱين پاءُ؛
مَيو تنهن ماڳاءِ، ڏِيهاڙي ڏارَ چَري.

26

لَڪِ لاکيڻو ڪَرَهو، ڪوڙين ڏيئي ڪاهِ؛
ايلاچيون آهُرَ مِ، پُوڄَ مَيي کي پاءِ؛
ڪَٺ نہ ڪَندو ڪاءِ، جُہ پَلاڻيو تہ پِرينءَ مِڙيي.

وائي 1

سَڏين سيڻَ نہ هُونِ، نِينهُن نِباپي نہ ٿِئي؛
ڪارِيءَ رات رَتَ ڦڙا، جان جان نيڻَ نہ رُونِ؛
موٺَڻ جنِين ميهڻو، پِڙَ تي سيئُي پُونِ؛
جِن مُسافر سُپِرِين، سي مَرُ رويو رُونِ.

وائي 2

توڙي تَڙِئين تُون، يا اَلا! تو دَرُ توءِ نہ ڇڏيان!

مون کي سو مُشاهِدو، جي مُنهن نه ڏِئين مُون؛
مُون بيا دَرَ ڳھٹا نِھاريا، آهِئين تُون ئِي تُون.

Sur Siri Raag

# سُر سريراڳ

## داستان پهريون

1

مانَ پُڇَنئِي سُپرِين، ڇِتان لاهِ مَ ڇڙُ؛
اُنِين جا اَمُرَ، ڪَنُ ته خالي نه ٿئين.

2

مانَ پُڇَنئِي سُپرِين، ڇِتَ ۾ رکِج ڇيتُ؛
سِڙُهُ ڏُئا ري صافُ ڪر، صابُرَ سانُ سُپيتُ؛
سامُونڊِي! سُچيتُ، ٿِئُي ته پهچِين پار کي.

3

مانَ پُڇَنئِي سُپرِين، ڇِتان لاهِ مَ ڇورُ؛
ڪَڍِي ڇَڏِ قَلبَ مان، ماري ڪُوڙو ڪورُ؛

هُنَ پِرِ سَندو هورُ، مٿان تو معافُ ٿئي.

4

مانَ پُڇَنئِي سُپِرين، چيتا ريج چِٽُ؛
دائما دُوربِيءَ ۾، پَسِين وِلاٽُن وِٽُ؛
نيهُ نيڪاري نِٽُ، مَلاحَ! گَڏُ مُعَلِمَ سين.

5

ڪايو ڪَمايوم، موتِي مون نہ وَٽِجيا!
سِيهي جو سَيِّدُ چئي، وَکَرُ وِهايوم؛
هَهڙو حالُ سندوم، توهَ تُنهنجي اُبهان!

6

ڪَچُ ڪَمايوم ڪوڙُ، پَکِم عَهدَ اَللهَ جا!
پِڇرو جو پاپَن جو، سو چوڻِيءَ تائين چُورُ!
مَعلومُ اَٿيئي مُورُ، ڳُوڙها! اِنهيءَ ڳالهِ جو.

7

ڪُوڙُ ڪَمايُءَ ڪَچُ، اُٿي اورِ اَللهَ سين؛
ڪَڍُ تُون دَغا دِل مان، صاحِبَ وِٽِي سَچُ؛
مُحبتَ سندو مَنَ ۾، ماڻِڪ! پا رچ مَچُ؛
اِنَ پرِ اُٿِي اَچُ، تہ سَودو ٿِئيئي سَفَرو.

8

لُڙَ، لَهِريون، لَسَ، ليٿَ، جِتي اَنتُ نہ آبَ جو؛
اللهُ! اُتِ مَ اولِئَين، ٻيڙا مَٿي ٻيٺَ؛
جوکو ٿِئي مَ جَهازَ کي، ڦَرهي اَچي مَ ڦيٿَ؛
لِڱي ڪا مَ لَپيٿَ، هِنَ غارِيبي غُرابَ کي!

9

سِڙهَ سَنوان، لاڄُو نوان، مُهاڻا سندن مِيرَ؛
ساٿِي سَفَرِ هَليا، ٿِيا سَڻاوا سِيرَ؛
جي اَچَنِ ساڻُ اُڪِيرَ، سي ٻيڙا رَکِين ٻاجَهه سين.

10

منجهان پيئي مَڪُڙِيءَ، ڪا جا پاڻِيءَ ٻُوند؛
سيئِي ڏِٺم رُوند، وَکَرُ جِن وِڃائِيو.

وائي

سَهسين شُڪرانا، ڪوڙِين پالَ ڪَرِيمَ جا.
حَمد چئُج حڪيم کي، جورِ هِٽي جانا؛
تو ڏيکاري تو ڏِٺي، باطِنَ جا بانا؛
مَتان، مردَ! وسارئِين، صاحبَ جو ثَنا؛

دوستُ رکِي دل ۾، پڙهَ لاَلَنُ لِسانا؛
جَفا ڏيئِي جِيَ کيِ، ٿِيُ فِڪرَ منجھ فَنا؛
تُسِي تو سين توهُ ڪري، مَنَ آڳو اَحِسانا؛
ڪَڏُ تُون دَغا دِل مان، ٻانهپَ سين، ٻانا!
صاحبَ وڻي سَچَ سين، ٿِيُ دانهُ، دِيوانا!
جي تَسلِيمَ سين تَحقِيقُ هئا، سي ڪِئن اَمانا؟
جاڳيا جي جبارَ لَءِ، سيئِي سَمانا؛
فَاذکُرُونِيٓ، اَذکُرکُمٓ، ڪَهيو قُرآنا؛
وَاشکُرُوالِيٓ وَلَا تَکفُرُونِ، ڪَڏُ تون ڪُفرانا؛
سَڀِ سَنوريا سُپرينءَ، ڪُولَ تو ڪَنا؛
چَڱِي چِئُج چاهَ سين، مَدحَ اِيَ مَنا؛
تائِبَ ٿِيو تَڪڙا، جوشا، جُوانا!
نہ لَهِين تُون لَطِيفُ کان، اَمنُ اِيمانا.

داستان ٻيو

1

جيڪِي منجھ جَهانَ، سو تارِيءَ تَڳِي تُنهنجي؛
لُطفَ جِي، لَطِيفُ چَئِي، تو وٽ ڪَمِي ڪانَ؛

عَدُلَ چُٽان آئُون نہ، ڪو ڦيرو ڪَج فَضُلَ جو!

2

سا رِي راتِ سُبحانُ، جاڳِي جن ياد ڪيو؛
اُنِ جِيَ، عَبۡدُاللَطِيفُ چئِي، مِٽِيءَ لڌو مانُ؛
ڪوڙين ڪَن سَلامُ، آڳِهِ اَچيو اُنِ جي.

3

سيوا ڪَر سمندَ جِي، جِت جَرُ وهي ٿو جالَ؛
سَئِين وَهَن سِيرَ ۾، ماڻڪَ، موتِي، لالَ؛
جي ماسو جُڙيئِي مالَ، تہ پُوڄا را! پُرِ ٿئين.

4

سي پُوڄا را پُرِ ٿيا، سمند سيويو جنِ؛
آندائُون عَمِيقَ مان، جُوتِي جُواهرِنِ؛
لَڌائُون لَطِيفُ چئِي، لائُون مان لَهرنِ؛
ڪانهي قِيمتَ تِنِ، مُلهہ مَهانگو اُنِ جو.

5

سيوِيو جن سُبحانُ، وِيرِ نہ وِڙهي تن سين؛
توبَہَ جي تاثِيرَ سين، تَرِي ويا طوفانُ؛
ڏيئِي تَوَڪَّلَ تَڪِيو، آرُ لَنگهيا آسانُ؛

ڪامِلُ ڪِشتِيبانُ، وِچَ مِ ڳَڏِيُن واهَرُو.

6

سارِي رات سُجانَ، سَودو ڪَن صاحبَ سين؛
ٻانهپَ پَرِي ٻيڙِيُون، هليا جوپَ جُوانَ؛
پاڙِي پَهلوانَ، لَحظي مَنجِهه لَنگِهي ويا.

7

اِيَ ڳَتِ غَوّاصَنِ، جِئَن سَمندُ سوجِهيائُون؛
پيهِي مَنجِهه پاتارَ جي، ماڻِڪَ ميڙيائُون؛
آڻي ڏنائُون، هيرو لال هَٿِنِ سين.

8

آچاڙا عَمِيقَ جا، ڳَڏيا غَوّاصَنِ؛
جَهرِيُون جهاڳِي آئِيا، ڪارُونپارَ ڪُنَنِ؛
سمندُ سوجهي جَنِ، آڻي اَمُلَ اولِيا.

9

ويا جي عَمِيقَ ڏي، مُنهن ڪائُو ڏيئِي؛
تِن سِپُون سوجهي ڪَڍيُون، پاتا ران پيهِي؛
پَسَندا سيئِي، اَمُلَ اَکَڙِيُن سين.

10

آڏو چڪَڻُ چاڙُ، مُنهنجي موجَ نہ سهي مَڪُڙِي؛
ميڙِي مَنائِنِ جو، بيحَدِ چاڙهيمَ بارُ؛
چوَڻَ چارو ناهِ ڪو، بَديُون بي شُمارُ؛
ڪَپرُ ڪارُونپارُ، اُڪارِئين اِحسانَ سين.

11

ويرَ مَ لاهي ويهُ، مٿي آرَ اوڙاهَ جي؛
پَسِي پاڙي واريُون، ڪج اَنديشو ايهُ؛
ويندو نہ پَسِين ڏيهُ، پَتَڻِ هُن پارِ مَٽي؟

12

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي سِٽي صاحِبُ؛
ڪَڍي اُونهي ڪُنَ مان، اِي آگي جو عَجَبُ؛
اِيُ سائينءَ جو سَبَبُ، جِئَن ٻُڏا اُڪاري ٻارِ مان.

13

هِڪِي ٻانهي چِتَ ۾، ٻِي جا ڪري اَللهُ؛
پاڻهين وجهي ڪُنَ ۾، پاڻهين اُڪاري اوڙاهَ؛
تنهن واحدَ کي واهُ، جو سُتَڙِ سپيئي ڪري.

وائي

ڪَنڌِي سا رِيان ڪانَ، يا اَمَنُ! اَمانَ!
يا اِلاهِي! ٻاجھ ٻِلاٽي ٻائيان.
ڳَنَڻَ ڳاڻيٺو ناه ڪو، اَپرِ ٿيا عِصيانَ؛
خَبرَ ناه قَبرَ جِي، نِسورا نِسيانَ؛
والِي! رَسج وَهِلو، اَرَڪِ ٿيا اَنسانَ؛
سُڻُ سَڀاجھا سُپرِين، نَعرو نِگھبانَ!
مَديُون پَسِي منهنجون، شَرمايا شَيطانَ!
هِنَ منهنجي حالَ تي، هَيءَ هَيءَ ڪَن حَيوانَ!
سائِين! سُڪاڻِي آهِئَين، سامُوندِي، سُبحانَ!
تُرهو چِنُم تارِ ۾، رَسِج تون رَحمانَ!
ٻيلِي جو ٻُڏنِ جو، مون تي موٽي مانَ؛
ويٺو پِنِي پِنُڻو، ڪَر ڀِيرو مٿي ڀانَ؛
خالِقَ تان خوبُ ڪيا، گولِنِ جا گُذرانَ؛
آئُون پڻ اَندو اُنِ ۾، ويٺو پِنان پانَ؛
سَڀِ سُوالِي سَمِگيا، داتا ڏيئِي دانَ؛
وِلها سڀ وَنِيا ڪيا، تنهنجي جُودَ، جُوانَ؛
مَتان مُونکي ڇَڏِئين، ٻيلِي سندا ٻانَ!
وِيرَ! وَسِيلو آهِئين، داڙُو ۾ دِيوانَ؛

لاءِ ڏُها رِڻِ ڏِينهَن کي، خِيمو اَڏِيو خانَ؛
اُتي عَبدُاللَطِيفُ چئي، سُڄِ ڪا سُلطانَ!

داستان ٽيون

1

ڪُوها ڪالهه ڪِٽِي، اُنِ وِڏا اُتَرَ آسَري؛
اَلا جُهري مَ اُنِ جي، اولي جي اَٽِي؛
وَٽجا رَنِ وَٽِي، وَڪَرُ وِڌو ٻيڙِين.

2

وَڪَرُ سو وِهاءِ، جو پَئي پُراڻو نه ٿئي؛
ويچِيندي وِلاتَ ۾، ذَرو ٿئي نه ضاءِ؛
سا ڪا هَڙَ هَلاءِ، آڳِهِ جَنهنجي اُبِهِين.

3

اورِيائين آڻِين، ميڙِيو مُعَلِمَ خَبرُون؛
سا تان سُڌِ نه ڏِينِ، جتي وَهُ وِيڌَ ڪري.

4

ٻيڙِي پُراڻِي، وَکُرَ پاءِ مَ وِترو؛
تَري ۾ تُنَ پيا، پاسَنِئُون پاڻِي؛

هِيءِ هَڏِ وِهاڻِي، ڪَڙهُ ڪالهوڻي ڏِينهَن ڪي.

5

تَري تُنَ پياسِ، پاسَنِئُون پاڻِي وَهي؛
ڪُوهو جُهرُ جهنو ٿيو، لاڄُو سَپ لَڙياسِ؛
جيلان سَڌَرُ سڪاٽياسِ، وَهي تي وَهَ سامهون.

6

وِنو تُنَ تُنِينسِ، مَڪِ ڏيهاڙِي مَڪُڙِي؛
سَنباهي، سَيَّدُ چئي، مٿي نيندوءِ نِينسِ؛
وَٿائي وَڏاندَرا، لاڄُو لِڳائِينسِ؛
آخرِ اُهِرائِينسِ، تہ جوڪو ٿِئي نہ جهازَ ڪي.

7

اَڃِي سو ڏُنوءِ، جو ڪَپَرُ سوءِ ڪَنَنِ سين؛
سُتي لوڪ لَطِيفُ چئي، يادِ نہ ڌرو ڪيوءِ؛
غافِلُ ٿِي غُرابَ ڪي، اوڙاهَ تي آندوءِ؛
سو چِتَرُ چُوهي ڪان رَکِين! جو پِيو پُراڻو پوءِ؛
جهازُ ضَعيفَنِ جو، پاڻِيءَ ۾ پَرِتوءِ!
سَيَّدُ! ساٿُ سندوءِ، پُرِ بَندَرِ پهچائِين!

8

جُتو وانءُ جَها زَ! گَڏيو غُرابَنِ سين؛
پُورِيندي هُنَ پا رَ ڏي، سَدَ رَ ڪَڇَ سا زَ؛
اَچنِ ٿا آوازَ، سَٽاٽي سَمُندَ جا.

9

دَنگِي وِچ درياهَ، ڪِي ٻُڏي ڪِي اُپِڙي؛
هُو جي وادِي واٽيا، سي سُونهَڻَ سڀ سَڙيا؛
مُعَلِمَ ماڳِ نه اَچين، فِرَنگِي مَنجه ڦِرِيا؛
مَلاحَ! تُنهنجِي مَڪُڙِيءَ، اچِي چورَ چڙهيا؛
جِتي ڍِينگَ ڏَرِيا، تِتي تارِي تُنهنجِي!

10

بيڙِيا تا! بيئِي، تو نه ڦَٻنديُون ڳالهڙِيُون؛
سَچِيُون راتِيُون سُمهين، پَرُ سُڪانَڻ ڏيئِي؛
صُباحَ سَپيئِي، پا رِ پُڇَندءِ خَبرُون.

11

وَهَ تِڪَ وَهَڪَرا، جِت لَنگَرُ نه ٺَهَرَنِ؛
وڏاندَ رِيُون وَهَ سامُهيُون، جَهجهي زورِ جُنبَنِ؛
نيديُوءَ مِ ناتارِيُون، وَٽِجا را وِجَهنِ؛
مُلان مُعَلِمَنِ، مُون گَڙي سُئِي ڳالهڙِي.

12

وَڏِجارا! ويٺي، تو نہ سَرَنڊِي شاهَ ري؛
مَکِ پَنهنجي مَکڙِي، چَڱِي ڪَر چيٺي؛
پاسا پاڪَڙِين جا، سَمُنڊُ ٿو سيڪي؛
جي لُنڊا ۾ ليکي، وِيرِ وڙهنڊِي تِن سين.

13

ناکُئو نِگَهبانُ، مُعَلِمَ مُنجي خَبرُون؛
جِن ساري ڪَنيو سَمنڊَ تي، سَفَرَ جو سامانُ؛
لُطفَ ساڻ لَطِيفُ چَئي، تِن لَنگهيو طُوفانُ؛
سَنپاري سُبحانُ، وڃِي عادِئُون اَڳَا.

14

بَندَرِ جان پَئِي، تہ سُڪاڻِيا مَ سُمهو؛
ڪَپَرُ ٿو ڪُنَ ڪري، جِئَن ماٺِي منجھ مَهِي؛
ايڏو سُورُ سَهِي، ننڊ نہ ڪجي، ناکُئا!

15

سُتا سَڀِ پَئِي، سَندي مُعَلِمَ آسري؛
اَئِين پڻ سُمهو، ناکُئا! بَندَرِ ناه پَئِي؛
جن جِي سَيدَ لَڄَ ڪَنئِي، سي سڀ لَنگهيندا لَڪيُون.

## وائي

سائِنِ نَندا بارَ، وو! تن پانڊِنِ نَندا بارَ،
توکي آرِسُ اکَڙِيُنِ ۾!
پاتا پاڙيوارِيين، پَڳَهَ منجهه پاتارَ،
پَٽُ ٿو پُورَ ڪري، آئي تُنهنجِڙي وارَ،
سَچِيُون راتيُون سُمهِين، ڪِيو منجهه خُمارَ،
ڪِ تو ڪَنين نه سُئي، هَلڻَ جي هاڪارَ؟
تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا، سَچِي اِيَ سَنبارَ،
نِندَ نه ڪجي ايتِري، سُڄڻ اَدا يارَ!
سائِنءَ مُڪِين سَچَ کي، تون ڪُوڙو منجهه قطارَ،
ڪِ تو ڪَنين نه سُئي، ڪَپَرَ جي ڪُوڪارَ؟
گِهڙان ٿِي رِءَ گَهڙِي، اِلاهِي تُهارَ!
هو جو شَڪُ شارِڪَ جو، تِئان رَکُ سَتارَ!
كُلُّ نَفْسٌ ذَائِقَةُ الْمَوْتِ، پڙهو اِيَ پچارَ،
شِڪارُ تون شَهبازَ جو، تون تان مَنجِهه شِڪارَ!
يَوْمَ يَفِرُّ الْمَرْءُ مِنْ اَخِيْهِ، جِت پَجَندا پارَ،
تُرَهو چِنو تارِ ۾، اَچِج تُون اوسارَ!

لَکَ مِڙيئِي لِٽيا، هُنئَهِين ويا هَزارَ؛
ڏِنئہ جي اَللهَ کي، هُوندَ ٽِئِين پِرِيين پارَ؛
جوڙَنِ مَٽان جُٽِڪي، ڏُنِي ٽُنهنجي دارَ؛
جِيفو آهِ حَديثَ ۾، اَنڌِيءَ اِي آچارَ؛
وَڍِيءَ ڪين وِلَهنِ سين، ڪَنِبي پِرِ قَهارَ؛
سا ڪِئَن هَلي تو سين، جا پَڳِي ڪان پَتارَ؟
جِيَڻُ جالَ نہ نِبَهي، سُٽِجِ اِيَ سَنپارَ؛
جِمَ وِسارِئِين وِسِرا! پِٽِيُن جِي پُلڪارَ.

## داستان چوٿون

1

سَپِيئِي سُبحانَ جي، ڪَرِ حوالِي ڪَمَ؛
ٿِيُ تَحِقيقُ تَسلِيمَ ۾، لاهي غَمَ وَهَمَ؛
قادِرُ ساڻُ ڪَرَمَ، حاصَل ڪري حاجَ تو.

2

چَڱا ڪَنِ چَڱايُون، مَنايُون مَنَنِ؛
جو وَڙُ جُڙِي جِن سين، سو وَڙُ سيئِي ڪَنِ.

3

مَنِ مَٿي سَمَرا، کُهِيَنِ سَڌَ ڪَرِينِ؛
ساٿُ نِباهِيو نِينِ، اِيَ پِرِ سَندِي سَڄڻِن.

4

وِتُ وِيِي جو جي لَهِين، تَہ ٻِي ڪارِ نہ ڪَرِئِين ڪا؛
سا پَرُوڙِج ڳالهڙِي، وَڻجارَنِ وٽانِ؛
موتِي مِن هَٿانِ، آندءِ گهڻي اَدَبَ سين.

5

اَمُلَ آچِ مَ اُنِ کي، جي نہ پَرُوڙِينِ مَٺِ؛
جِتِ گَڏِجيئِي جوهَرِي، ماڻڪُ تِنهِين مَٺِ؛
جنِين سونَ سين سَٺِ، تِن هَٽِي رِيُّ رَدِ ڪيو.

6

سونا! وانءُ صَرافَ سِيئَن، لَڏو لاهِ مَ لَڏِ؛
سودو سوئِي چڏِ، جَنهن ۾ جَواهِرُ ناهِ ڪِي.

7

جُہ صَرافَنِ لَڏِيو، تہ تُون پڻ لَڏِجِ، سونَ!
قَدُرُ لَهَندُءِ ڪونَ، نيئِي گَڏِيندَءِ گَڏُونءَ سين.

8

اَکِهيو ڪائو ڪَچُ، ماڻڪَنِ موٽَ ٿِي!

پَلَيءِ پايو سَچُ، آچِيندي لَڄَ مَران!

9

ويا سي وِينجهارَ! هِيرو لال وِنڍِنِ جي؛
تِنِين سَندا پويان، سِيهي لَهَنِ نہ سارَ؛
ڪُٽِينِ ڪُٽُ لُهارَ، هاٺي اُنِين پيٽِيين.

10

وڃن مَ وِينجهارَ! پاٽِيَتَ جي پَرَکَا؛
ڪَنْبَرُ پايو اڪِئِين، لَهَنِ سَپَڪَنِهن سارَ؛
موتِيءَ جي مِزاجَ جو، قَدرُ مَنجهِ ڪِنارَ؛
صَرافَنِئُون ڏارَ، ماڻِڪَ مُلاحِظو ٿِئي!

11

ماڻِڪُ مُنڌَ هَٿان، پيتِيءَ مِ پُرزا ٿيو!
سَچو تان، سَيَّدُ چَئي، لَهي لَکُ سَوا؛
پَکِي پُڄا ٺا، پَدَمان پَري ٿيو.

12

جِتي ماڻِڪَ ماڳُ، تِتي چوران تَڪِيو؛
سَنئُون تِن سُپاڳُ، اَمُلُ جن اوباهِيو.

13

چورُ اُپوِائِن چوءِ، تہ آئُون اُھوئِي آھيان؛
جي اَسِي اَڪِئِنِ ھوءِ، نہ لِڪي ڪِي ڪونہ لَهي.

وائي

جاڳو، يارا! جيڏِيُون! پاڻُ پَرَڃجي؛
جاڳو جوشان، جيڏِيُون! پاڻُ پَرَڃجي.
هَلَندي حَبِيبَن ڏي، ويلو وِڃ نہ ڪجي؛
مَٿان اُهِسَ اُسِرِي، پَتنگَ جِئَن پَئجي؛
عَرضُ اَحوالُ اُنِ ڪي، چَڱِيءَ پَتِ چَئجي؛
ڪري نِيازُ نِڪَڙو، واحِدَ ڏي وَرجي؛
آھي مَوتُ مِڙَن تي، ڳوڙِهُون ڪيو ڳجي؛
اَجَلُ ايندُءِ اوچتو، جو سَدا ٿو سڄي؛
اڳيان اُونداھيءَ جو، سَمَرُ سانُ ڪجي؛
ڪَڻُ تون قُوتُ قَبَرَ جو، گهٽو ٿو گهرجي؛
آڳو عيبَ اوھانجا، ڍَڪيا ڳُجهہ ٻُجهي؛
جيڪِي وَھي وُجُودَ ۾، صاحبُ سو سَمجهي؛
ڏِڃي ڏاءِ ڏَٽيءَ جي، جيڪو پِيءِ پَڃي؛
اَمَنُ آھي اُن ڪي، جو مَنجهہ اَللہ اَجهي.

## داستان پنجون

1

لَهرِيُن ليکو ناهِ ڪو، جتِ ڪَپَرَ ڪُنَ ڪارا؛
آچا ڙا عَميقَ جا، اَڇَنِ اوپارا؛
اُٿِي اَسارا! وِيرِ وِڙهنديءِ ويسِرا!

2

ڪالهه وِڏائِين ڪُنَ ۾، جاڏا جُنگَ جَهازَ؛
تُنهنجِي اَجُ تَرازَ، آهي آرَ اکِيُنِ ۾.

3

مُلاحِظو مهراڻَ جو، مُورِ مَ لاهِ مَناءُ؛
سامُوندِي! سَنپالِ ڪِي! سُمَهڻَ آيُءِ ساءُ؛
جاڳِي جَرَ مَٿاءُ، تاري وانءُ تَرازَ ڪي.

4

تاري وانءُ تَرازَ ڪي، مَنجهان مَوجَ، مَلاحَ!
دانهُون ڪَنِ دَرياهَ جون، اُونهي جا آگاهَ؛
سُونهَنِ جي صَلاحَ، وَٺُ نہ وِيرِ لَنگهي وَڃِين.

5

سُونهان سَڏِيون ڏِينِ، هِنَ ديواني دَرياهَ جون؛
ڪُوڙَ اوڏائي ڪِينَ ڪِي، رُڳو سَچُ سودِنِ؛
عِجزَ جي اَڏَ راتِ ڪِي، وَکَرُ وِهائِنِ؛
ساڻُ نِباهِيو نِينِ، ثابِتُ اِنهِيءَ سِيرَ مان.

6

قَرقُلَ قوتا، پارچا، پاٽِيٽَ پاتائُون؛
ڪونئيُون قِيمَتَ سَندِيُون، تَرَ مِ تاڪِيائُون؛
لاڄُنِ مَنجهه، لَطِيفُ چئي، ٻيڙا ٻَڌائُون؛
نَذرُ نَبِيءَ ڄامَ جو، چڙهندي چيائُون؛
جي چُوهي چوڙيائُون، سي ٻيڙِيُون رَکِين ٻاجهه سين!

7

وِڇِينءَ جان ويهي، جَرَ پَلوَ پائِيان؛
"تَڙِ ٻيڙا! گهرِ سُپرِينِ!" اُوسَهِ اِيَ پيئِي؛
جِئَن وِڃارو سين وَکَرِين، سَرَها سَپِيئِي؛
حُرمَتَ ساڻُ حَبِيبَ جي، سُونگِيا نه سيئِي؛
پاڻهِين اُوءِ پيهِي، ڪَنڌَ ڪيڙائُو آئِيا.

داستان ڇهون

1

تانگھي ۾ تاڙي، ٻڌُ پنھنجو ٽُرَھو؛
اُونھي ۾ آڙي، ڪو نہ ڏيندُءِ ڪو ٻيو!

2

ڏوري لَھُ ڏاتارُ، جِمَ وِھِين ويسِرو!
ھَڪِيو ھوئِج ھوشيارُ، ڪِنوڻِ ڪِنوندَيءِ اوچتي.

3

ڪِنوڻِ ڪِنوايو، آيَءِ ٻِندَ اَپاڳَ ڪي!
جِنِين نہ پِڙُ پانيو، ڪَري توائي تِن ڪي.

4

سامُوندِي! ٿو سَنبَھِين، ساڄو جَھِل سُڪانُ؛
لَڳِي واءُ وَڏاندَرو، مُنجھائي مھرانُ؛
جِنِين پانيو پاڻُ، ڪَري توائي تِنِ ڪي.

5

نَڪو سُڪ نڪَتِين، نہ ويساندِ نَئِين؛
جيڪا اَچيئي سامُھِين، پانئَين سا سَنئِين!
مُوڙِي ڪوہ مَئِين؟ جِئَن سَڄيُون راتِيُون سمھين!

6

اَهُڪِي راهَ اَللهَ جِي، اَهُڪِي، اَهُڪِيءَ پَتِ؛
هُوءِ جي ڏيهائِي ڏيہَ جا، تن پڻ مُوڙهي مَتِ؛
آچا ڙانِ اُبتِ، ڪِهڙِ ڳالهاتي نِينهَن سين.

7

تَنَ مِ تَرازَ توهَ جِي، گَهٽُو لَهُ گهوري؛
اَدَبَ ءِ اِخلاص جا، سِڙُهَ ٻَڌِج سوري؛
وَڪرَ وينَتِيُن جو، تنهن مِ پائج توري؛
تہ عادَنئُون اوري، تُنهنجو تَوائِي نہ ٿِئي.

8

سمندُ جي سيوِين، تِنِين ماڻڪ ميڙيا؛
چِلرَ جي چوئِين، تِن سانکوٽا ءِ سُتيون.

# سُر ساموندي

## داستان پهريون

1

پَڳَهَ پاسي گهارِ، آئِلِ! سامُوندِيُن جي؛
وِجهي جِيُ جَنجارِ، جِمَ وَجَنئِي اوهِرِي.

2

پَڳَهَ پاسي پَچُ، آئِلِ! سامُوندِيُن جي؛

مَنَ ۾ ٻا ري مَچُ، جِمَ وَڄَنئِي اوهِرِي.

3

پَڳَهَ پاسي ويهُ، آئِلِ! سامُوندِيُن جي؛
تون ويسِرِي وِڪَ ڪَٽِين، هو پُورِيندا پَرَڏيهُ؛
سَمُنڊُ جِن ساٽيهُ، ڪوهُ نہ ويئِنءَ تِن سين؟

4

نَنگَرئُون نيٽِين، مَنُ اولِيءَ نہ اوهِري؛
سَباجهين سيٽِين، پائي ڳُڙَ ڳِهيو هِنئُون.

5

سيئِي جوپَنَ ڏِينهَن، جڏهن سَجَڻَ سَفَرِ هَليا!
رُئان رَهنِ نہ سُپِرِين، آئِلِ! ڪَريان ڪِيئَن؟
مُونکي چا ڙهي چِيئَن، ويو وَڻجا رو اوهِري!

6

نہ سي تڙِ هوڙاڪَ، نہ وايُون وَڻجا رَنِ جُون!
سَرتِيُون سامُوندِين جا، اَڄُ پِڻُ چِڪِيَمِ چاڪَ؛
ما رِيِنمِ فِراقَ، پا ڙيچيُون پِريُنِ جا.

7

وِيا اوهِري اوءِ، مُونکي چڏي ماڳِهِين؛

جُڳَنِ جا جُڳَ ٿيا، تِئان نہ موٽيو ڪوءِ!
ڳُوندَرُ مارينديوءِ، ويچارِي! وِيَنِ جو.

8

اُونهي ۾ اوهِرِي، جڏهن ويا جي؛
موٽِي ماڳِ نہ آئِيا، ماءِ! سامُونڊِي سي؛
ڪارو تنِين ڪي، جيڪُسِ وَهُ ورِي ويو!

9

اُهِرِيا جِئائِين، ڏُڪَنِ تِن تَڙائِيِين!
سامُونڊِينِ، سائِين! واءُ سَٽائُو وارِئِين!

10

سامُونڊِيڪو سَڱُ، آهي ڳُوندَرَ ڳاڏُئُون؛
انگَنِ چاڙهي اَنگُ، ويو وَڻِجارو اوهِرِي!

11

وجيئِي وِسرِي شال! جو تو سودو سِڪِيو؛
اَڃا آئِين ڪالَ، پڻ ٿو سَفَرِ سَنبهِين!

12

ڳِرِيو جَهليو روءِ، مَٿي مُهُري هَنٿڙا؛
ڪوءِ! سودو سَندوءِ، جو تون، ڏوليا! سِڪِيو.

13

اُلوڙَڻَ نہ ڏِئي، وَرُ وِڏائين وَنجَھ کي؛
رَهُ اَڄوڪِي راتِڙي، لالَنَ! مُون لائي؛
وَڃُ مَ ڦوڙائي، ايڏي سَفَرِ، سُپِرين!

14

جيڪُسِ نِبَرُ نينهُن سَندومِ؛ جنءَ مون بِيني هُن ٿِليو؛
سعيو سامُوندِيُن سين، اَڳِهين تان نہ ڪَيومِ؛
وِجَھڻُ مَنجِھ هُئومِ، پاڻُ وراڪي رَسِ سين.

15

ٻيڙِيءَ جي پُٽَنِ، نينهُن نہ ڪَجي تِن سين؛
اُپِيُون ڏَنبَ ڏِسَنِ، جہ سِڙهُ ڏِيئي سِيرَ ٿيا .

16

هِنئَڙو ٻيڙِيءَ جان، ڏُنَڙِ پئي ڏينهن ٿيا !
پُڇيو تان نہ پِريان، ڪَرَلاهُو ٿِي ڪڏهين.

17

سَرَ نِسرِيا پاندَ، اُتَرَ لڳا، آءُ پِرين!
مُون تو ڪارَڻَ، ڪانڌَ! سَهِسين سُڪائُون ڪَيون.

18

جيڪر اَچي هانِ، تہ ڪريان رُوحَ رُچَندِيُون؛
آيَلِ! ڊِولِئي سانُ، هوندَ ڳَرِ لِڳِي ڳالهيون ڪَريان.

19

آيَلِ! ڊِولِئي سانُ، اَچي تہ جهيڙِيان؛
لايَءِ ڏِينهن گهڻا ، مون سين ڪَيَءِ ٿورڙا .

20

لاهِيندا ئي ڪَنِ، ڳالهِيُون هَلَڻَ سَندِيُون؛
ڏِيندا مُون ڏُکَنِ، وَهَ وِڃهندا جِند ڙو!

21

مونکي جِيا ريو، پِرِيُنِ جي ڳالھ ڪري؛
ڏِنو اَڄُ اَڏِيو، هِنئڙو ڪوٽَ بُرجَ جئن.

22

چِمڪيون چوڌارَ ، ڏَڄُون ڏا ڙيچنِ جُون؛
ماءِ! سامُونڊِي آئِيا ، سَهسين ڪَري سِينگارَ؛
اُنِين جي پَچارَ ، ڪالهونڪَرَ ڪانگُ ڪَري.

## وائي

آئِل! ڪَريان ڪِيئن؟ منهنجو نِينهُن اَپليو نہ رهي.
ويو وَڻجارو اوهِرِي، مونکي ڇا ڙهي ڇِيئَن؛
سامُوندِين جي سَڳَ کي، رُئان راتو ڏِينهن؛
اُڏوهِيءَ جئَن ڏُکَڙا، چَڙهيا چوٽيءَ سِيئَن؛
ڳُوندَرَ مٿان جِند ڙِي، وَريا وَلِيُن جِيئَن؛
مادَر! پائي مُندِيُون، وڃان هادِيءَ سِيئَن.

## داستان ٻيو

1

اَڄُ پڻ وايُون ڪَنِ، وَڻجارا وَڃڻَ جُون؛
هَلڻَ هارا سُپِرِين، رُئان تان نہ رَهَنِ؛
آئُون جَهلِيندِي ڪيترو؟ آئِل! سامُوندِين؛
پَڳَهَ ڇوڙي جَنِ، وِڏا ٻيڙا ٻارِ مِ.

2

لاهِيان جي نہ ڇِتان، اَلا! اُنِ مَرِ وِسران!
مَڙهيو مَنجها ران، جِيُ مُنهنجو جن سين

3

تڙين تنوارِينِ، ماءِ! سامُوندِي آئِيا؛
مونکي جِيارِينِ، وايُون وَڏجارَنِ جون.

4

لَڳِي اُتَرَ اوهِريا، واهُوندي وَرَنِ؛
آئُون گھٽوئِي گھورِيان، سؤدو سامُوندِيَنِ؛
اَڳَڻِ جن اَچَنِ، عِيدَ وَرتِي اُنِ کي.

5

اَڳَڻِ آئِيا جان، تہ سَرَتِيُون مون سُکَ ٿِيا؛
اَمَلَ پِرِينءَ مٿان، ٻَرڪِيو ٻين ڏِيان.

6

سِڙهَ ٿِي سِبِيائُون، ٻَندَرَ جَن تَڙنِ تي؛
سِڙهَ سِبِي ساجا ڪري، کُوها کَنِيائُون؛
ٻيڙقُون ٻَحرِنِ ۾، چوڙِي چَڏِيائُون؛
لَهريُون لَنگھِيائُون، لُطف سان لَطِيفُ چَئِي.

7

سِڙهَ ٿِي سِبِيائُون، ٻَندَرَ جِن تَڙنِ تي؛
مُلان مُعلِمَ خبرون، پُڇِي پُورِيائُون؛

سُتَڙُ سوڻياڻُون، اَوَتَڙِ ڪنهن نہ اوليا .

8

بَندَرَ ديسان ديسِ، مُلهہ نہ مِلي وارِئين؛
فَقِيراڻي ويسِ، اَمُلَ ڏِيَن اَتوريا .

9

اُپيُون تَڙَ پُوڄِين، وَهُون وَڻجارنِ جون؛
آڻيو اکا ڏِينِ، کَٿُورِي، سمُوندَ کي.

10

جَرَ ٿَڙَ ڏِيا ڏِي، وَڻَ ٽِڻَ ٻَڌي وانُڱُٽِيُون؛
اَلا! ڪانڌُ اچي، آسائِتِي آهيان!

11

جا جَرَ جاتُون نہ ڏِئي، ڏِيا نہ موهي؛
سَڌُون ڪوهُ ڪَري، سا پنهنجي ڪانڌَ جون؟

## داستان ٽيون

1

پُران، مانَ پُڇان: بَندَرَ مون ڏُورِ ٿِيا؛
نہ مُون هَڙَ نہ هَنجَ ڪِي، جو آئُون ڇَڏِي ڇڙهان؛
اِيهين ڪَجِ، پاتِڻي! جنهن پَرِ پِرِينءَ مِڙان؛
ڪارُون تي ڪَريان، تو دَرِ اُپِي، ناکُئا!

2

هَڙَ مِ ڪِينَ هُئُونِ، هُنئِين هُنِ نہ ڇا ڙهيا؛
سارو ڏِينهُن سمندَ تي، لِهِي سِجُ وِيونِ؛
جڏهين سائِينءَ سَببُ ڪَيونِ، تڏهن سُتَرِ ٿيا سَيَّدُ چئِي.

3

اسان اُڏارا، آڻي آوَنگَ ڇا ڙِهيا؛
مُنهُن ڏِيئِي مُون آئِيا، سَمُهان سِيارا؛
اُپِرَنِ سِيڪارا، پَسو وَرَ بِينِ جا.

4

مون اُپِي تَڙَ هيٺِ، پِرِيُنِ پَڳَهَ ڇوڙِيا؛
ڪا مُونهِين مِ ڏِيٺِ، ناتَ سَجَڻَ سَباجها گهڻو.

5

مون اُپي تَڙ پاسِ، پِريُنِ پَکَہَ چوڙِيا ؛
هو اَللهُ هارَ اُهِرِيا ، آئُون دَمِ دَمِ دُعا ڪنديا سِ؛
آهَ نہ لاهِينديا س، موٽِي ايندا مان ڳِري.

6

ڪاري ڪيڙائُو، مَٽي مِني موٽِيا ؛
سَودو ڪَنِ نہ سونَ جو، وَڏا وِهائُو؛
موتِي جي مَهراڻَ جا ، تِن جا طاماعُو؛
سامُوندِي سائُو، لَنڪا لوپي آئِيا .

7

لَنڪا لَنڪا ڪَنِ، لِيَءِ لَنڪا جي اوهِرِيا ؛
سُٽِي سونُ لَنڪا جو، سُکُ نہ سامُوندِيُنِ؛
پِرِهَ پَکَہَ چوڙِيا ، ڪاري ڪيڙائُنِ؛
وَڏي پاڳَ پِڙنِ، جي ڪَهيا ڪارُوپِيا رَ ڏي.

8

وَڻجارنِ ورِي، پِرِهَ پَکَہَ چوڙِيا ؛
اولِيُون پَسِي اُنِ جون، پِيَڙَمِ ڳَچ ڳِري؛
وينديسِ، ماءِ! مَرِي، ساري سامُونديُنِ کي.

9

وَڻجا ري جِي ماءِ، وَڻجا رو نہ پَلئين؟
آيو ٻا رهين ماهِ، پڻ ٿو سَفَرِ سَنبهَي!

10

وَڻجا ري ڪانداءِ، مُون وَرُ ويئي ڳها رِيو!
لڳي اُتَرَ واءُ، ڍولِيو هَلڻَ جون ڪري.

11

جي تون وَڻجا رو ڪانڌُ، تہ مُون هَڌِ مَ لائون لَڌيُون!
پَرَ ڏيہَ مٿي سانگُ، اَنئي پَهرَ جنهن ڪيو.

12

ڏِني ڏِيا ري، سامُونديُنِ سِڙهَ سَنباهِيا؛
وِجهيو وَرُ وڃُهہ ڪي، روئي وَڻجا رِي؛
ما رِيندَءِ ما رِي! پِرِهَ سُورَ پِريُنِ جا.

Sur SuhNee

# سُر سهڻي

داستان پهريون

1

وَہ تِڪَ، واهُڙَ تِڪَ، جِت نِينهُن، تِڪَ نرالِي؛
جِن کي عِشقُ عَمِيقَ جو، خِلوَتَ خِيالِي؛

وارِئين سا ، والي! هِنئڙو جن هَٿِ ڪيو.

2

واهُڙَ وَهَنِ نوان، اَجا وَهُ اڳي ٿيو؛
گَهرِ ويٺيون گَهٽا ڪريو، سَرَنِيُون سَڱَ سَنوان؛
صُورَتَ جا ساهَڙَ جِي، سا جي ڏٺي آن؛
هُوندَ نه پَليو مان، گِهڙو سڀ گهڙا ڪٽي.

3

ڪَنڌِي اُڀِيُون ڪيترِيُون، ”ساهَڙُ ساهَڙُ“ ڪَنِ؛
ڪِنِين سانگو ساهَ جو، ڪي ”گهورِسَ“ ڪيو گِهڙَنِ؛
ساهَڙُ سَندو تَنِ، گهاگهائي گِهڙَنِ جي.

4

وَٽَن ويٺا ڪانگَ، وِچِين ٿِي ويلا ڪري؛
گِهڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، سُٽِي سانجهيءَ ٻانگَ؛
سيئِي ڏُوندي سانگَ، جِتي ساهَڙُ سُپِرين.

5

گِهڙِي گهڙو هَٿِ ڪري، ٻُهُون نِهاري ٻَنگُ؛
سر در يار فِدا شُد چه بَجا شُد ، وَصَلَ اِهوئِي وَنگُ؛
رات جنِين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِئين.

6

ڪِهڙِي گَهڙِو هَٿِ ڪري، ٻُڌون نهاري ٻَنگُ؛
وَ اَمّامَنْ خَافَ مَقَامَ رَبِّہٖ، اِيُ لَنگهِيائِين لُنگهُ؛
سِڪَندِرَن کِي، سَيَّدُ چَئِي، ڪِينَ جَهلِيندو جهنگُ؛
راتِ جِنِين جو رَنگُ، الا! سي اُڪارِئِين.

7

ڪِهڙِي گَهڙِو هَٿِ ڪري، اِلاهِي تُهارَ!
جَنگهه جَرڪِي واتَ ۾ سِسِيءَ کِي سيسارَ؛
چُوڙا ٻِيڙا چِڪَ ۾، لُڙَ ۾ لُڙهيَس وارَ؛
لَڪِين چُهنِيسِ لوهِٽِيُون، ٿِيلهِيُون ٿَرِنئُون ڌارَ؛
مِڙِيا مَڇَ هزارَ، پاڳا ٿِينِدِي سُهٽِي.

8

گَهڙِو پَڪو نہ ڪُورِيو، مَرُ چُورُ ٿِئي چُوڙُو؛
طَالِبُ الْمولىٰ مُذَڪَّرٌ، اِيُ ٻُڌَندَنُ ٻُوڙُو؛
ڪوڙِهيو ڏَمُ ڪُوڙُو، مُون ميهارُ مَنَ ۾.

9

گَهڙِو پَڪو نہ ڪُورِيو، پاڻان هو حِجابُ؛
واجِبُ وِجِي وُجُودَ ۾، رهيو رُوحَ رَبابُ؛

ساهَڙَ رِءَ صَوابُ، آءُ گهٽوئي گهوريان.

10

گَهڙو پَڳو نہ گهوريو، تان ڪِي تَرُ، هِنيان!
اَدَبُ اکَڙِيُن ڪي، ڏيهاڙي ڏِيان؛
ميهارَنِ مِيان، سَئُون سُونهائِمِ پيچِرو.

11

گَهڙو پَڳو نہ گهوريو، آسَرَ مَ لاهيج؛
لَا تَقْنَطُوا مِنْ رَّحْمَةِ اللّٰهِ، تُرهي اِنَ تَريج؛
حَبيباڻي هيج، پَسِين مُنهُن ميهارَ جو.

12

گَهڙو پَڳو، مُندَ مُئي، وَسِيلا وِيا؛
تِنهان پوءِ سُئا، سُهڻيءَ سَڏَ ميهارَ جا.

13

پانڌُ مَ ڪَڇج پانڌَ سين، وَسِيلا وِسارِ؛
لُڙُ لنگهائي، سُهڻي! پِرتِ وِجهنديءِ پارِ؛
سي تُرتُ لنگِهينديُون تارِ، اُڪَنڊَ آڳُهُ جن سين.

14

پانڌُ مَ ڪَڇج پانڌَ سين، رِءِ وَسِيلي وانءُ؛

مَٿان سائرَ، سُهڻي! پِرتِ ونجي پانءُ؛
نينهن ڳِنهندي نانءُ، ونءُ پِريان جي پارَ ڏي.

15

ڪونهي آڳَهُ اهڙو، جهڙي محبتَ مَنِ؛
اُپيُون اورئين پارَ ڏي، ڪُوڙيُون ڪَکَ پُڇَنِ؛
نَدِي تِن نيڙُ ٿِئي، جي رِيءَ تُرهي تَرَنِ؛
سِڪَ رَساڻي، سُهڻي! اَصُلِ عاشِقَنِ؛
سي جَهليُون ڪينَ ڪُنَنِ، پُڇَنِ جي ميهارَ کي.

16

پُڇَنِ جي ميهارَ کي، پُڇي سي ميهارَ؛
تُرَهو تِنين بارُ، عِشقُ جنين کي آڪرو.

17

ساهَڙُ، سا سُهڻي، سائرُ پڻ سوئي؛
اهي بِجوئي، ڳُجُهه: ڳُجهاندَرَ ڳالهڙي.

وائي

ڪهڙي مَنجهه حِساب؟ هُئَڻُ مُنهِنجو هوتَ ري، لا!
گولِي! پِڃُ گُناهَ کان، ڪونهي سُولُ ثَوابَ؛

نڪي تفاوت ۾، نڪي منجھ رباب؛
خُدِيائي خُوبُ ٿئين، لائين جي لُعابَ؛
پَليتُ ئي پاڪُ ٿئي، جُنبيو مَنجھ جِنابَ؛
سو نہ ڪنھن شَيءِ ۾، جيڪي مَنجِھ تُرابَ؛
هُوءِ جي جَرڪِيا جَرَ تي، سي تان سَڀ حُبابَ؛
هادِيءَ سين هُنَ پارَ ڏي، رِڙهِين ساڻ رِڪابَ؛
چَنبو وِجهي چورَ کي، آءُ چَڙهَ عُقابَ!
دِيدُ وِجاءِ مَ دوسَتَ جو هلِي مَنجِھ حِجابَ؛
ڪَسرتَ آهي قُربَ ۾، اِدغامَ ۾ اِعرابَ؛
فَنا وجِهي فَمَ ۾، ڪارڻ ٿِئي ڪَبابَ؛
ڏي طَهُورا تن کي، جي سِڪَنِ لاءِ شَرابَ؛
مُنِيءَ ڪيا مرضَ ۾، جاوا سَڀ جَوابَ.

## داستان پيو

1

ڪَرڪَلَ ڪوچَ ڪُنَ گهڻا ، جِتِ جَرَ واڳُو جِئائين؛
پاڻ اُڇلِي آبَ ۾، وَهَ سِرِ وِڌائين؛
لَهرِيُون لَنگهيائين، لُطف ساڻ لَطِيفُ چئي.

2

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جتِ سَنّاٽا سيسارَ؛
بيحَدِ باگُو بحرَ ۾، هيبَتناڪِ هَزارَ؛
سارِيان ڪانَ سَرِيرَ ۾، طاقَتَ توهان ڏارَ؛
ساهَڙ جامَ! سَتارَ! سِگهو رَسجِ سِيرَ ۾.

3

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جتِ ڪَڙڪو ڪُنُ ڪري؛
توڏي تاڪُن وِچَ ۾، مَٿان وِيرَ وَري؛
آءُ، ساهَڙَ! مُنهِنجا سُپرِين! پِرتان پيرَ پَري؛
هادِيءَ، هَٿ ڏَري، اونهي مان اُڪارِئين.

4

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جتِ ڪُنَنِ جو ڪَڙڪو؛
آهيم اُنهِين پارَ جو، دِلِ اندرِ دَڙڪو؛
پَچي سِڪَ، سَيَّدَ چَئَي، سِيرَ سَندو سَڙڪو؛
والِي! ڪَجِ وَڙُ ڪو، ته پارِ لَنگهيان پاڄهه سين.

5

دَهشَتَ دَمَّ دَرياهَ ۾، جتِ جايُوُن جانارَنِ؛
نَڪو سَندو سِيرَ جو، مَپُ نه مَلاحَنِ؛

دَرَندا دَرياهَ ۾، واڪا ڪيو وَرَنِ؛
سَچا ٻيڙا ٻارِ ۾، هَليا هيٺ وَڃَنِ؛
پُرزو پَئدا نه ٿِئي، تَختو مَنجهان تَنِ؛
ڪو جو قَهرُ ڪُنَنِ، ويا ڪِينَ وَرَنِ؛
اُتي اَٽارُنِ، ساهَڙَ! سِيرَ لَنگهاءِ تُون.

6

دَرَهَڙَ ڏَنْسَ دَرياهَ ۾، جِتِ لَهرِيُون ڪَنِ لوڙا؛
سَئِين اَچي سمُوندَ ۾، ٿِيا سِيٽايا سوڙا؛
جي تارُو هُئا تو ڙا، تن هَريو پانيو هيڪڙو.

## داستان ٽيون

1

تَڙَ تَڪَڙِ تارِ ڳهڙِنَ، اِيُ ڪاٽِيارِنِ ڪَمُ؛
ڏَهَ ڏَهَ پيرا ڏِينهَن ۾، ڏي ڏوراپا ڏَمُ؛
عَقُلُ، مَتِ، شَرَمُ، تيئي نِينهَن نِهوڙِيا.

2

گهيڙان ڪَري نه گهورَ، تَڙُ تَڪَڙِ ڪان نه لَهي؛
جَنهِنکي سِڪَ ساهَڙَ جي، پُورَنِ مَٿي پُورَ؛

ڪارِيءَ راتِ ڪُنَنِ ۾، وَهَمَنِ ڪِي وَهلُورَ؛
جَنهِنکي ساڻُ پِريان جا سُورَ، تَنهِنکي نَدِي ناهِ نِگاهَ ۾.

3

جِتان گهڙِي تِتان گهيڙُ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪُوڙيُون؛
ڏَمَر سين جُسو ظاهِرا، مَنَ ميهارَ سين ميڙُ؛
سا نَدِي پائي نيڙُ، جَنهِنکي سِڪَ ساهَڙَ جِي.

4

جِتان وَهي تِتان واٽَ، ڪَپَرو پُڇَنِ ڪوڙيُون؛
جن کي سِڪَ ساهَڙَ جِي، سي گهيڙَ نه پُڇَنِ گهاٽَ؛
جن کي عِشقَ جِي اُساٽَ، سي واهُڙُ پائيِنِ وِڪڙي.

5

ڪنهن جنهن گهيڙَ گهڙِي، جئن اَوَتڙان تَڙُ ٿيوسِ؛
سالمُ وِيئِي سُهڻِي، ڪُنَنِ ڪِينَ ڪَيوسِ؛
اُهِسُ اکڙِيُنِ ۾، پِريان جو پيوسِ؛
حقّان حَقُّ ٿيوسِ، هُئِي طالِبِ حَقُّ جِي.

6

هُئِي طالِبَ حَقُّ جِي، توڏِي لاڪُون توڙَ؛
نه مَلاحُ نه مَڪُڙِي، نڪِي ٻَڌِي نوڙَ؛

پاڙي پنيءَ پوڙ، سُهڻيءَ ليکي سِيرَ ۾.

7

توڏي توڙائين، نينهَن نوازي سُهڻي؛
ڪُچيءَ هارُ حَبيبَ جو، لائقُ لَڌائين؛
سو تَڙُ سوناڻين، جيڏانهن عالَمَ آسِرو.

8

توڏي! تُهائين جي، سي هِتي ڇَڏِ حِرصَ؛
ساهَڙَ ڏا ران سُهڻي! ڪوٺيُون ڪَن ڪِرسَ؛
وَڏي اِيَ وِرسَ، جيئَن ڏَمَ وَٺِ ڏِينهَن گُذا رِئين.

9

ساري سِڪُ سَبَقُ، شرِيعَتَ سَندو، سُهڻي!
طرِيقَتان تِکو وَهي، حَقيقَتَ جو حَقُ؛
مَعرِفَتَ مَرَڪُ، اَصلُ عاشِقن کي.

10

صَبُرُ شاڪِرَنِ، آهي اوطاقُنِ ۾؛
جي واصُل ٿيا وِصال ۾، سي ذرو ظاهِرُ نہ ڪَنِ؛
وِيٺَ واهَرَ تَرَنِ، هِنئَڙا، جَنِ هَڇي ويا.

11

سِيا ري سِهَ راتِ ۾، جا گهِڙيي وَسندي مِينهَن؛
هَلو نہ پُڇُون سُهڻِي، جا ڪَرَ جاڻي نِينهَن؛
جنهن کي راتو ڏِينهَن، ميها رُ ئِي مَنَ ۾.

12

سانوَڻَ گهِڙيي سَيَڪا ، هِيءُ سَرَهِي سِيا ري؛
تَنُ وِڌائِين تا رِ ۾، اَرواحَ جي آري؛
مُحبَتِي ما ري، ڪونهي دادُ دَرياهَ ۾.

13

واهُڙَا! پَرِيُون مَ پاءِ، تو پڙُ ليکو ڏيڻو؛
سدا سانوَڻَ ڏِينهَڙا ، هِئَن نہ هُونداءِ؛
وهاڻي ويندا ءِ، اوپِرَ اُتاهان لَهِي.

14

مُحَبَّتِي ميها رَ جُون، دِلِ اَندرِ دُونهِيُون؛
آٽِيو وِجهي آرَ ۾، لُهاڙُو لُوهيُون؛
جي ساهڙَ جُون سُونهيُون، سِيرِ سِراڙُو تن کي.

وائي

مَدَتَ ٿِيُ، ميها رَ! يا رَ! ساهَڙَا! سائَرَ سِيرَ ۾.

اُونها ڪُنَ، اَتانگَ تڙَ، اوِلِي هڙُ، آڌارَ!
ڏِينهَن ڌُهِلا ڌَمَ سين، آهِيان اوهان ڌارَ؛
ٻِچَلِ ٻانڌِي ٻارِ ڪَري، اَتِ اُٻتا آرَ؛
تِني گِهڙِي سُهڻِي، آگِهه رِءَ آڌارَ؛
”ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو“، توڏِيءَ ڪِي تنوارَ؛
سَنپُوڙو سِيڏاهِ سين، سِگهو رَسُ، سَنگهارَ!
اورارانَ آهُون ڪَرِيان، پَهچان شَلَ پرارَ؛
سُڻِيو جهانءِ جِهڄي هِنئُون، ساڻپارا سَنپارَ؛
آيَم رِيلي رِيءَ سين، اَللهَ توآهارَ؛
تارِ تَرَندَيَسِ، لُڙَ لَنگهيندِيَسِ، وِيندِيَسِ وَٽِ وَچارَ؛
پُورِيندِيَسِ پارِ مَٽِي، سَهسَين جِي سِيسارَ؛
گُولِي گهاگهائي گِهڙِي، جَڪَنِ ٿا جانارَ.

## داستان چوٿون

1

اَدِيُونَ! سڀ اَندامَ، چَڙَنِ مُنهنجا رچورِيا؛
لارُنِ جا لَنءُ لائي، سا ڪِيئَن آڇِيان عامَ؟
لِگِيس جنهن جي لامَ، سو دِلاسا دوست مُنجي.

2

ڪارا ڪُن، ڪارِي ٽِڱي، جت ڪارِيهَر ڪَڙڪا؛
مَئي مَتي مِهراڻَ ۾ ، اَڇنِ ڊُپارا ڊَڙڪا؛
وِيندي ساهَڙَ سامهان، جهولَ ڏِنس جهڙڪا؛
ڪِرڪِنِ جا ڪَڙڪا، سُونهان ٿيڙَس سِيرَ ۾.

3

جِيارِيَسِ سَنپارَ، ڪُهُ ڪَرِيندَمِ ڳَڏجِي؟
ويروتارَ وُجُودَ ۾، پِرِيُنءَ جي پَچارَ؛
سَجَڻَ هُونِ ڏارَ، جي هِنئَين ۾ حَلُ ٿِيا.

4

ٻيلي پارِ ٻرِي، مون کي چڙَنِ چورِيو؛
مُحَبَّتِي ميهارَ جِي، سُتي شاخَ چُرِي؛
مَٿي جهوڪَ جُهرِي، پَوَندِيَسِ پاريڇَنِ جي.

5

هُنَ پَرِ سُيَمِ هُوءِ، سُتي سَنپارَنِ جِي؛
ڇِتُ چڙَنِ چورِيو، جؤنڪ ٿِيڙَمِ جُوءِ؛
مُحَبَّتِي ميهارَ جِي، بِاللهِ پِييَمِ بُوءِ؛
وڃِي رُوءِ بَرُوءِ، ڏيکيان دوستَ ميهارَ کي.

6

ڪِٿي ٿِيو ميهارُ؟ ڪِٿي ٿو گِهندُ گُڙي؟
ڪِٿي ڏُونهِي دوستَ جِي؟ ڪِٿي پَريون پارُ؟
جَنهن مُون سَڀِ ڇمارَ، جَرَ ۾ جهوتُون ڏِنيُون.

7

ميهاران مِرڪَ، پيتائين پِريمَ جِي؛
تنهن مُنڌَ مَتوالِي ڪِي، سنڌِيءَ ساءَ سُرڪَ؛
لِڳِيَس ڪامَ ڪِرڪَ، لوهان تِکِي لَطِيفُ چئي.

8

مَري تان مَ ميهارُ، وَڻانُ وِلهو مَ ٿِئي؛
وَچِنِ جي وَچارَ جو، وِنگو ٿِئي مَ وارُ؛
ساهَڙُ مُون سِينگارُ، ماٺُهِنِ ليکو مِهڻو.

9

چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آئُون مَٿي بيٺَ؛
لُڙَ لَنگِهيندِيُون ليٺَ، لُطِفَ سانُ لَطِيفُ چئي.

10

چاهَڪَ چَرِي، تارِ تَرِي، آئُون مَٿي ڪُنَ؛
ڪوڙِيِن ڪَرَ ڪَٽندِيُون، ساهَڙَ جي سَمَنَ؛

مينهُون ساڻُ اَمَنَ، پَرچِي پا رِ لَنگِهيندِيُون.

## داستان پنجون

1

ساندَه سَپ دَرياهُ، پَري ڪَنڊِي پا رَ جِي؛
چِڪِي چوڙِيءَ ۾ گِهڙِي، جِتي جِيَّ وِڙاهُ؛
پَسيو ڏوه ڏَڪي هِنئُون، آرِ مَٿي اَرِواحَ؛
جي توهُ ٿِئي توڏانهُن، ته وِيرَ وَهِيڻو ناهِ ڪي.

2

سِڪَڻَ وارَنِ سُڻِو، جي دَهشَتَ سان دَرِياهُ؛
اوڙَڪِ اُنِين جو نه رهي، آرَ بِنا اَرِواحَ؛
ويندي ساهَڙَ سامهون، صَدقو ڪنديون ساهُ؛
جن کي حُبَّ اُنهِين جِي آهِ، ساهَڙُ ساڻِي تن جو.

3

گِهڙِيا سي چَڙهيا ، اِئِين اَٿيئِي؛
مَئِي مٿي مَهراڻ ۾، پَوَ ٽِپو ڏيئِي؛
ته ميها رُ مِليئِي، سَنپُوڙُو سِيڻاهَ سين.

4

اکيُون مُنهن ميهارَ ڏي، رَکيُون جن جوڙي؛
رِءَ سَندَ، سَيَّدُ چئي، تارِ ڳِهڙَن توڙي؛
تنين کي ٻوڙي، سائرُ سَگهي ڪِينَ ڪِي.

5

جيڏانهن چِتَ چاهُ گهڻو، آرُ ٻہ اوڏانهِين؛
وڃِي وَهُ واڪا ڪيو، تِکو تيڏانهِين؛
ميهارُ مِلائين، لهرُن منجِهه، لَطِيفُ چئي.

6

پَليان، پَلِيو نہ رهي، نِرتُون نِينهُن نِبارُ؛
ڳِهڙان، گهورِيو جِندُ ڙو! اُٿلَ مُون اَپارُ؛
جنِين مَنِ ميهارُ، هَلَڻُ تنِ حَقُ ٿِيو.

7

سَندو ڏَمَ ڏَهَڪارُ، هَڏَهِين ڪونهي هِنَ کي؛
هِيءَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، پُسائي نہ سِينگارُ؛
ڪارَڻِ مُنڌَ ميهارُ، ڪارِيءَ راتِ ڪُنَ تَري.

8

جيهَرَ لوڪُ جَهپَ ڪَري، ذَرو جاڳَ نہ هوءِ؛
اوهيَرَ اَچيو، اَديُون! پَهُ پِريان جو پوءِ؛

جي ڪَچو چوِنِ ڪوءِ، ته مَرڪُ پانيان مِهڻو.

9

نه ڪَرڪِينءَ سُئِي؟ جي سِيرَ نه گِهڙِيِ سُهڻِي؛
هِتِ حياتِيءَ ڏِينهَڙا، هَڏَهن تان نه هُئِي؛
چُلي تنهن چَرِي ڪئِي، جو ڏِنُسُ اُنَ ڏُهِي؛
سُهڻِي ڪِي، سَيَّدُ چئِي، وڌو قُربَ ڪُهِي؛
هُنئِين هُوندَ مُئِي، پَرَ ٻُڏِيءَ جا ٻِيڻا ٿِيا.

10

ڪا جا ڪُن ڪَرِينِ، پِنِيءَ پُڻِ جُهڻِ پاڻ ۾؛
اکيُون تنهن آبَ ڪِي، آڏِيءَ اُڪِيرِينِ؛
توڻي تِڪُون ڏِينِ، ته بہ اُجَ اُنِين ڪِي نه لَهِي.

11

دائمَ جا دَرِياهَ ۾، سا مَڇِي ڪِنِي ڪوهُ؟
آهس اِيُ اَندوهُ، پاڻِي ڪِٿِي پِيان.

12

لهرَ مِڙوئِي لالَ، وَهَڻُ ڪَنُورِيان وتَرو؛
اوبها را عَبِيرَ جا، جَرَ مان اَچن جالَ؛
ڪُنَنِ گِهڙِي ڪالَ، سِڪَ پِريان جي سُهڻِي.

13

جيڪي ڏُٺءِ تارِ ۾، ڪَنڌِي سو ڪَهيج؛
جَرُ وڏو، جهاجهه گهَڻي، پاندُ مَ پُسائيج؛
ساهَڙُ ساڱاهيج، ته ثابِتُ لَنگهين سِيرَ مان

14

جا هَڙَ اَندَرِ جِيَّ، ساهَڙَ ڏِني ساهَ کي؛
سا هَڙَ ڇُڙي نه ساهَ جِي، سا هَڙَ ساهَڙَ رِيَّ؛
ساهَڙَ ميڙِ، سَمِيعَ! ته سا هَڙَ ڇُڙي ساهَ جِي.

وائي

اکيون پيرَ ڪَري، وَجِجي، وو! وَجِجي.
سُپيرِيان جِي ڳالهڙِي، ڪنهن سان ڪِينَ ڪجي؛
لِڪائي لوڪَ کان، ڳُجهڙِي ڳوٺِ نجي؛
مُحَبَّتِيءَ ميهارَ جو، سُور نه ڪنهن سَلجي.

داستان ڇهون

1

ساهَڙَ جا سِينگارَ، اَڻ لِکيا اڳي هُئا؛

نڪا ڪُنْ فَيَڪُوْنُ هُئي، نڪا ٻي پچار؛
مَلَڪَنِئان مَهندِ هُئي، توڏيءَ جي تنوار؛
مُحَبَّتَ ساڻُ ميهارُ، لايائين لَطِيفُ چئي.

2

ڳهيڙَ لَنگهيو ڳهاري، مِيثاقان ميهارَ ڏي؛
اَلَسْتُ بِرَبِّڪُمْ قَالُوْا بَلىٰ، پَرِ اِها پاري؛
ڏِسيو ڏيکاري، پِرت پِريان جو پيچِرو.

3

اَلَسْتُ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن چَيائُون؛
مِيثاقان ميهارَ سين، لَڏيُون مُون لائُون؛
سو موتي ڪِيئن پائُون؟ جو مَحفُوظان مُعافُ ٿِيو.

4

اَلَسْتُ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن اَمُرُ ڪيو اَحَدَ؛
هو مَنَ ڪاڍو ميهارَ ڏي، سُهڻيءَ سِڪَڻَ سَدَ؛
دِلو دَوْرَ دَرِياهَ جي، ڪيو اِرادي اَڏَ؛
جيڪِي آيسِ ڏانهن عَهدَ، سو پاري مُنڌَ پاتارَ ۾.

5

’اَلَسْتَ‘ اَرواحَنِ کي، جَڏهِن جاڳايو جَلِيلَ؛

سَنئِين راهَه، سَيَّدُ چئي، سونائُون سَبِيلَ؛
وَحدَتَ جِي وادِيءَ ۾، ڪوڙين ڪي قِلِيلَ؛
دَرِياهَ جي دَلِيلَ، لَکين لهوارا ڪيا.

6

ڪامان، پَچان، پَجُران، لُڇان ۽ لوچان؛
تَنَ ۾ تَوُنسَ پِرِينءَ جِي، پيان نه ڍاپان؛
جي سَمُندَ مُنهن ڪريان، توءِ سُرِڪيائي نه ٿئي.

7

ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو، اُٿِيهَ اُونداهِي؛
چَندَ نالو ناهِ ڪو، دَرِياهَ دَڙَ لائِي؛
ساهَڙَ ڪارَڻِ سُهڻِي، آڏِيءَ ٿي آئِي؛
اِي ڪَمُ اِلاهِي، ناتَ ڪُنَنِ ۾ ڪيرَ گهڙي؟

8

ڪارِي راتِ، ڪَچو گهڙو، نڪا سِيٺهَ سانُ؛
وِجهي وَيرَمَ نه ڪري، پِريان ڪارَڻِ پانُ؛
مُحَبَّتَ کي مهرانُ، سُڪِي سَپُ پَٽُ ٿِيو.

9

اورارِ نه پَرارِ، ويچارِي وَهَ وِچَ ۾!

سُڪِي ڏَنِيءَ سُپرِين، ٻيو مِڙوئِي تارِ؛
تُون ڳِھڙُ، ڪِيمَ نِهارِ، ٻُڏندَنِ سين ٻاجُھون ڪري.

10

هِنَ پارِ، نہ هُنَّ، ويچارِي وَهَ وِچ ۾!
نِيچُ نِهاري نہ ڳِھڙِي، تنھن ۾ پيس تُنَّ؛
اَللهُ! ساڻُ اَمُنَّ، آران ڪنھن اُڪارِئين.

11

سَهسين سائِرَ ڳَجَنِ، توءِ سَهَج نہ مَنِي سُھڻِي؛
تہ ڪي نِينھَن چِڄَنِ، پَرِتَھِين پِرِيُنِ جي؟

12

سُپيريان جي تُرهي، ٻُڏِي! هَٿُ مَ لاءِ؛
صُباحَ تو چوَنداءِ: ”اَسان تو اُڪارِيو.“

13

سُپيريان جي تُرهي، ٻُڏِين، توءِ مَ لَڳُ؛
جي پائِئِين پِرِينءَ مِڙان، تہ پُور اُبتي وَڳُ؛
پاءِ تيڏاهِين پَڳُ، ناهِ جيڏاهِين نِجُهرو.

14

سُڪِيءَ ٻُڏَنِ جي، ساهَڙُ ساڻِي تن جو؛

لَهرِنِ سِرِ لَطِيفُ چئي، ڪُلهنِ چا ڙهيو ني؛
جي پُڇَنِ پَنڌُ پَري، تِنِ اُماڻي اورهُون.

15

سُڪِيءَ جي سانباهَ ۾، ٻُڏِين، توءِ ٻُڏُ؛
ڪَڪَ، ڪاندِيرا، ڪانيُون، ميڙِي، ٻَڌُ مَ مَڏُ؛
نڪو ساهَڙُ سَڏُ، نڪا سُڃي سُهڻي.

16

جي تو بيتَ ڀانيا، سي آيتُون آهِينِ؛
نِيو مَنُ لائِينِ، پِريان سَندي پارَ ڏي.

## داستان ستون

1

ٻوڙِئِين، چا ڙِهئِين، تُون ڏَڻِي! ٻِئي جو دعوىٰ رَسي نہ دَمُ؛
هِنِ مُنهِنجي حالَ جو، ميهَرَ تي مَعْلَمُ؛
رَکُ پيلي جو پَرَمُ، جو اَڇي پِيو اَجهور ۾.

2

ڪانڌِي ڪَنگَ ڦِياسِ، وَهَڻُ جَنا زو سُهڻي؛
ٻَگها جي ٻيڻَنِ جا، ڪُلها تن ڏِناسِ؛

اَکئين مَلڪَ ڏِنَاسِ، توءِ مَنَ ڪَاڍو ميهارَ ڏي.

3

اُپو تَڙِ ميهارُ، مَلاحنِ سَڏَ ڪري؛
آءُ پِڻُ وِڃهان هَتِڙا، اَئين پِڻُ وِڃهو ڇارُ؛
گھوريُون ڪارُونپارُ، مانَ مِلنُّون سُپرِين.

4

ڪَنڌِي جَهليو ڪانهَن، عاشِقُ اُپو آهُون ڪري؛
تو ڪِيئَن ٻوڙِي سُهِڻي؟ ٻيلِي مُنهِنجي ٻانهَن؛
دَرِياهَ! تو تي دانهَن، ڏِيندُسِ ڏِينهَن قِيامَ جي.

5

جِتي پيرَ پِرَنِ، پُريُون پَون پَوارِيُون؛
تانگھ نہ لَڌِي تارُئِين، مَپُ نہ ماڻيُڙَنِ؛
ڪَنڌِيءَ اُپا ڪيتِرا، سِيڻاهِيا سَنڪَنِ؛
تُون ڪِيئَن تن تَڙَنِ، اَچيو، اَسارِي! گھڙِين؟

6

سانپارا سَڏَ ڪيو، اُپا چَوَنِ: "آءُ"؛
هِڪ تِکوئِي تارِ وَهي، ٻيو لُڙُ، لَهريُون ۽ واءُ؛
ساڻي جن اَللهُ، ٻُڃهان سي نہ ٻُڏنِديُون.

7

هارِي! حَقُّ رَکيج، ساڻيا را ساهَڙَ جو؛
خوابَ، خيالَ، خَطرا، تن کي تَرڪُ ڏِئيج؛
اَندَرُ آئينو ڪري، پَرِ ۾ سو پَسيج؛
اِنهيءَ راهَ رَميج، تہ مُشاهِدو ماڻِئين.

8

ساڻيا را سيئِي، تَنُ جنِين جو طالِبُو؛
مَنُ پرِيان نيئِي، پيِڇهِيو پاڻُ ڳري.

داستان اٺون

1

ٻُڌَندي ٻُوڙَنِ کي، ڪي هاتِڪَ هَٿَ وِجهَنِ؛
پَسو لَجَ، لَطِيفُ چئي، ڪيڏِي ڪي ڪَڱَنِ؛
توڙي ڪَنڌِيءَ ڪَنِ، ناتَ ساڻِن وڃن سِيرَ ۾.

2

ڪَچِي ڪاڻِي ڪانهَن، ٻُڌا ڪَڍي ٻارِ مان؛
يا لَنگهائي، لَطِيفُ چئي، يا ڏُريان ڪري دانهَن؛
ڪَما حَقَہٗ ڪَڱَنِ جي، آهي ڳالهِ اڳانہ؛

جيڪِي ڏي ٻُڏَنِ کي ٻانهَن، نات َ ساڻَن وڃن سِيرَ ۾.

3

آهِئِين هُتِ اُماڻَ، ٻَڌُ تُرهو تا رِ جو؛
لَهريُون، لُڙُ، لَطِيفُ چئِي، جَهليا جُنگَ جُواڻَ؛
اُونهي تَڙِ آ گَهِيُا، آڏي پائي آڻَ؛
جي پِيا مُنهن مهراڻَ، تن ٻانڌِيُنِ بيٺُ نہ اُڇَهي.

4

ڪَچِي ساڻُ ڪَهي، پَڪو پُڇِي نہ سُهِڻِي؛
لَنگهيو لُڙُ، لَطِيفُ چئِي، وَڃا رَنِ وَهي؛
سا ڪِئَن نِينهَن نَهِي؟ جنهنکي نِينهَن نَڏو ڪَڻِي.

5

ڪَڍيا جي ڪُلالَ، سي پَسِي خالَ خُوشِ ٿِئِي؛
پاڻِيءَ چِڙَ پُسائِيا، ڏاءَ نہ جَهلِي ڏَمالَ؛
سيَڪَ پاڻيا سُهڻيءَ، جوڀَنَ جي جَمالَ؛
آڪي جا اَحوالَ، مَعْلُمُ ٿِيا مهراڻَ ۾.

6

ڪَچو تان ڪوهُ؟ پَڪو نَظَرُ پِريُنّ جو؛
ساهَڙُ مُنهِنجو سُپِرِين، ڏَمَ ڏِنيئِي ڏوهُ؛

جي ڇَنُو جي ڇوهُ، تہ پُورِيندِيَسِ پارِ مَٽِي.

7

ڪَچِي ڪَٿُ نہ جَهليو، پيلو پيو پُرِي؛
سارَ ڇَڏيائين سِيرَ ۾، ٻانهُنِ ڪان ٻُرِي؛
لَٿي لَهرِيُون وِيئُون، ڇؤڏا رِي ڇُرِي؛
هِنئَڙي مَنجهہ هُرِي، ماهِيَتَ مَلَڪَ المَوتَ جي.

8

پيلي پُلائِي، پَسِي ڇِٽَ ڇَرِي ٿِئِي؛
”ٻِرَ! ٻِرَ! ٻُڏِي سُهِڻِي!“ وِيرُنِ ۾ وائِي؛
ڪَچِي ڪيرائِي، لالَ لَهرِنِ وِچَ ۾.

9

پَڪو ڪَٽِڄ پاڻَ سين، ڇَڳو ڇِٽائي؛
ڪَچو ڏِيج ڪُلالَ کي، مُنهن تي موٽائي؛
سو سُڻُ هِنئَين سين، سُهِڻِي! جيڪِي فائِقُ فَرمائي؛
مؤجُون مُنجهائي، ما رِيئِي مَهراڻَ جون.

10

پِرُ، پَلِيرا سُپِرِين! پَلا ۾ پيراهَ؛
تو رِءَ تارِي ناهِ ڪا، والِي! تو رِءَ واهَ؛

ساهَڙَ جي صَلاحَ، تَنَ ڪي ڪَڍِي تا رِ مان.

11

تَنَ ڪي ڪَڍِي تا رِ مان، صُلحُ ساهَڙَ جو؛
اُتِ آڏو اَچِي ڪِين ڪِي، بِيلِيو بِئِي جو؛
ميهَرَ! ڪَج مُنهنجو، ڪو اوڪَرُ ڪَنهِين آرَ تان.

داستان نائون

1

جَرِ ٿَرِ تِڪَ تَنوارَ، وَڻَ ٽِڻِ وائِي هيڪِڙِي؛
سِپِيئِي شَيءِ ٿِيا ، سُورِيءَ سَزاوارَ؛
هَمَہَ مَنصُورَ هَزارَ، ڪَهڙا چا ڙهيو چا ڙهئِين.

2

سَيَتِ پَچا ر پِرِيُنِ جِي، سَيَتِ هوت حُضُورُ؛
مُلڪُ مِڙيو مَنصُورُ، ڪُهِي ڪُهَندين ڪيترا ؟

3

لَهرِن لَڪَ لِباسَ، پاڻِي پَسَڻُ هيڪِڙو؛
اُونهي تَنهِن عَمِيقَ جِي، واري چَڏِ وِماسَ؛
جِتِ ناهِ نِهايتَ نِينهَن جِي، ڪوءِ اُتِ پَنهنجي ڪاسَ؛

تَڙَنِ جِي تَلاسَ، لاهِ تہ لالَنَ لِڳَ ٿِئِين.

4

وَڃان ڪِينَ وَرِي، هُوندَ رِءَ ڇَئِي رَهِي رَهان؛
ڏُونهِينءَ پاسي دوسَ جي، ماڳهِين پَئان مَرِي؛
صُورَتَ نہ سُنهن ڪا، ڪَيسِ ڇِتَ ڇَرِي؛
وِصالان فِراقَ جِي، سُڃي ڳالهہ ڳَرِي؛
تيلاهِين تَرِي، مُنهن ڳِنيو موٽيو وڃان.

5

جي قِيامَ مِڙَنِ، تہ ڪَرَ اوڏا سُپِرِين؛
تِهان پَرِي سُڄَنِ، واڍايُون وِصالَ جُون.

6

آئُون ڪِ نہ ڄاڻان اِئَن؟ تہ جَرَ گهڙِي جوڪو ٿئي؛
قَضا جا ڪَرِيمَ جي، تَنهن ڪان ڪَنڌُ ڪَڍِيو ڪِيئَن؟
هِڪُ لِکَئي، ٻِئي نِينهَن، آڳي اوليَسِ اول ۾.

7

نہ ڪاتِيءَ نہ ڪانهَن، نَڪو ڏوهُ قَلَمَ جو؛
اَنگُ اُتيئِي لِکِيو، جِتِ نہ رَسي ٻانهَن؛
ڪَنهِنکي ڏِيان دانهَن؟ قَضا قَلَمُ وَهائِيو.

9

نَڪو سَنڌو سُورَ جو، نَڪو سَنڌو سِڪَ؛
عَدَدُ ناهِ عِشقَ، پُڄاڻي پاڻَ لَهي.

10

سِڪَ تُنهِنجي، سُپِرين! اَندر ٿي اَجهَلَ؛
ٻَرڪِيو ٻاهر نِڪري، ڪُوري ڪانئِي ڪَلَ؛
رِءَ سِيراهِيءَ سَل، مُونکي ڏِنا سَڄَڻين.

11

ڪِي تران ڪِي تارِ مُون، ڪِي سَگهان ڪِي سَگهُ؛
آڏو ڏيج مَ لَگُ، مُون هيڪلِيءَ، وَلَها.

12

ڏِني ڏِينهَن ٿِيامَ، ڪوهُ ڄاڻان ڪهڙا پِرين؟
سَهسين سِجَ اُلَهِي، واجهائِيندي وِيامِ؛
تِنين سالَ ٿِيامَ، جِنِين ساعَتَ نه سَهان.

ابيات متفرقه

1

ساهَڙَ ڏاران سُهڻي، نِسورِي ناپاڪَ؛

نَجاسَتَ ناهِ ڪري، اُنِين جي اوطاقَ؛
هُوءِ جي ڪِيرَ پِياڪَ، پاسي تِنِين پاڪَ ٿِئي.

2

ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، هِيءَ تان جُنبِي جوءِ؛
هِنَ پاڻِيءَ سين پانهنجو، مُورِ نہ مَٿو ڌوءِ؛
جي پِرِينءَ پاسي هوءِ، تہ ڪَر توڏِيءَ تَڙُ ڪيو.

3

ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، هِي تان جُهڪِي زالَ؛
توڏِيءَ تَپُ شرُوع ٿِيو، هَيءَ! هِيٺِيءَ جي حالَ؛
جَڏِيءَ رِءَ جَمالَ، اکِهي ٿِي آهُون ڪري.

4

ساهَڙَ ڏاران سُهڻِي، آهي مِ آزارَ؛
ڏَمَ پاسي مِ ڏُکَندو، صِحَتَ وَٽِ سَنگهارَ؛
توڏِيءَ سَندي تَنَ جِي، دَوا مِ دِيدارَ؛
جي پَسي مُنهن ميهارَ، تہ سِگهيائي سَگهي ٿئي.

5

ڏِيهاڙِي ڏَمرُ ڪري، مَٿي مُحَبَتَ مُون؛
تنهِن ڪي اَچِي تُون، پِرِيَمِ! ڪوهُ نہ پَلئِين.

6

جان جان هُئَي جِئَرِي، وِرِچي نه وِئي؛
وِچِي پُون پيئي، سِڪَندِي ڪي سَجَڻِين.

7

جان جان هُئَي جِئَرِي، وِئي نه وِساندِ؛
لُڙهِي لَهرِن پاندِ، مُيائِي ميهارَ ڏي.

8

وَرُ اُونداهِي راتڙِي، ڪوءِ چاندُوڻِيءَ چندان؛
اوري ميهار ان، مُنهن مَ پَسان ڪو بيو.

9

سائر ٻوڙِي سُهڻِي، نه ڏوري نه ڏِندِ؛
اکين مَنجهه اُڪَندَ، مُيائِي ميهار ڏي.

10

سانوڻَ لَهرِيُون، ٿَرَ وارِي، تِرَ وارَ؛
اِنهان ئِي اَپارَ، مُون سين پَلِي پالَ ڪيا.

وائي

مُنهِنجُون سيپيئي، آئِلِ! ماءِ، مَنَ مُرادُون پُنيُون.

جهڙي پريان ڳالهڙي، تهڙي ٻي نہ ڪاءِ؛
ڪجي تان ڪوڙُ ٿئي، سُڄي تان سيباءِ؛
ويهُ داتا جي دَرَ تي، شُڪُر جنهن جُڳاءِ؛
ڪانهي حَدَ حَمَدَ جي، نہ ڪَريان لانَ لاءِ؛
ڳِڙيو، ڳِڙيان ڪيترِيُون، وَڏيُون وَڏاياءِ؟
سو مُون هَٿان نہ ٿِئي، جيڪِي تو جُڳاءِ؛
تو سَڄيُون، تو سَنديُون، سِڪَن توهِين ساءِ؛
اُجَ تُنهنجي اُجيُون، لوچِن توهِين لاءِ؛
دِلِ دانهُنِ ري نہ رهي، مُون کي ماٺِ جُڳاءِ.

# سُر سسئي آبري

داستان پهريون

1

جي سِجهائي سڪَ، تہ پِرُ سِڪي سَسُئِي؛
پِيائِين پُنهونءَ کي، هڏِ نہ پِڳيَسِ هڪَ؛
اِن تَڙَ منجهان تِڪَ، ڏِني پاڻَ اُجَ ٿئَي.

2

پَسِي جهاجهه جَمال جِي، جنِين پيتي پِڪَ؛
اَپِر اڳا نجهو ٿيو، سُورُ اُنين کي سِڪَ؛
هڏِ نہ پيڳِينِ هڪَ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾.

3

مُحَبَّتَ جن جي مَنَ ۾، تن تِشْنَگِي تارِ؛
پِي پيالو اُڃ جو، اُڃَ سي اُڃ اُٿيارِ؛
پُنهون پاڻَ پيارِ، تہ اُڃَ سِين اُڃَ اُجهائِيان.

4

مَحَبَّتَ سَندو مَنَ ۾، پُرُ پيالو جن؛
پيڻَ پَرَچاءَ ناهِ ڪو، ڪنهن جنهن ڏاهِ ڏِيَنِ؛
تنهن نِهايَتِ ناهِ ڪا، جنهن سُڃا سُڃَ وڃن؛
تيلان اُڃَ مَرَنِ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾.

5

سَدا سائِرَ سِيرَ ۾، اَندرِ لهي نہ اُڃَ؛
پَسَڻُ جو پِرينءَ جو، سا سَپائِي سُڃَ؛
تيلان مَرَنِ اُڃَ، سَدا سائِرَ سِيرَ ۾.

6

ساجَنَ ڪارَڻِ سُڄَ، مَرُ قَبُولي سَسُئِيءَ؛
اَندَرُ جِنِين اُڄَ، پاڻِي اُڃِيو اُنَ کي.

7

پاڻِيءَ مَٿي جهوپِڙا، مُورکَ اُڃَ مَرَنِ؛
ساهان اوڏو سُپَرِين، لوچي تان نہ لَهنِ؛
دَمُ نہ سُڃاڻَنِ، دانهون ڪَن مُنَنِ جئَن.

8

سَسُئِيءَ ڪِينَ سَمجهيو، اوري آريءَ ساڻُ؛
ڪري پيڪُ پُنهونءَ سين، پاڏا رِيائِين پاڻُ؛
ڄَٽِ وِڄايو ڄاڻُ، ٻانَيَڻِ ٻَروچَنِ سين.

9

لَڳي ڪوسو واءُ، لوڪُ مِڙوئِي لَهِسيو؛
اُپَنِ مَنجهان آيو، "هيءِ! هيءِ!" جو هڳاءُ؛
ڦُيورَنِ تَنوارِيو، پُنهونءَ پُڄاڻاءُ؛
رَسِيو سُورُ شَبانَ کي، وُحُوشَنِ وَٺاءُ؛
مِرُوئَنِ موتُ قَبُولِيو، اَپَرِ اَفسوساءُ؛
ٻَرَ پِڻُ ڪَن ٻُڪاءُ، اُڪَندِيا آرِيءَ لَءِ گهڻو.

10

مَهندِ مُحتاجِي ڪَري، پُنهِيءَ پيرُ ڪَٽيجِ؛
ڪُبيلِياڻِي! ڪيچَ ڏي، حُجَ مَ هلائيجِ؛
پاٽا ڏارَ پرِيَنِ جا، سَسُئِي! سانڍُ ڪَٽيجِ؛
اوڏِي عَزازِيلَ کي، ويجهي تان مَ وَڃيجِ؛
نا اُميدِي نيجِ، تہ اوڏِي ٿِئين اُميدَ کي.

11

ويهُ مَ مُنڌَ! پَنهورَ ۾، ها ڙهي هڏِ مَ هلُ؛
ڪُوڙِي ڪَڄ مَ ڪَڌهين، سَچِي ڳالهہ مَ سَلُ؛
جانِبَ لاءِ مَ جَلُ، سُورَ وِسارِ مَ سَسُئِي!

12

سُڪين ٿِيُ مَ سَنرِي، پَسِي ڏُکَ مَ ڏَرُ؛
پَٽي ڪَرِ مَ پانهنجو، گهورِي! اَڏِ مَ گهرُ؛
مارِي! هڏِ مَ مَرُ، مَچُڻِ جِيُ جِيارِئين.

## داستان ٻيو

1

پَسِي ڏُونگَرَ، ڏاهِ! جِمَ هلَڻَ ۾ هيڻِي وَهين؛
لانچي لَڪَ لَطِيفُ چئي، پُنهِيءَ ڪيچِئِين ڪاهَ؛

پُڇي پُورِج، سَسُئِي! بَلوچاڻِي باهَ؛
اِنَ وَڙائِيَ وَرَ جِي، آسَرَ هڏِ مَ لاهِ؛
جو اِڪِنئُون اوڏو آهِ، سو پِرين پَراهون مَ چئُو.

2

هتان ڪِٿي هتِ، جن رَکيو، سي رَسِيُون؛
ساجَنُ سُونهن سُرتِ، وِڪان ئي ويجهو گهڻو.

3

جيڪُسِ يادِ ڪَياسِ، وَرُ وِچِي وَڻڪارِ مِ؛
جَلِدُ جَرِيدي پَندَ مِ، اَدِيُون! اَجُ ٿِياسِ؛
وَچِي ڪيچ پُنياسِ، پا روچاڻِي پاجهہ سين.

4

واقُفُ نہ وَڻڪارَ جِي، پاڻِي ڪَنيُمِ نہ پاءُ؛
جَبَلُ جَلدايُون ڪري، تِڪَ ڏيکاري تاءُ؛
لَڳي لُڪَ لَطِيفُ چئي، معذُورِنِ مَٿاءُ؛
اُتي اوڏو آءُ، جِتِ هوتَ هيڪلِي آهيان.

5

وَڏا وَڻَ وَڻڪارِ جا، جِتِ نانگَ سُجَنِ نيلا؛
اُتي عَبدُاللَطِيفُ چئي، ڪيا هيڪلِيُنِ حيلا؛

جتِ ڪُڙمَ نہ قَبِيلا، اُتِ رَسجِ، رَهبَرَ! راهَ ۾.

6

ويچارِيءَ وَڻڪارُ، اَڳُ نہ ڏِٺو ڪڏهين؛
مَهرَ نہ هئي ما ڙُهين، هو سَڀُ هندُوڪارُ؛
جَتُ ڪيائين يارُ، سُورَنِ ڪارَڻِ سَرَتِيُون!

وائي

هوءِ جي هليا هوتَ سُونها را؛
مُون نہ وَهيڻا، پنهونءَ سَڱيڻا.
سَسُئي پُڇي ساٿَ جا، اوطاقُون اوتارا؛
آن ڪي ويندا ڳڏيا؟ آرِياڻي اِهَ پارا؛
ڌِليُون ڌُوَنرَ هلَوِيُون، مَيَنِ سِرِ موچارا؛
مُون ڪي نِيندا پاڻَ سين، ڪامِلَ ڪُرَ اُجارا؛
اَڊِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چئي، دوسَ آيا دِلدارا.

داستان ٿيون

1

پُنهونءَ چڙهيو پوءِ، جانِبُ جَبَلُ ڳولئين؛

تيلاهين تَنگون ڪَرئين، جيلانهين تون جوءِ؛
ساڄَنُ سُڄَ نِها رِئين، ڏُکِي! ڏوهُ ڪيوءِ؛
ها ڙهي هوتُ نہ هوءِ، وري پُڇُ وِيئِنِ ڪي.

2

وري پُڇُ وِيئِنُ ڪي، سَندا پُنهونءَ پارَ؛
ساڄَنَ سَڀُ ڄمارَ، ڏُکِي! ڏورِج ڏِيلَ مِ.

3

ڪونهي اُتِ ڪوهيارُ، جِتِ تو، پورِي! پانئيو؛
پَنڌُ مَ ڪَرِ پَهاڙَ ڏي، وُجُودُ ئِي وَٽڪارُ؛
ڏارِيا پانئِج ڏارَ، پُڇُ پِريان ڪَرَ پانڻُ تون.

4

سَپِيئِي ساري، سَسُئِي! گهرَ ڪُندُون تون گهورِ؛
وِڃِي ڏُورِ مَ ڏورِ، درا مَنجه دوسِتُ ٿيو.

5

سوئِي ڪَٽيو سانڻُ، سوئِي ڏورِئين، سَسُئِي!
ڪَڏهن ڪَنهين نہ ڪيو، جُلَڻَ مَنجهان جانڻُ؛
پُڇُ پِريان ڪَرَ پانڻُ، تہ تون تِنائِين لَهِين.

6

جو تُون ڏورِيَئِن ڏُورِ، سو سَدا آهي سانُ تو؛
لاڳاپا لَيءِ، لَطِيفُ چئي، مَنجهي ٿِي مَعذُورِ!
منجهان پَنئُن پُرُوڙِ، تو مَنجهه آهسِ تَڪِيو.

7

وَڃِين ڇو وِڻڪارِ؟ هتِ نہ ڳولِئين هوتَ کي؛
لِڪو ڪِينَ لَطِيفُ چئي، ٻاروچو ٻِئي پارِ؛
ٿِيءُ سَتِي، ٻَڌُ سَندِ رو، پِرتِ پُنهونءَ سين پارِ؛
نائَي نيڻَ نِهارِ، تو ۾ ديرو دوستَ جو.

8

هلُ هنئين سين هوتَ ڏي، پيرين ڪَرِ مَ پَنڌُ؛
رائي پُڄُ مَ رَندُ، رِڙهُ رُوحانِي سَسُئِي!

9

ڪَجي پَنڌُ، پُڇان تو، ڪيڇِينُ ڪارِڻِ ڪِيئَن؟
بيخود هلِج بَرَ ۾، آئُون ٿو چوَان اِيئَن؛
سِڪَڻ ساڃَنَ سِيئَن، مَتان، مُنِي! ڇَڏِئين.

10

مَتان، مُنِي! ڇَڏِئين، پريتَڻُو پاٽا؛
جاڻِن جئَن جاٽا، تون پِڻُ هوئِج تن جئَن.

11

مَتان، مُنِي! چَڏِئِين، پاٽان پِرِيتڙَو؛
ڪَتُورِيءَ ڪَٽُو، مَڙهي مَڙهجِ مُنهن ۾.

## داستان چوٿون

1

هيجُ نه هوندو جن، سي ڪِيئَن وِندُر وِينديُون؟
وهو وِچ رَهنِ، سَهسين سَڌُنِ وارِيُون.

2

سَڌائِتِي سَپَڪا، بُکَ نه باسي ڪا؛
جيهيءَ تيهيءَ ذاتِ جي، جُنبَشِ ڪانهي ڪا؛
مون سين هلي سا، جا جِيُّ مِٺو نه ڪَري.

3

وَريتيُون! وَرو، آئُون نه وَرَندِي وَرَ ري؛
جاڏي هنَ جَبَلَ جو، تانگهيندِيَسِ تَرو؛
جَتَنِ ساڻُ ڏَرو، نِينهن نِيرِڻُ نه ٿِئي.

4

وڃوسپ وَرِي، اَئِين جي وَرَن وارِيُون؛

ڦوڙائي فِراقَ جِي، سُڄي ٻاله ڳَرِي؛
ٻُنيان جن ٻَرِي، ڏُونگر سي ڏُوِريندِيُون.

5

اَڄ ملندِيَس، ماءِ! ڏاڄا ڪَنديَسِ ڪَپڙا؛
جِيجان! جوڳِياڻِي ٿِيان، مون کي جهلَ مَ پاءِ؛
هوتَ ٻَروچي لاءِ، ڪَنين ڪُنرَ پائِيان.

6

مُون کي پانئِي پاڄَ، ڏيرَ ڏُوراٽا هليا؛
اَڳِيان اُٿِي اُنِ جي، خُوبُ نه پَڪَمِ ڪاڄَ؛
ميڙِي آپَ سَرَتِيُون، نَڪِي ڳايِمِ ڳاچ؛
سا مُون هٿان نه ٿِي، جيڪا رَسَمَ راڄَ؛
آيَلِ! آءُ اَڪاڄَ، ٻولُ ٻَروچي وِترو.

7

پهرِين تُون پا ريڄ، پا رَنڊُ پوءِ پُنهونءَ تي؛
ٻولُ مَ وِسا ريڄ، هو جو ڪَيُءِ هوتَ سين.

8

توسين ٻولَ ٻهون، سَهسين ساڄَنُ جي ڪري؛
ڪَندِينءَ توءِ ڪهون، جي نالو ڳِيڙُءِ نينهن جو.

9

سُڻي بولَ سَندانِ، جِمَ سُمهين سَسُئِي!
ڪَندِينءَ ڪوهُ ڪيٽانِ؟ جه سي اُنِ اورانگهيا.

10

سِجَ اُلَٿي سَسُئِي، رَتَ وَرَٽو روءِ؛
پَهي نه پانڌِي ڪو، جنهن ڪَرَ پُڇي لوءِ؛
مُوڙِهي وڃي توءِ، موٽَڻَ جِي ڪانَ ڪري.

11

چُلان، مَنجهِم نه چاڪَ، پُران، پَوَنِم پُرڪَٽا؛
مَتان ڪا مُنڌَ ڪَري، موٽَڻَ جِي مَزاڪَ؛
چِٽُ سَندو مُون چاڪَ، ها ڙهي هڏِ هٽِي ڪيو.

12

موٽَڻَ جا مَذڪُورَ، جان ڪِي چَيَسِ جيڏِئين؛
پَرَيتِ پِهرئين پُورَ، نيئِي پهچائِي پُنهونءَ ڪي.

13

موٽِي مَران مَ ماءِ! مَوٽَڻَ ڪان اڳي مَران!
لُڇِي لالنَ لاءِ، شالَ پَوندِسِ پيرَتي!

وائي

مَعلُومُ حالُ حَبِيبَ! مُون کي دَرِدُ قَدِيمي، وو!

دَرِدُ جَدِيدِي، حُبَّ حَبِيبِي.

آلُودِي آزار کان، تولَءِ ٿِيَسِ، طِبيبَ!

شادِي ڏئِين صِحَتَ جِي، غَمِي لاهِ، غَرِيبَ!

اَهئان ٿِي آهون ڪَرِيان، نَعرو مَنجهه نَصِيبَ!

ڪاهلِ آهيان ڪُوڙِي، رَسِي لاهِ، رَقِيبَ!

حاذِقُ آهئِين هنَ جو، اَچِين شالَ، عَجِيبَ!

دَوا آهئِين دِلِ جِي، پُڇ پُڇ رَهيَسِ طَبِيبَ؛

اَلا! عَبدُاللَطِيفُ کي، ڪوڙِي لاءِ، قَرِيبَ!

## داستان پنجون

1

پَڃِي جان پنيورَ کان، ڏُونگَرُ ڏُورِيو مُون؛

ڪاهي رَسِيَس ڪيچَ کي، جِتي پارَ پُنهون؛

سَپَتِ آهئِين تُون، قَضا ڪَندين ڪِنِ سين؟

2

پيهي جان پاڻَ ۾، ڪَيَمِ رُوحَ رِهاڻِ؛
تہ نَڪو ڏُونگَرُ ڏيہَ ۾، نَڪا ڪَيچِيُنِ ڪاڻِ؛
پُنهون ٿِيَسِ پاڻَ، سَسُئِي تان سُورَ هئا.

3

پُنهون ٿِيَس پاڻهين، ويو سَسُئِيءَ جو شَرَمُ؛
هيڪلِيُون هلَنِ جي، پَجي تن پَرَمُ؛
جو وِندُرَ ۾ وَرَمُ، سو سودو سَرِيَسِ هٿهين.

4

پُنهون ٿِيَسِ پاڻهين، ويئِي سَسُئِيءَ جي سُونهن؛
خَلَقَ آدَمَ عَليٰ صُوْرَتِہٖ، اِئن وَٺِ مَنجهہ وِرُونهَ؛
چَرِي مَنجهان چُونهَ، ڪَٿِي هوتَ هنجَ ڪيو.

5

ويئِي سُونهن سَسُئِيءَ جِي، پُنهون ٿِيَس پاڻَ؛
سَپِنِ جِي سَيَّدُ چئِي، آهي اُتِ اُماڻَ؛
پَنهورَ جا پاڻَ، آڏا عَجِيبَنِ ڪي.

6

وَهمَ وِرساياسِ، ناتَ پُنهون آئُون پاڻَ هئِي؛
پاڻُ وِڃايُمِ پانهنجو، پئِي پريان جي پاسِ؛

رَتِي عِلمَ نہ راسِ، ڏاران پَسَڻَ پِرينءَ جي.

7

هيڪَرَ هئَڻُ ڇڏِ، تہ اوڏِي ٿِئين عَجِيبَ کي؛
مَا رَاَيۡتُ شَيۡئاً اِلاَّ وَرَاَيۡتُ اللهَ، نيئي اجها اوڏانهين اَڏ؛
تہ هوتُ توهين ڪان هڏِ، پِرِين پاسي نہ ٿِئي.

8

هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇين ڪوهُ پَهي؟
وَفِي اَنۡفُسِكُمۡ، اَفَلا تُبۡصِرُوۡنَ، سُوجهي ڪَرِ سَهي؛
ڪڏهن ڪانہ وَهي، هوتُ ڳولَڻَ هٿَ تي.

9

هوتُ تُنهنجي هنجَ ۾، پُڇين ڪُوهُ پَريانڻُ؟
وَنَحۡنُ اَقۡرَبُ اِلَيۡهِ مِنۡ حَبۡلِ الۡوَرِيۡدِ، تُنهنجو توهين سانڻُ؛
پِنهنجو آهي پاڻُ، آڏو عَجِينَ کي.

10

ووڙِيمِ سَڀِ وَٿاڻَ، يارَ ڪارَڻِ جتَ جي؛
اَللهُ بِكُلِّ شَيۡءٍ مُحِيۡطُ، اِي آرِياڻيءَ اُهجاڻَ؛
سَڀَ ۾ پُنهون پاڻَ، ڪِينهي بيو بَروچَ ري.

وائي

اَهڪِيءَ آڳهُ آهي، وو! مون کي تان نہ ڇڏيندوتِڪَ مِ.

پڇي پوءِ پِيَنِ کي، لَڪَنِ مِ لَڏَ لاهي؛

آرِي اُگها ڙَنِ کي، پُنهون ڄامُ پَراهي.

## داستان ڇهون

1

جُدائِيءَ جو ڄامُ، ڏِنائُون ڏُکِيءَ کي؛

مَنگُلُ مُنهنجي مَنَ مِ، بِا رِيو هوتَ حَمامُ؛

اَرکِ ٿِيو آرامُ، ڪاڪُلُ پَسِي ڪانڌَ جو.

2

دَرِدُ نہ لَهي دارُوئِين، زُلِفَ زورُ ڏِنومِ؛

ڪاڪُلُ ڪالَ ڏِنومِ، رُخسارِي تي رُوپَ سين.

3

ڪاڪُلَ ڪُنِي جا ، ڪَفَنُ تنهن ڪِيَنَ ٿئي؛

مَنجهہ شهادَتَ سان، لُڏِي ءِ لاڏَ ڪري.

4

ڏُکا ، ڏُونگَر ڄامَ! مَ ڪَرِ مَعذُورِنِ تي؛

توتي لَجَ، لَطِيفُ چئي، آهي سَندِي عامَ؛
ما رِ مَ چَئِي مَعذُورِ ڪي، وَنهيا ڪانڌَ! ڪَلامَ؛
پَرِچِجِ پِيادِنِ سين، اَللهَ لَڳِ، عَلامَ!
جا نَوازِي اَهنجي نامَ، سا ، هوتَ! مَ چَڏِجِ هيڪِلِي.

5

پَبِرِ پَٿانئِي ڪُنئَرا، ڏُونگَرَ مَٿي ڏي؛
ڦَٿِيا ڦَٽَ فَقِيرِ جا ، سيرُون ٿِيَڙا سي؛
جهڙي تهڙي حال سين، پُري پُنهونءَ ڏي؛
وَجِي، مانَ وَري، پانهِيءَ بَندَڙُ جنهن سين.

## داستان ستون

1

وِندُرِ جي وَجَنِ، سي مَرُ بَڌَنِ سَندِ را ؛
بِيُون ڪوهُ بَڌَنِ، چوڙِي جي چَڏِيندِيُون.

2

ڏيهُ ڏيهان ئِي ڏُورِ ، پَرڏيَهان پَري ٿِيا ؛
سيڻَنِ ڪارَڻِ سَسُئِي، پيئِي پَرانهين پُورِ ؛
تُون وَڃِين، هوتَ! حُضورِ ، مُنهنجوجِئڻُ جيلانهِين ٿِئي.

3

هيڪانديءَ هوئي، اُٺي راتِ رَوان ٿيا؛
ساهُ سَڳي ۾ سُورَ جي، پُنهون وِيو پوئي؛
رَهُ، قَضا! دَمُ ڪوئي، ته هيڪرَ هيڪانڊِي ٿيان.

4

هَڏِ نه ساهُ سُڌِيرُ، دِلِ دَرمانڊِي دوسَ ري؛
پائي وِيَڙا پِرتِ جو، زوراوَرَ زَنجِيرُ؛
جِيُ جُسو، جاڳِيرُ، هاڙي مِلڪَ هوتَ جي.

5

عُمرِ سَڀِ عِشقَ سين، پُنهون جي پُڇَنِ؛
رِيسَ ريڏالِيُون تن سين، ڪُجا ڙِي ڪي ڪَنِ؟
ما رَڳِ جي مَرَنِ، وڏو طالِعُ تن جو.

6

ويڻي وَرِ نه پوَنِ، سُتي مِلَنِ نه سُپِرِين؛
جي مَٿي رَندَنِ رُئَنِ، ساجَنُ مِلي تن کي.

7

رائي ڪِي رَنجُورَ، ٺَڪَرَ توءِ ٺاڪِيو چڙهي؛
لانچي لَڪ، لَطِيفُ چئي، هلي ڏانهن حُضُورَ؛

رَهيا سَڀِ رُڃُنِ ۾، سَسُئِيءَ جا سالُورَ؛
ساڃَنُ ميڙُيُسِ سُورَ، سُکَ نہ ميڙُيُسِ سُپِرِين.

8

مَنجهان پَنءُ پَرُوڙِ، سَڀَ مَ پُڇِجِ، سَسُئِي!
ويهي وَڏي ڏِڳَ مان، ڏُٺي وِڄهِ ڏُوڙِ؛
تہ تون ماڻُين مُوڙِ، جي پَندِ اِهائِي پا رِئِين.

9

ٻَرِيائِي تہ ٻارِ، ڦُوڪ تہ لَڳي اَنبَرين؛
هِتي جي هُئَڻَ جُون، وَٺُون سَڀِ وِسارِ؛
سَمُوري سَرِڪارِ، نيئِي رَکِج ناهِ ۾.

10

ڦَدُ ٻَڌِي، تُون ڪِينَ، ڦِهُچندِينءَ پُنهونءَ سين؛
جَنِ سِينو ساهئِين سَسُئِي، ٿِئين ٿَوارون ٿِينَ؛
مُنِي! ٿِئُ مِسڪِينَ، هِمَّتَ هوتُ وِجائِيو.

11

ٻِلَرِ لَڳو ٻاڻُ، پَسو! جوءِ جَرا ٿِئي؛
سا مُندَ مَري نہ جِئي، پيئِي پَچا ڙي پاڻُ؛
سَسُئِي سُورَنِ ساڻُ، سَنپوڙِي سَيَّدُ چئِي.

# داستان اٺون

1

اَڌَرِ، ڌِرِ، اِيَرِي، اَسُونھِين آهِيان؛
لُڙڪَ لَعلَ، لَطِيفُ چئَي، وَرَ لَءِ وَهايان؛
هيجان هَنجُون حَبَ ۾، هوتَنِ لَءِ هارِيان؛
جانِبُ ضَعِيفِيءَ سين، پُنهون پَهايان؛
پِيهان، پَچايان، جي مان نِيو پاڻَ سين.

2

اَڌَرِ، ڌِرِ، اِيَرِي، آهيان اَسُونھِين؛
پَرَ ڏِٺي پِرِين ڪَيا، مَرڻَ لَءِ مُونهين؛
سَسُئِيءَ ڪي سَيّدُ چئَي، تَنگِنِ ۾ تُونهين؛
هارِي! ڪِئَن هونهين، رِءَ سَمَرَ سَڏُون ڪَرِين.

3

اَڌَرِ، ڌِرِ، اِيَرِيءَ سَڏَرِ ٿِيُ سچي؛
سُپَڪِ ٿِيُ، سَيّدُ چئَي، پَهڻَ مَنجھ پَچِي؛
مَعذُورِ تي مارو ڪيو، اولاڪَنِ اَچِي؛
منجهان راهَ رَچِي، ٿِيڙِي لالُ، لَطِيفُ چئَي.

4

اَچي عِزرائيلَ، سُتي جاڳائي سَسُئيءَ؛
ٿي ڊوڙائي دَليلَ، تہ پُنهون ماڙُهو موڪليو.

5

مُنڪِرَءِ نَڪِيرَ کي، جڏهن ڏِٺائين؛
اَڳيان اُٿِي اُنِ کي، پُنهون پُڇِيائين؛
اَدا اِتائين، ڪو ويو ساٿُ سَڄَڻَ جو؟

6

پاياڙِي ٿِي پورِ، پُنِيءَ ڪيچِيُنِ ڪَڪِرا؛
رائو مِڙيوئِي رَتَ، ڪارَڻِ ڪانڌَ ڪَڪورِ؛
لانچي لَڪَ لَطِيفُ چئَي، اُٿِي ڏُونگَرِ ڏورِ؛
جَتُ وَڃي ٿو زورِ، اُپُڙُ تان اوڏِي ٿِئين.

7

جُهتَ پِٽي، پِهُ جَهنگِ، ها ڙهي پُڇُ مَ هوتَ کي؛
سُورُ سُبِيلِي، سَسُئِي! لَڪَ تَنهِين سين لَنگِهہ؛
تہ سُپيرِيان جي سَنگِ، مُنڌَ! ميڙائو ٿو ٿِئَي.

8

ڪَرِڪو واڪو وَسُ، وِهُ مَ مُنڌَ پَنِپورَ ۾؛

چَڙهي ڏاڍين ڏُونگرين، پيرُ پُنهونءَ جو پَسُ؛
ڏورَڻَ مَنجهان ڏَسُ، پَوَندُءِ هوتَ پُنهونءَ جو.

## داستان نائون

1

ويهُ مَ وِساري، پُڇا ڪَرِ مَ پَندَ جِي؛
نِرمَلُ نِهاري، هلَندِن تان هٿِ ڪيو.

2

اَوَجهڙ اَسُونهَن، ڏيهُ گهَٽُوئِي ڏورِيو؛
سَيگَر رءَ سُونهَن، پهتِي ڪانه پَندُ ڪَري.

3

واءَ! وِجاءِ مَ سو، پُنيءَ جنهن پَندُ ڪَريان؛
چِٽا! چِپَرِ پِرينءَ جو، پيرُ پَرِنيان تو؛
بَرِ بورائو جو، لِڳي، متان لِٽَئين!

4

ڏُورِ مَ تون ڏوريج، صَبرُ ڪَرِ مَ سَسُئِي!
پُرَڻُ چَڏِ پَيرَنِ سين، وِهڻُ وِساريج؛
سُکَنِ جا، سَيَّدُ چئي، لاڳا پا لاهيج؛

هنئين ساڻُ هليج، پَنڌُ پاسي پرَ نِبري.

5

کُهي جا کَنيائين، وِکَ تنهين ويجهي ڪَئي؛
چِڪيءَ چِنائين، پَنڌُ مِڙوئي پَبَ جو.

6

سَؤ ڪوهَ ڪري سَپڪا، تُون، کُهي! کَنِج وِکَ؛
تاڻِج مَنجهان تِکَ، تہ پَنڌُ پاسي پرَ نِبري.

7

هيڪلِيائي هيلَ، پورِينديَس پُنهونءَ ڏي؛
آڏا ڏُونگرَ لَڪِيون، سُورِيُون سُجَنِ سيلَ؛
تہ ڪَرَ بيلِي آهنِ بيلَ، جي سُور پِريان جا ساڻُ مُون.

8

دوسِتُ ڏِنائين دِلِ سين، وِرچِي تان نہ وِهي؛
لانچي لَڪَ، لَطِيفُ چئي، پَهڻِ مَنجهہ پِهي؛
سَندي نِينهن نِهي، ڪِي سَرفِرازُ سَسُئي.

## داستان ڏھون

1

آءُ اوراھُون، سُپِرين! پَري وَجُ مِ پِيَّ!
موٺُ، مَرَندِيَسِ ڇپَرين، تُون جِيارو جِيَّ؛
ھوتَ! مَ ڇَڏِج هِيَّ، پُنھون! پِيادِي پَنڌَ مِ.

2

آءُ اوراھُون، سُپِرين! ڏُکِيءَ ڏِيج مَ ڏاگھ؛
وَتِ ڇَڏي مُون واگھ، آرِي! وِئِين عِشقَ جو.

3

ھَٿان ھَڏِ نہ ڇَڏِيان، صَبرُ شُڪرانو؛
ذَوقَ زَمانو، مُون، وَرَ! وِيو وِسرِي.

4

ناهِ جَمعيّتَ جانِ کي، ھوتَ پُڄاڻا ھانِ؛
اَللهَ! سيئِي آڻِ، جن ساءُ ڇَکايُمِ سِڪَ جو.

5

ناهِ جَمعيّتَ جانِ کي، ھوتَ پُڄاڻا ھتِ؛
پُنھونءَ جي پِرتِ، ساءُ ڇَکايُمِ سِڪَ جو.

## داستان يارهون

1

ڪَنُ ٿِيُ، ڪيچِنُ ڪُچيو، ڪُڇُ مَ، ٿا ڪُڇَنِ؛
اِشارَتُون اُنِ جون، سُڪُوتان سُڄَنِ؛
وَٺان ويهِي تَنِ، سُڻُ نہ سوزُ پرائِين.

2

سُڻُ نہ سوزُ پرائِين، ”آءُ“ چيائُون اَڄُ؛
ٻولِي ٻِي نہ سِکِيا، ”پاٽا“ چوندءِ ”پَڄُ“؛
واڄي وَٽِ مَ وَڄُ، ٻُڌُ نہ ٻِيائِي لَهِي.

3

ڪَٽا روءِ ڪوسُ، اَڳِڻ آرِيءَ ڄامَ جي؛
ڏِيَتَ آهي دوسُ، مارَڳَ مِ مُئِنِ جي.

5

اکيُون آرِيءَ ڄامَ جون، اَنڌِيءَ سين آهِنِ؛
هُوجي وَڻَ وِندُرَ جا، سي مُون سُونهائِينِ؛
ڏِسِيو ڏيکارِينِ، پيشانِي پُنهونءَ جِي.

6

سَڌَ مَ ڪَرِ سَڌَنِ ري، هلَڻَ رِءَ مَ هلُ؛

جَلَڻُ رِءَ مَ جَلُ، رُئَڻَ رِءَ مَتان رُئِن.

## ابيات متفرقه

1

اُٺيو ءِ اُٺياڪُ، ڪالهوڪو ڪاڏي ويو؟
وِيو جاڳائي، جيڏيون، بِرهُ، هِيُ بيباڪُ؛
چُرُ ڦُرُ ڪاري چاڪُ، سُورُ سُمهاري ڪِينَ ڪِي!

2

جان ساماٽيئن، سَسُئِي! تان ويسُ وِڙَنِ جو ڪَرِ؛
لاهي لِجَ، لَطِيفُ چئي، ٿِيُ بيگا رِياڻِي بَرِ؛
نہ ويندي پوئِي وَرِ، اڳيان هوتَ حُضُورَ ۾.

3

مُنڌَ نہ مَنجهان تن، پَسي لَڪَ لُڏَنِ جي؛
جا پَرِ ڪاهوڙِينِ، سا پَرِ سِکِي سَسُئِي.

4

مُنڌَ مَ مَنهِن ويهُ، اُپِي اوسِرُ اُسَ ۾؛
تو سيئِي سيڻَ ڪيا، ڏُورِ جنِين جو ڏيهُ؛
پا ڙي پا ڙي پيهُ، وَتُ پُڇَندي پِرينءَ کي.

5

اولاڪَنِ اَچِي، مَعذُورِ تي ماروڪيو؛
مَتان، وَرَ وِسارِئين، مَنجهان ڪُرَڪَچِي!
لاهي لاڳاپا لَنگهِه تُون، سيڻَنِ ڏانهن، سَچِي!
مَنجهان راهَ رَچِي، ٿِيندينءَ لَعَلَ، لَطِيفُ چئي.

Sur Ma’azooree

# سُر معذوري

## داستان پهريون

1

هَلندي هوتَ پُنهونءَ ڏي، کُهِجَنِ ڪي ڪوتِيُون؛
پَهَڻُ تِنين پَٿُ ٿِيي، جي لِءِ لالَنِ لُوتِيُون؛
سَڀُ سَهيلِيُون سِڪَ ڪي، چُنجُهون ۽ چُوتِيُون؛
بانيَڙِ! ٿِيُ بُوتِيُون، تہ ڪُتا ڪِيَنِئي ڪيچَ جا.

2

تن پيئي جانا رَنِ يادِ، جي پا ريَلَ پُنهونءَ جامَ جا؛

سَندي لا لَنِ لاڏِ، مُئانِ پوءِ مَنڌُ ٿِئي.

3

جاڳايَسِ جَنبُورَ، ڪُتي قَرِيبَنِ جي؛
ٻَهِي پؤنڪِي اُٿيو، ڳِهڏِي مَنجهان ڳُهورَ؛
سَپِ لاهِيندو سُورَ، ڳِري هِنَ غَرِيب تان.

4

ڪُتو طالِبُ ڏُوندَ جو، اسين ڪُتي ڪِيڙَ؛
ڇُهِڻي آهي چِيڙَ، ڪارايي جي ڪَنَ ۾.

5

سَڳِبانَ سِيندا رِيا، ٻَچِيا، تي ٻَهَنِ؛
ڦِرِيا نه فَرمانَ کان، مُلهُ نه موتِيَڙَنِ؛
ڪونهي ڏوهُ ڪُتَنِ، ڏاڪا رِيا، ڏا ڙِهِنِ ٿا.

6

ڏڳا، ڏُونگَر جا مِرُون، مَرُ ٿا مُون تي ڪَنِ؛
پُڙَندا ڪِينَ پَرِيَتِ تي، هِنَ جا سَڌَرَ ٿا سُجَنِ؛
سَڳائِيءَ جي، سَيَّدُ چئي، آهي سُڌِ سَپَنِ؛
هُوندَ نه هِتِ ٿَرَنِ، پر قَرابَتَ ڪَمُ ڪيو.

7

سَڌَ رَ سين سَگَ ڪري، پَرَڪَنڊين پِياسِ؛
ڪيرَ بِرهَمَڻِ؟ ڪِن جي؟ ڪيرُ جاٽي ڪيٽاسِ؟
هُوندَ نہ سِنڌُ سُياسِ، هِنَ پُرِين ڪَيَسِ پَڌِ ري.

وائي

خُوبِي مَنجِھ خِفَتَ، اي! دوستَ! دِقَتَ، آهي عَبْدُاللَّطِيفُ کي.

مَدَحَ مون کان نہ ٿِئي، سَندي سُورَ صِفَتَ؛
هِجي ڪريان هيجَ سين، مُطالِعُ مُحَبَتَ؛
حُزنُ هوتَ پُنهونءَ جو، رُکِيا ٿِي راحَتَ؛
پِرِيان جي پِستانَ جو، فاقو ٿِي فَرحَتَ.

داستان پيو

1

اَڍِيُون! وَرُ اُگھاڙَ، وِهانءُ جنهن وِسا ريو؛
جيڏِيون! چڙهي جاڙَ، سَڀِ نَنگِيُون ٿي نِڪرو.

2

سَڀِ نَنگِيُون ٿي نِڪرو، لاڻِ چڙهي لوپُ؛
سُپيرِيان سين سوپَ، نِنڊُون ڪندي نہ ٿِئي.

3

سَپِ نَنگيُون ٿي نِڪرو، پَرَهَڻَ چَڏي پوءِ؛
مَهَندِ مِڙَئِيان هوءِ، ڪَهي جا ڪِينَ ڪِٽي.

4

ڪَهي جا ڪِينَ ڪِٽي، پِرينءَ پُهُتي سا؛
وِهي ويڙهِجي جا، وَصُلُ تنهن وِجائيو.

5

وَصُلُ تنهن وِجائيو، سِيندِ سُرمي سِيئَن؛
سا لُوِڙي لِيلان جِيئَن، مَٽِيو جنهن مِٺُ ڪَيو.

6

هُوندِيان هوتُ پَري، اوڏو آهَ اَڻَ هُوندِ کي؛
ساجَنُ تن سَري، "لا" سين لَڏِينِ جي.

7

لائِي خَنجَرُ "لا" جو، هَيءِ! خَچَرَ کي هَڻُ؛
سَڌُنِ جُون سَيَّدُ چَئي، وَڻُون سَپِ وِڪَڻُ؛
پيرُ پَرُوڙي کَڻُ، ته هَلَڻَ ۾ هورِي وَهِين.

8

هورِنِ ها ڙهو لَنگهيو، ٿِي جَرِيدِي، جوءِ!

هُوندِ جنِين سين هوءِ، هوتُ نہ هُوندو تن سين.

9

هورِنِ ها ڙهو لَنگهيو، مُنِي! مُوسَٽُ چڙِ؛
”لا“ سين اُٿي لَڏِ، ”ڪِينَ“ رَساڻي ڪيچ کي.

10

نڪا هِتِ، نہ هُتِ، ڪا ڳوريءَ سندِي ڳالِ؛
ڪِينَ پهُتي مالِ، حالِ پهُتي هوتَ کي.

## داستان ٽيون

1

هَلَندي ها ڙهو مَٽي، ڪَرَڻُ ڪوهَ پيامِ؛
اَرڙا آريءَ جامَ ري، گُوندَرَ گُذريامِ؛
لڪِيُون، لَڪَ، لَطِيفُ چئي، اورانگهڻَ آيامِ؛
پُرَڻُ پُنهونءَ پُٺِ مِ، اِيُ سَعادَتَ سَندِيامِ؛
مَٿِسِ ڪَمَ وِڏامِ، وِهان تان نہ وَسِ پيو.

2

وَڏو ڪِيمَ وَٽاهُ! اُونچا ڏُونگَرَ! مَ ٿيو.
ٿِمو مَ نيٽاهُ، تہ پيرُ نِهارِيان پِرِينءَ جو.

3

وارو! مُون وَڏَاهِ! ڪا سُڌِ سُونهَپَ جي نہ ڏِيو؟
وِجهي وَراڪَنِ ۾، مَعذُورِ کي مَ مُنجهاءِ؛
مَنجهان پاڻَ پيادِيُون، هادِي ٿِي هلاءِ؛
پِرِيان کي پُهچاءِ، تہ لِڳِي لُونو نہ ٿِئين.

4

ڪَندا مون پيرَنِ ۾، توڙي لک لڳَنِ؛
آڳُرِ آڳُوني نہ مِڙي، چِڀُون پيرَ چِنَنِ؛
ويندي ڏانهن پِرِيَنِ، جُتِي جاتِ نہ پائِيان.

5

جُتيون سي پائِيندِيُون، جنِين پيرَ پِرِينِ؛
لاٿِيُون سَڀِ پَرِينِ، سَسُئِي سُپيرِيُنِ کي.

## داستان چوٿون

1

مَرِي، جِيُ؛ تہ ماٽِئِين، جانِبَ جو جَمالُ؛
ٿِئِين هُوندَ حَلالُ، جي پَندِ اِهائِي پا رِئِين.

2

مَرُ تہ موچا رِي ٿِئين، اَجَلان اَڳِي اَجُ؛
جان ڪِي هُئِين جِئَرِي، تہ مُنڌَ! پَنِپوران پَڄُ؛
پُنهونءَ ساڻُ پَهَچُ، تہ مَلَڪَ اَلمَوتُ ماٽِئَين.

3

اَجَلان اَڳِي، سَسُئِي! مُنڌَ! جِئَرِيائِي مَرُ؛
ٿَولِيان تنهن مَ ٿَرُ، جنهن رُوحُ وِڃايو راهَ ۾.

4

مَرَڻان اَڳِي جي مُئا، سي مَرِي ٿِيَنِ نہ ماتُ.
هوندا سي حَياتُ، جِئَڻان اَڳِي جي جِئا.

5

اُونچو اُتاهون گهڻو، جِئَڻَ ڪِي جَبَلُ؛
مَرَڻَ مُون سين هَلُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان.

6

تو سَڱُ، ساهُ! گهڻَن سين، جِئَڻَ! گوشي جاءِ؛
مَرَڻَ! مُون سين آءُ، تہ پُنِيءَ تو پَنڌُ ڪَرِيان.

7

پَرِ ۾ پَڇِي پِرينءَ کِي، مَرِي نہ جاتوءِ؛
"مُوتُوا"، مُنڌَ! نہ سوءِ، ڪَنڌُ ڪُجا ڙِيان ڪانئِين؟

## داستان پنجون

1

هَٿِين، پيرين، مُونَڙِئين، هَلِج ساڻُ هِنئَين؛
عِشقُ آرِيءَ جامَ جو، نِباهي نِئين؛
جان جان ٿِي جِئين، تان پا ڙِج ڪومَ پُنهونءَ سين.

2

هَٿِين، پيرين، مُونَڙِئين، ڪَهِج پِرَ ڪَپارَ؛
مَتان، چوري! ڇَڏِ ئين، پِرِيَنِ پَچارَ؛
توکي سَنَدَ، سَسُئِي! سَندِي لَنؤ لَغارَ؛
جي هُونئِي هوتَ هَزارَ، تہ بہ پا ڙِج ڪومِ پُنهُونءَ سين.

3

ٿَذيءَ ٿَڪِي نہ وِهي، تَتِيءَ ڪَري تاڻَ؛
وِڏائِين وَڻڪارِ ۾، سَسُئِيءَ پاڻُ سُڪاڻَ؛
پُچي پَهَ پَکِئُن کي، پيئِي مُنڌَ پَرِياڻَ؛
ڏِنَسِ ڏيهَ وَڻِن جا، تن اَللهَ لِڳ اُهڃاڻَ؛
مانَ پَرِچي پاڻَ، اَچي آرِياڻي وَرِي.

4

توڙي وِلاڙُون ڪَرِين، توڙي هَلِين وِڪَ؛
لِڪِئي مَنجهان لِڪَ، ذَرو ضايعَ نہ ٿِئي.

5

لِکيو جو نِراڙِ، سو اَنگُ ڪِيا ڙيءَ نہ ٿِئي؛
پاڙِيو وِيٺي پاڙِ، جيڪي لاڻَ لِکيو لوحَ ۾.

6

ڪَيائِين ڪيچِيُنِ لءِ، جُسو جَلاوَتَ؛
ڇَڏَي پيئي پَنهِي ڇپَرين، هارِي سَپِ حُجَتَ؛
هُئِي نماڻِي نِسَتَ، پَنڌُ وِڌائِين پاڻَ تي.

7

ماڙهُو ڏِئِي مِهڻا، مُون کي ڪَندا ڪوهُ؟
جنهن چورِيءَ ۾ چوهُ، سا پِٺُون ٿِيندِي پِيرَ تي.

## داستان ڇهون

1

فَردا مُنڌَ ڦِٽِي ڪئِي، نَقدُ ڪنيو نارِ؛
هِيَ جا واڳَ وِلهيءَ جي، وِيرَمَ ڏِي مَ وارِ؛
جانڪِي مُنِيءَ مارِ، جانڪِي مِيڙِ مُنِيءَ کي.

2

مُنِي ٿي مُدَعا گُهرِي، موتُ ٿيو موجودُ؛

اَچِين تہ اَجُ ڪَرِيان، صُباحَ جو سُجُودُ؛

جانڪِي ني وُجُودُ، جانڪِي ميڙ مُنِيءَ ڪِي.

3

ڏُکِي ٿي ڏَڌورَ، لهِسِي لَئِ پُنهونءَ جي؛

ڏيئي آڳِ اَتورَ، سَپَ نہ سا ڙِي سَسُئِي.

4

ڏِسَڻُ ڏِکان اَڳِڙو، سَسُئِي! آڻِ مَ شَڪُ؛

ٿِيُ باِنهِي، پِرِ اوئُون، لُڏُ مَ پَسِي لَڪُ؛

وَرُ پُنهونءَ سين پَلَڪُ، ڪوءِ بہ رهَنَ ورهَ بِيَنِ سين!

5

ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگَرِين، پَسو! پِٺُون پَوَنِ؛

مُئِي پُجا ٽان مُنڌَ کِي، روجَهہ رُجُنِ مِ رُئَنِ؛

پُوٽا اِيهِين چَوَنِ، تہ ”مُئِيءَ اَسانکِي ما رِيو!“

6

ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگَرِين، اوچِنگا رُون اَچِن؛

هَٽِي سانگِ سَسُئِيءَ ڪِي، ڪِلو ڪَيو ڪَيچِنِ؛

جي هَٿان هوتَ مَرَنِ، هوتُ تِنِين جي هَنجَ ۾.

7

ڏُکِيءَ سَندِيُون ڏُونگَرِين، وَڻَ تِڻَ وايُون ڪَنِ؛
وَٿان ويهي جَنِ، وَڍيءَ سي واڍوڙِيا.

8

وَڍيءَ سي واڍوڙِيا، رَتُ نہ ڏِنو جن؛
موتُ قَبوليو تن، ڏِنو جن ڏُکِيءَ کي.

9

وَڍِيَلَ ٿي وايُون ڪَري، ڪُنَلِ ڪُوڪا ري؛
هُنَ پَنَ پنهنجا سارِيا، هِيَ هنجُون هَڏَنِ لءِ هاري.

وائي

اَچِي، لالَنَ! لَٿِ، مِيان! مُئِيءَ جو لوڙهُ لَڪَنِ ۾.
هو ڪانُ ڪَٿُورِيءَ هِيرِئُون، مُون ۾ صابُڻَ چَٿَ؛
آرياڻِيءَ اَچِي ڪَري، ڪا گَهڙِي مُون وَٽِ جَٽِ؛
ڪَٿُوري ڪَشِبُوءِ سين، هارِيائُون هَٿِ هَٿِ؛
دَردُ مُنهنجي دِلِ جو، تون، ڪامِلَ! اَچِي ڪَٽِ؛
اَدِيُون! عَبۡدُاللَّطِيفُ چئِي، سِرَ تائِين آهي سَٽِ.

## داستان ستون

1

آئُون نہ گَڏِي پِرِينءَ کي، سَهَسين سِڄَ ويا؛
هَلَڻَ وِيرَ هِئان، ڏيکي شالَ دَمُ ڏِيان!

2

آئُون نہ گَڏِي پِرِينءَ کي، پوءِ ٿيو پَساهُ؛
سِڪان ٿِي سَڪِراتَ ۾، رويو پُڇان راهُ؛
شالَ مَ وَڃيمِ ساهُ، ڏاران پَسَڻَ پِرِينءَ جي.

3

آئُون نہ گَڏِي پِرِينءَ کي، آيو عِزْرائِيلُ؛
جوراڻي سين جيڏِيُون! نَڪو قالُ نہ قِيلُ؛
آيو موتُ دَلِيلُ، ما رِيندو مُرادَ کان.

4

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، رَئِي پَسِيو روءِ؛
وِچان جو وِڇُ پوءِ، سو ڪَنهن پَرِ ڪَهِي لاهِيان!

5

وِلاڙِيو وَڻين چَڙهي، اُونچَنِ مَٿي اَڄُ؛

لاڻَ ڪا رَنِ لَجُ، باسِيائِين بَردا رَ جو.

6

وِلا ڙِيو وَٽِين چَڙهي، ڏِيو پَٽولِي لانگَ؛
ٿا ريءَ ٿا ريءَ چانگ، سَسُئِيءَ مورَ ٻَچَنِ جِئَن.

7

وِلا ڙِيو وَٽِين چَڙهي، پَسو سَگهه سَندِياسِ؛
آڏِيءَ وَجيو آ ڪُڙِي، نَڪو پِيُ نه ماسِ؛
سوئِي سو سيٽاسِ، پَري پَڙاڏا ڪَري.

8

رُجُنِ مِ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڪووِلَ جي ڪُوڪَ؛
وَلَولو ءِ وُوڪَ، اِيَ تان آهِ عِشقَ جِي.

9

رُجُنِ مِ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ ڪَرڪي ڪُونجَ؛
نَعرو منجِهه نِڪُونجَ، اِيَ تان آهَ عِشقَ جي.

10

رُجُنِ مِ رَڙِ ٿِي، ڪَرَ سا رَنگِي سا زُ؛
اِيُ عِشقَ جو آوازُ، ما ڙهو رَڪَنِ مُندَ تي.

# سُر ديسي

## داستان پهريون

1

ڏاگهنِ، ڏيرَنِ، ڏونگرَنِ، ٽِنهي ڏِنمِ ڏُکَ؛
سي سَڀِ پانيمِ سُکَ، هيڪاندِ ڪارَڻِ هوتَ جي.

2

ڏاگهنِ، ڏيرَنِ، ڏونگرَنِ، ڏُکَنِ آئُون ڏَڌِي؛
پُڇان پيرُ پُنهونءَ جو، وِجهان وِکَ وَڌِي؛
لِڪَئي آئُون لَڌِي، نات پَٽَنِ ڪيرَ پَندُ ڪَري.

3

اَگَڙَ مَٿي اوڀرا، جڏهن ڏاگها ڏِٺَءِ ڏِينهَن؛
وَڻِي سَڙَڪَ، سَسُئِي! ويهُ وِهاڻِيءَ سِيئَن؛
چوٽِي سين چانگَنِ کي، جَڙِ زَنجِيرُن جِيئَن؛
تہ هوتُ تُنهنجو هِيئَن، هوندِ پُنهون نياڻُون نہ پاڻَ سين.

4

اَگَڙَ مَٿي اوڀرا، جڏهن ڏاگها ڏِينهَن ڏِناءِ؛
ڪُنجُون جي قُفِلَن جون، تان ڪنهن لَلِ لِڪاءِ؛

تہ سُپا ٽي سَندِياءِ، ٿِئي سا رُوڙِي سَسُئِي!

5

اَڳي اُٺَ رَڙَنِ، مُون پيري ماٺِ ٿِئي؛
ڀَلاڙيندي، پاڻَ ۾، ڪُڇيو ڪِينَ ڪُنَنِ؛
ڪا جا مامَ مُنَنِ، هِنِ پڻ هُئِي هُنَ سين.

6

چا جي ڏِنگا ڏيرَ، مُنهنجو ڏِينهن ڏِنگو مَ ٿِئي!
اُنَنِ ۾ اونِيڙَنِ جي، چا وَهِيڻو ويرُ؟
هِيَ ڪَميڻِي ڪيرَ؟ جا اُمَرَ ڪي آڏو ڦِري.

7

ديسِي سيڻَ ڪَجَنِ، پَرَديسِي ڪَهڙا پِرِينِ؟
لَڏِيو لاڏوُٽا ڪَيو، پَنهنجي ديسِ وَڃَنِ؛
پُڄاٽان پِرِيَنِ، ڪَجي بَسِ پَنپورَ کان.

8

اُٺَ مَ اوري آڻِ، ڏاڳهن ڏِڏِي آهِيان!
هَڻِي هَٿُ هَيَنِ کي، پَري نيئِي ڀَلاڻِ؛
هوتُ مُنهنجو هاڻِ، پُنهون نِيائُون پاڻَ سين.

9

جَتَ هَڏهِين هُتِ، مُون هِتِ هِنئَڙي ۾ حَلُ ٿِيا؛
ڇَنگلَ جنِين ڇوڦَرا، راحَتَ تن جِي رُتِ؛
گُنگَنِ جي گُپُتِ، ڇيڙي وِڏيَسِ ڇپَرين.

10

گَهَ سِرِ ٿِئي مَ گُسَ، پَٽي پوءِ مَ پِرينءَ تي!
جنهن سِرِ ساڄَنُ سُپِرِين، تنهن اُتَ مَ لڳي اُسَ!
پُنهون پاڪُ پُرِسَ! هوتَ نه ڪَڃَنِ هيڏِيُون.

11

لَڏِيندي لِباسُ، جَتَن جيڏوئي ڪيو؛
اَڇي آرِيءَ ڄامَ جو، وَنڙَ وَنڙَ مَنجهان واسُ؛
مِرُون کِيَنهِ ماسُ، هَڏَ هَلندا هوتَ ڏي.

12

اُٿَ ويري، اوٺارَ ويري، ويري ٿِيَڙَمِ ڏيرَ؛
چوٿون ويري واءُ ٿِيو، جنهن لَٽيا پُنهونءَ جا پيرَ؛
پَنجون ويري سِجُ ٿِيو، جنهن اُلَهي ڪِي اَويرَ؛
ڇهون ويري ڇپَرُ ٿِيو، جنهن سَنوان ڪَيا نه سيرَ؛
سَتون ويري چَندُ ٿِيو، کِڙيو نه وَڏِيءَ ويرَ؛
واهيري جِي ويرَ، ڇُلُون ڪَرِيان ڇپَرين!

داستان ٻيو

1

مِڙِيي مُندَ ڏي آئِيُون، ساهيڙِيُون سَهَجان؛
اَلسَّفَرُ قِطۡعَةٌ مِنَ النَّارِ، هارِي! موٽُ هِتان؛
سَگَ صِراطَ المُسۡتَقِيۡمَ جو، اَٿيئِي تان اَڳيان؛
سي ڪيچِي نِيندءِ ڪِيان؟ تُنهنجو نِينهُن نِفاقَ سين.

2

جَڏان ڪُنۡ فَيَڪُوۡنَ چَئِي، نِيو آرِياڻِيءَ اَرِواحُ؛
اَنگُ اَڳِهِين لِکيو، مُنهنجو مِيثاقاءَ؛
مَنۡ طَلَبَ شَيۡئاً وَّ جَدَّ وَجَدَ، اُتو عَلِيءَ شاهَ؛
اَجا اِن حَدِيثَ جو، مُون آسِرو آهِ؛
پُنهونءَ جي پيغامَ تان، مُنهِنجو موٽُ مُباحُ؛
سَرَتِيُون! دُعا ڪَجاهُ، تہ ميڙائو مُون ٿئي.

3

سَبَہَ سِياهِي، آهي آرِيءَ جامَ ري؛
ڪڏهن پَسي ڪا نہ ڪا، رِءَ لالَنَ لالائِي؛
دُودُ دِلِ تان دُور ڪَري، ڪَرِ، ساجَنَ! صَفائِي؛

مَنْ لاَ شَيْخُ لَهٗ فَشَيْخُهُ الشَّيْطَانُ، اِنَ رِءَ اُونداهِي؛
هُوءَ جا هَلِي هيڪلِي، سا گِيرَبَ گمائي؛
بِلاَ شَيْخ مَنْ يَّمْشِيْ فِی الطَّرِيْقِ، اِهڙِي اَوائي؛
تنهن رِءَ تَوائي، ڪوڙين ٿِيَنِ ڪيتَرِيُون.

4

پِنِيءَ ٿا پَرِينِ، ساٿُنِ سَندَ هَٿَنِ ۾؛
لِيڙَنِ جو لَطِيفُ چئي، مُون ڪِي مَنجُهه نه ڏِينِ؛
هوتُ پُنهون ٿا نِينِ، اَسُونهِينءَ جو آجِڪو!

5

پڙ ٿا پَلاٽِينِ، اوٺي اَجُ اُباڪَرا؛
پَهَ پا رِسِيُون پاڙَ ۾، ڏيرَ ڏِهاڙِي ڏِينِ؛
هوتُ پُنهون ٿا نِينِ، ٻا روچِي ٻولِي ڪَيو!

6

دوڪَ دَهِليا جِتِ، گؤرا هَلَنِ نه گَسَ ۾؛
چَؤسالَ ئي نه چَلِڻا، ٿِي تَنگَ نِها ري تِتِ؛
سُوڏِي اُنِين، سَيَّدُ چئي، پوءِ پانچا رِيَن پِرِتِ؛
اِنَ اَڙانگي پَندَ جِي، ڪا نِيشَنِ پوءِ نِرِتِ؛
سَسُئِي وَڏي سَتِ، جا اَهڙِيءَ پَرِ پَندُ ڪَري.

7

”هَيءِ ! هَيءِ!“ ڪَيو ”هاءِ!“، ٿِي پاڻ هٿي سِرِ پاهِٺِين؛
لَذائِين، لَطِيفُ چَئِي، جُوءِ جَتَنِ جِي جاءِ؛
شُڪُرَ، بارِ! سَنداءِ، سُٺاڻي ساٿِ مڙيي.

داستان ٽيون

1

اَللهَ ڪارَڻِ، اوٺيا! ليڙا نِيو مَ لُڙَ؛
نِيو نِماڻي پاڻَ سين، پانِهِيءَ جَهلي ٻُرَ؛
مُون ڪي ماري مَنجِھ ٿِي، سَندِي هوتَنِ هُرَ؛
ڪَچو لايان ڪُرَ، ڪيچان اوري جي وَران.

2

ڪيچان اوري ڪيتِرِيُون، مَعذُورِيُون مُيُون؛
واٽُون وِيهَ ٿِيُون، ڪُهُ جاڻان ڪيهِي ويا ؟

2

ڪيچان آيو قافِلو، جُنگُ سُونها رِيءَ جوڙَ؛
تِليا را توڏَنِ ڪي، ٻِڇِيءَ سُونهَنِ موڙَ؛
دؤلَتَ چايان دوڙَ، جي مُون نِيو پاڻَ سين.

3

جهوُڙا جن جُهلَنِ ۾، هِيري لکَ هَزارَ؛
لَڳا واٽَ وَڻَن جا، پُنهونءَ کي پالارَ؛
آن کي ويندا گَڏِيا، اَهِڙيءَ سِٽَ سُوارَ؟
لَنگهِي ڪالهَ قَطارَ، تُون، آئِي! اَڃُ نِهارِئين!

5

مِزمانَنِ مَهرِيءِ، آڻي جهوڪِيا جهوڪَ ۾؛
چاڙي چَنبَنِ ۾ وِيا، جِئَن بازُ سَنڍي ٻَجِريءَ؛
ڪوهِيارو قَهرِيءِ، وِيو نِهوڙي نِنڊَ ۾!

6

مُون پانيو مُون وَٽِ، هَميشَهَ هُوندا پِرِينءَ؛
ويڙهو ڏيئي ويڪِرو، ڀِري وِيا پَٽِ؛
ساهُ جَنِين جي سَٽِ، وِڪِيُمِ ٿي وَڻڪارِ ۾.

7

مُون پانيو مِزمانَ، هَميشَهَ هُوندا پِرِينءَ؛
کُهِي کَمِيڙي هَليا، کَهِلَ کَيائُون کانَ؛
ڏيئي ويا ڏاهِ کي، سُورَنِ جا سامانَ؛
جورو راتِ جُوانَ، جيڏيُون! جَتَ ڪَري وِيا!

8

بِرِهَ مَٽائُسِ بَرُ، ناتَ سُڪِي ڪيرَ سَڌُون ڪَري؟
گَهٽو ڏورِيائين ڏُڪَ سين، ڏيرَنِ لءِ ڏُونگَرَ؛
ورِي آيُسِ وَرُ، سَفَرَ مُئِيءَ جا ساب پِيا.

9

وَرَ ۾ ڪونهي وَرُ، ڏيرَنِ وَرُ وَڏو ڪَيو؛
نِها رِيندِيَسِ نِڪرِي، بوتَنِ ڪا رَنِ بَرُ؛
آڏو ٿَڪَرَ ٿَرُ، مٿان روهَ رَنِيُون ٿِئين!

10

وَرَ وَرا ڪا وِچَ ۾، لَگِين آڏا لَڪَ؛
هُو جي آڏا حَقَ، سي ڪَندا ڪوهُ ڪَندِيُنِ ڪي؟

## داستان چوٿون

1

وارو! وَرُ وَني وِيا، آرِيچا اَظْلامَ؛
آنداءُون آريءَ جا، پُنهونءَ ڏي پيغامَ؛
پَهُ ڪَياءُون پارَ ۾، مُنهان مَخفِي مامَ؛
سَنپُورا ساٿُ ڪَٽِي، ويساهي وَرِيامَ؛

ڪاڪِيُون! راتِ قِيامَ، جيڏِيُون! جَتَ ڪَري وِيا!

2

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڪَري ڏيرَ ڏَمَرُ؛
هاڻي ٿِيو حَشَرُ، پُنا قَولِ قِيامَ جا!

3

وارو! وَرُ وَنِي وِيا، ڏاڙهِيءَ پَنِيا ڏيرَ؛
ڏِيندِيَسِ ڏاڍِين ڏُونگَرِين، اُنِين لَءِ اُليرَ؛
ڪيچ پهچي ڪيرَ؟ وِچڻَ سين وَسُ ڪَرِيان.

4

جَڏِيءَ وَٽِ جالي، مانَ الله ڪا رَڻِ لِکَ سِيئَن؛
آهي آرِيءَ ڄامَ جي، هِتِ هُتِ حوالي؛
عَيبَ مُون اَگِرا، مانَ نِرمَلُ نِڪالي!
پِرِتِياڻي پالي، ڪامِلُ نيندو ڪيچَ ڏي!

5

پَرِتَنِ جي پا ڙي، جا ڙَ گُڏا رِيمِ، جيڏِيُون!
جنِين مُون کي ما رِيو، سُورَنِ سين سا ڙي؛
اِرادي آڻي، سانگِئِنِ سين سَگُ ڪَيو.

6

اَسِين پاڻَ پَرِٿَ، پورهِيَتَ پُنهونءَ جامَ جا؛
هوتُ ڪَڻُورِيءَ هيرَئون، مُون ۾ صابُڻَ ڇَٿَ؛
آئَڻَ مَنجِهه اَگَهٿَ، ڪانڌُ ڪنهِين جِي مَ ڪَري!

7

آئُون تان اَهڙِياءِ، جا ٻانهِيءَ ڪي ٻائِي چوان؛
مُون ڪَمِيڻِيءَ لاءِ، پُنهون ٿي پَرِٿُ ٿِيو.

8

گَڏِيو ڏوبِيُنِ ڏوءِ، پُنهُونءَ پا رِڇو هَٿَ ۾؛
اُتي آرِيءَ جامَ جو، قاصِدُ آئُسِ ڪوءِ؛
اِيُ، ڪامِلُ! ڪَمُ نه سَندوءِ، جِئَن پَهَسَ پَچا ڙِئِين پونِئِين.

9

نَڪو ڪيڇُ پَنپورُ، نَڪو مائِٽُ مُنڌَ جو؛
هورُ مِڙوئِي هِنَ ڪِي، هوتَنِ ڪونهي هورُ؛
زارِيءَ ڏارانِ زورُ، هَلي ڪونَ حَبِيبَ سين.

# داستان پنجون

1

جئن سو هَرَڻُ هُماءُ، سَرگَردان سَنسارَ ۾؛
هِيُ پَکُ نہ کوڙي پَٽئين، هُو ڌَڙُ سِرِ ڌَري نہ ساهُ؛
جيڪُسِ تن مُلاءُ، سَسُئيءَ سُورَ پِرائيا .

2

راتِ ڏِنائِين روجَھ، پانءِ ڪِ اوني آئيا؛
پِرِيَتِّي پِرِيُنِ جي، سِڪَڻَ ڪِي سَبوجَھ؛
هُئي گَھڻوا بوجَھ، سُورَنِ سُنهائي سَسُئيِ.

3

سَمَرُ جِنِين نہ سانڍُ، هوتُ حِماتِي تن جو؛
ڪَري چيچَ چَپَرَ ۾، پُنهون اِيندو پانڌَ؛
ٿِيندِي رِيجَھ رِهانڍِ، لَحَظي مَنجِھ، لَطِيفُ چئي.

4

سَسُئيءَ لَنگِهيو سو، مَردَ جنهن ماتِ ڪيا؛
جَبَلُ وڏو جو، نُوُنِ مِڙوئي نِينهَن کي.

5

چَپَرُ چَمَرُ پانيانِ، ڪانپوءِ ڪارو؛

پَبُ وِجهندِيَسِ پُٺِ تي، صُبُحَ سَوارو؛
وَڃَڻُ مُون وارو، ڪينَ وِهَندِيَسِ وِچَ ۾.

6

ڇِپَرَ ۽ ڇِمَرَ، ٿا لَڳَهَ لَڳَنِ پانڻَ ۾؛
ڏاڍا ڏُونگَرَ ڪَرڪَرا، ويڏَ، وِنگايُون وَرَ؛
آئُون پِيادِي پَنڌِين، نماڻِي نِڌَرَ؛
سُورِيُون جِتِ سَگَرَ؛ اُتِ ٻا تا ڙِيءَ ٻِيلي ٿِئين!

## داستان ڇهون

1

آڏَ تِراڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا؛
ڪَيَمِ آهَ عَجِيبَ کي، سِڪَ مَنجهان سا ڪا؛
پيئِي هِنيَڪِي هوتَ کي، ڪُوڪَ وَڃِي ڪَنِ ڪا؛
مُنهنجو وَسُ واڪا، ٻُڌَڻُ ڪَمُ ٻَروچَ جو.

2

آڏَ تِراڇا، آهُڙا، ڏُونگَرَ کي ڏاڪا؛
وَنِي وَرُ واٽَ ٿِيا، ٻَرِ ڇَڙِهي باڪا؛
ڦَنيا پيرَ فَقِيرِ جا، ڇَڙَهندي ڇَڙها ڪا؛

هُيَنِ جِيءَ اَندَرِ جا ڪا، وِيا پُڄائي پانهِنجي.

3

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ ڪَهَ گَهِٽي، جِتِ بَرِيَتَ، سُڄَنِ پيرانُ؛
ڏاهَنِ ڏاهَپَ وِسرِي، ٿِيا حَرِيفَ ٿِي حيرانُ؛
سَسُئِيءَ لَنگهيو، سَيّدُ چئي، مُحَبَّتَ سين ميدانُ؛
جنهنجو آرِياڻي اڳوانُ، تَنهن ڪانهي باڪَ ٻِهِيرَ ۾.

4

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهِٽي، جِتِ جَبَلَ گُوناگُونِ؛
ليڙَنِ جُون، لَطِيفُ چئي، تَنگِ تنوارُون پُونِ؛
جنِ ڏِنو پيرُ پُنهونءَ جو، سي نه ڪي رُون، نه چُونِ؛
هُوندَنِ مَٿي هُونِ، لاڳاپا هِنَ لوڪَ جا.

5

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهِٽي، جِتِ وِيا روڏا رِنگائي؛
ساڳا پي سيڻَنِ جي، ٿِي وِندُرِ واجهائي؛
رَهيَسِ، رَسُ، لَطِيفُ چئي، تنهن ڪَمِيڻِيءَ ڪاهي؛
آرِياڻي آهي، مَنهِن مَعذُورِنِ جي.

6

ڪَرِڙا ڏُونگَرَ، ڪَهَ گَهِٽي، جِتِ مِينهَن وَسَنِ ماڪُون؛

سُجَنِ ٿِيُون، سَيَّدُ چئي، ها ڙهي جُون هاڪُون؛
جِتِ اَنديُون اوطاقُون، تِتِ ڪاهي رَسِجِ، ڪارَڻي!

7

ماڻڪُ مِٺُ سَندومِ، اونداهِيءَ ۾ سوجهرو؛
حَشَرَ ويلَ حِسابَ ۾، ڇڏي نه ويندومِ؛
سارِيو سَڏُ ڪَندومِ، ڪوهِيارو ڪيچَ ڌَڻي.

## داستان ستون

1

پُنهونءَ سين پِريتِ جو، ڪو جو پيچُ پيومِ؛
پَنِيي هِنَ پَنِيورَ ۾، وِهَڻُ وِهُ ٿِيومِ؛
مَتيُون موٽَڻَ سَندِيُون، ڪاڪِيُون! ڪيمَ ڏِيومِ؛
سَرَنيُون! ساهُ سَندومِ، ٿِيو حَوالي هوتَ جي.

2

ڏانجَهنِ تي ڏانجها، ڏِنائُون ڏُکِيءَ کي؛
لِڳيَسِ نائُڪَ نِينهَن جي، ڪُڙِهه اَندَرِ ڪا جا؛
ٿَرَنِ ۾ ٿاجا، ڪَري مُنڌَ مِرُنِ سين.

3

ڪو مُنهن ڪُنَلِ آئيو، وَسِ نه ويچا رِي؛
هوتَ! تُنهنجي هَٿَ ري، پُهُچي نه پا رِي؛
اَچِين جي، آرِي! ته پاندَ پُڄِي، لَڪُ لنگهيان.

4

ڪَڏِهن تان ٻاجهه پَئِي، ساڄَنَ! مُنجُ سَلامُ؛
سِڪَ تُنهنجِيءَ، سُپِرِين! ڪَيو تَنُ تَمامُ؛
هَٿِين هاجَ وِهُ ٿِي، نيڻين ننڊَ حَرامُ؛
دوسَ! نه سَهان دامُ، تُون وِندُرِ ٿو ويلا ڪَرِين!

5

ٻَرُ مِڙوئِي ٻُوءِ، ڇِپَرَ ڇا ٿُون مُڪِيُون؛
ٻَهه ٻَهِ ٿي ٻَنِپورَ ۾، هَنڌَ مِڙئِي هُوءِ؛
راڻِيُنِ وَرِي روُءِ، گُوندَرَ لَٿا گولِئين.

6

جَتَنِ سان جانڪُون، سَرَنيُون! مُون سَڱُ ٿِيو؛
ڪَري ڪوهِيارو وِيو، تَنُ ڇِنِي تانڪُون؛
آئُون پرڻ تَڏانڪُون، اَڌَ ڏُکوئِي آهِيان.

7

مَتان ڪاءِ ٻَڙي! ٻولَ ٻا روچي وِسَهي؛

هُوندَ نہ سُتِيَسِ، سَرَتِيُون! ويہِي رَهِيَسِ وَڙِي؛
جَتَ پَنهنجي جُوءِ ۾، گها رِينِ مانَ گهڙِي؛
ڪيچِينِ آئُون نہ ڪَڙِي، ڪنهن ڏُکِيءَ ڏاوَڻُ ڏائِيو.

8

اَدِيُون! آئُون نہ تِيئَن، جِيئَن پِرِيَتَّو پِرِيُن سين؛
پَڏِي سُتِيَسِ نہ سوگهو، چِلُوَرُ چاتِيءَ سِيئَن؛
ڪيچِي ڪاهي ڪَرَها، مُونهان وَجَنِ ڪِيئَن؟
ڏوهُ مُنهنجي ڏِينهَن، پُنهونءَ کي ڪا مَ چَئِي.

9

وَرَ! مَ وِسارِيج، آهِيان تُنهنجي آسِري؛
ڏاڍو ڏُونگَرَ جو سُجي، سو لُطفُون لَنگهائِيج؛
اُسِرِي اُتَهِين، وِيرَ! تُون، آرِي جامَ اَچِيج؛
نماڻِيءَ کي نُورَ سين، لالَنَ! لَڏائِيج؛
ظُلمَتَ جا زمِينَ جِي، سا نِرمَلَ! نُورُ ڪَرِيج؛
ڪامِلَ! ڪَنِ ڪَرِيج، فَريادِيُون فَقِيرِ جون.

وائي

چورِي چڏِ مَ چيَرين، پا روچلَ! پانهِي؛

جانِبَ جهڙو جڳَ مِ، ناهي ڪو ثانِي؛

پُنهَلَ! نِيو پانڙَ سان، پورِهيتِ پرِتِياڻِي؛

پورِهيو ڪَندِيَسِ پرَ جو، پرِيندِيَسِ پاڻِي؛

هوتَ! مَ ڇڏِيو هيڪِلِي، هِيءَ جا وِندُرَ وِڪاڻِي؛

اَدِيُون! عَبۡدُاللّٰطِيفُ چئِي، اِيندُمِ آرِياڻِي.

سر ڪوهياري

# سُر ڪوهياري

## داستان پهريون

1

لَيۡلَ نہ جاڳِينءَ لِڪَ سِيئَن، ڪُلِّي نوۡمُ ڪَياءِ!

قُمۡ ثِي، پهُچ قَرِيبَ ڪي، اِجۡلِسۡ تو نہ جُڳاءِ؛

مُنِي! مهمانَ سينِ، ويهي راتِ وِهاءِ؛
جيلان ننڊَ ڪَياءِ، تي روزُ رَهِين ٿِي راهَ ۾.
2
اِجۡلِسۡ ڪَري اُٿيا، تَنوارِيو توڏَنِ؛
نَوۡمَ نوازِينءَ؛ اُن جي، مَرۡحَبا موڏَنِ؛
رِڙهِي رَسُ روڏَنِ، اَلۡيَوۡمَ سِيُرُوا، سَسُئِي.
3
غافِلِ! غَفلَتَ ڇوڙِ! تُون ڪِيئَن، اَٽاسِي! اوجِهرين؟
ڇُپاتا چَڙهِي ويا، وِچِي پُهتا توڙِ؛
نيٽِين ننڊَ اُکوڙِ، جِمَ وَرَنِ ۾ واڪا ڪَرِين.
4
آلوڙو اکِينِ، آيَمِ ننڊَ اَياڳَ کي!
هاٽي هِنَ ڀَنڀورَ ۾، ڳھا رِيان ڪارَڻِ ڪِن؟
اَديُون! اونِيَڙَنِ، هِنئَين سان هاجو ڪَيو.
5
سُتِينءَ پيرِ ڏِکھا ڪَري، وَڏِي جا ڙَ ڪَياءِ؛
دَرَ پِرِ اُپِئين دوسِتَ جي، نه سُرِ پُرِ هُوندَ سُياءِ؛
اَصلِ آرِيءَ جامَ جِي، سَڳِي تُون نه سِياءِ؛

پُنهُونءَ سين پياءِ؛ ٿي، نِپاڳِي! نِندُون ڪَرِين!

6

اِيُ ڪَمُ ڪَميڻِنَ، جِنَ سُمَهَنِ پيرَ ڏِڳها ڪَري؛
لوچِين چو نہ، لَطِيفُ چئَي، ها رِي! لَءِ هوتَنِ؛
نِندان نِپاڳِنِ کي، اوپالا اَچَنِ؛
سي پُنهُون ڪوه پُڇَنَ؟ جي سَنجهي رَهَنِ سُمهِي.

7

سُتِينءَ سَنجهيئَي، مُنهُن ويڙهي مُئَنِ جِئَن؛
اوجاڳو اکِيُنِ کي، ڇا توءِ نہ ڏِنئَي؛
هَٿان تو پيئَي، ٿِي ڪَچو ڪيچِيُنِ ڪَرِين!

## داستان ٻيو

1

ڏُونگَرَ! تُون ڏادو، ڏادا! ڏاڍايُون ڪَرِين؛
مُون تَنَ اَندَرِ تِيئَن وَهِين، جِئَن وَڻُ وَڍي واڍو؛
اِي ڪَرَمَ جو ڪاڍو، نات پَٿَرِ ڪيرَ پَنڌَ ڪَري؟

2

ڏُونگَرَ! ڏُکَ سَنداءِ، پِرِين گَڏِجان نہ چوان؛

پِنيءَ ٽِئين پوارئون، پِيا وِنگا وَرَ سَنداءِ؛
چِڱي ڪانَ ڪَياءِ، پيرُ وِڃايُءِ پِرينءَ جو.

3

ڏُونگَرَ! ڏوراپو، پِهريون چَوندِيَس پِرينءَ کي:
”پَهڻَ پيرَ پٿُون ڪَيا، ترِيُون چِنيُون تو؛
رَحمُ نہ پِيُءِ رُوحَ ۾، قَدُرُ مُنهِنجو ڪو؛
واڪو ڪَندِيَسِ: ’وو! مُون سان جَبَلُ ٿو جا ڙُون ڪَري!‘“

4

ڏُونگَرَ! ڏُکوئِن کي، دِلاسا ڏِجَنِ؛
گَهڻو پُڇِجي تِن کي، جِن وَٽان هوتَ وَڃَنِ؛
تُون ڪِئَن سَندا تن، پَهڻَ پيرَ ڏُکوئِين؟

5

ڏُونگَرَ! ڏُکوئِن کي، گَلِ نہ سُڪا ڳوڙها؛
هُو جي پَهڻَ پَبَ جا، سي پَڃِي ٿِيا پورا؛
ڳُوندَرَ جا گهوڙا، وَڃَنِ جانِ جُدا ڪَيو!

6

ڪي جي ڪَڍِيا پارَ، ڏُکِيءَ ڏُونگَرَ پاڻَ ۾؛
سُٺِي سا ٽنوارَ، مِرُون پِيا ماري.

7

ڏُونگَرَ پُونِيٖن ڪِيٖرَ، سَڄَڻَ ميخُون ڏُونگَرين؛

هَهڙا سيڻَ سُڏِيٖرَ، ڪِيٖن لَهَندِين ءَ ڪي ٻِيا.

8

ٻَئي ويٺا رُوَن، ڏُکِي ڏُونگَرَ پاڙَ ۾؛

ڪنهنکي ڪِيٖن چوَنِ، مَنجِهنِ جو پِرِيتَڙو.

9

تَپي ڪَندين ڪوهُ؟ ڏُونگَرَ! ڏُکوئِن کي؛

تُون جي پَهَڻَ پَبَ جا، تہ لِڱَ مُنهِنجا لوهُ؛

ڪَنهنجو ڪونهي ڏوهُ، اَمُرَ مُون سين اِئن ڪَيو.

10

ٻَڙيَ! تہ ٻيلِي گهڻا، ساٿِي پُڇي سُکُ؛

رَفاقَتَ رُجُنِ ۾، ڏُونگَرَ ڪاري ڏُکُ؛

آرِيءَ جو اَهُڪُ، مُون رَهَنُما راهَ ٿيو.

داستان ٽيون

1

مُون کي چَڏِ مَ چِپَرين، هِت، هوتاڻي! هاڻِ؛

اوڏي مُندَ اُنَنِ کي، اَللہَ ڪا رَڻَ آڻِ؛
پورهيو ڪَنديسِ پاڻِ، اَڳيان آرِيچَنِ جي.

2

مُون کي ڇَڏِ مَ ڇپَرِين، پوءِ رَهايَسِ 'پاڻِ' ؛
جي پُلائيُون پاڻِ، تن کي رَسُ، رَسِيلا، راهَ ۾.

3

سُتي پوَنِ ڇِرِڪَ، آيَلِ! پا روچَنِ جا ؛
وَمَ وِهاڻي، وو! ڙي! ڪوهِيا ري ڪِرِڪَ؛
ڏَڙُ ڏُوڙيو تنهن ڏَڪَ، جَڏِيءَ جِئڻ نہ ٿِئي!

4

سُتي پوَنِ ڇِرِڪَ، آيَلِ! پا رَوچَنِ جا ؛
پُنهونءَ جي پيڪانَ جُون، راسِيُون مَنجهان رُڪَ؛
هَنيَمِ هوتَ ڪِرِڪَ، لوچان، لوءُ نہ نِڪري.

5

جيهي جي تيهي، تہ بہ پانهي پا روچَنِ جِي؛
حُجَتَ هوتَ پُنهونءَ سين، مُون ڪَميڻي ڪيهي ؟
اَصُلِ آرِيءَ جامَ جي، پَليءُ آءٌ پيئي؛
هُوءَ جا پائِنِ پيرَ ۾، تنهن جُتِي نہ جيهِي؛

وِسا ري وِهي، تن ڪيچِنِ کي ڪِيئن رَهان؟

6

هُئَي، جي نہ هُئَي: تہ بہ ٻانهي ٻا روچَنِ جِي:
اِنَ سَڱَ مُقابِلِ سَسُئَي، سَندِيَنِ ٿي سُئَي:
هُنِ تان لَجَ لُئَي، هِنَ جو هَلَڻَ هوتَ ڏي.

## داستان چوٿون

1

ڳائي نہ وائي: اَدِيُون! آرِيچَن جِي:
ڪنهن پَرِ ڪَهِي لَنگهِيان، جَبَلَ جهاجهائي:
جيڪسِ واجهائي، هاڻي مَرَندِيَسِ هوتَ لَءِ؟

2

هَلَڻُ سَهان نہ هوتَ جو، وَڃَڻُ مُون نہ وَسِ:
اَللهَ! آرِيچَن جِي، گوڙِي ميڙِئين گَسِ:
پِرِين، پَنهوار! تو پُڇان، ڏُونگرِيا! مُون ڏَسِ:
اَکِين جِي آرَسِ، مُنڌَ جيهائي جوڙَ ڪِي.

3

مُون کي جنِين ما رِيو، آن ڪي گَڏِيا سي؟

تَنَ ۾ طاقَتَ ناهِ ڪا ، اَدا! اُنِين ري؛
سُورُ سَلِتُمِ تي، جيلان ڳالهِ ڳِري ٿئي.

4

مُون ڪي جنِين ما رِيو، سُجاتِرَ سيئي؛
پُنهون پيڪانَ پَچَندِيا ، ٻلَنِ تان ٻيئي؛
ويڃَنِئُون ويئي، ٿي وَهِيڙي سَڄَڻِين.

5

پَرِتَوو پُنهونءَ جو، سَهائي، سِياهُ؛
مُنهُن ڏِيئي مُون آئِيو، رَنگا رَنگِي راهُ؛
پَهرِين ڏِيندا پاهُ، پوءِ رَڱِيندا رَڱَ ۾.

6

پَرِتَوو پُنهونءَ جو، رُڳِيائي راحَتَ؛
پانئِيان ڏِينهُن پوارئُون، ساڄَنَ لاءِ صِحَتَ؛
مِٺِي مُصِيبَتَ، آرِي جامَ جِي.

## داستان پنجون

1

رِءَ قَرِيبَنِ قُوتُ ڪَيو، وِيٺِي وِرِهُ چَران؛

اِنَ عَذابان اَڳِهين، مادَرِ! چو نہ مَران؟
اَڊِيُون! جو نہ اَوهان، سو مان سُر سَرَئِيُون!

2

اَڊِيُون! اَڳِهي آهِيان، پِرِيُنِ پُڇاڻا؛
سي ڪوهِيارا ڪيڏِ وِيا، ساڄَنَ سِياڻا؟
جي سَسُئِي سيباڻِ، سي وِچِي ڪيچ قَرارِيا.

3

حَقيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪَرِيان ذَرِي؛
لَڳِي ماٺِ مِرُوئَنِ کي، ڏُونگَرَ پَوَنِ ڏَرِي؛
وَڄَنِ وَڻَ ٻَرِي، اوپِرَ اُپِري ڪِينَ ڪِي.

4

حَقِيقَتَ هِنَ حالَ جي، جي ظاهِرُ ڪَرِيان زبانَ؛
لَڳِي ماٺِ مِرُوئَنِ کي، رسي سُورُ شَبانَ؛
ٽاڪَرِ ٽِڪي ڪانَ، جَبَلُ سَڀِ جَلِي وَڃِي.

5

سارِيان ٿِي سَبِيلَ، پُرِ تَقصِيرُون پاڻَ ڏي؛
مَتان مُون کي ڇَڏِئين، آرِي ڄامَ اَصِيلَ!
وَرُ وِلَهِنِ جا وَسِيلَ! رَسُ، رَهَبَرَ! راهَ مِ.

6

سرَتيون سُوراتِن جي، ڪوهُ ٿيون پٿرِ پوَنِ؟
گھاءُ نہ لڳُنِ گھٽَ جو، رِيا مان ٿِيُون رُوَنِ؛
چيتا رِيو نہ چوَنِ، پار مُنهِجي پرِينءَ تان.

## داستان ڇهون

1

ڪَنهِن پَر رُئان پرِينءَ کي؟ اَندرِ ناهِ اُساٿ؛
لوهُوڪا لَڪَنِ ۾، ويري مَٿي واٿَ؛
ڇپَر ۾ ڇُونچاٿَ، ڏِنَمِ ڏُکوئِنِ جا.

2

ڪَنهِن پَر رُئان پرِينءَ کي؟ پَڇَڙَ ناهِ پچارَ؛
اَندرِ ٿِي آهُون ڪَرِيان، ڪاٽِي مَنجھ خُمارَ؛
ڳِريي جِي گُفتارَ، ٻِيءَ پَتِ ٻا روچَنِ ۾.

3

سُڄَ وَسَندِي تن کي، جوشَ جَلايا جي؛
طالِبَ جي تحقيقَ جا، نِينهُن تنِين وَٺِ ني؛
تيڏِي پَسي ٿي، هُو تان آهي هيڪڙو.

4

ٻِيُون ڏيئِي ٻَنِ کي، هَلِج پاسي هيڪَ؛
وَرُ نہ سَهي ويڪَ، تُون، تيڏِي! ٽِئايُون ڪَرِين.

5

اَچا تُون اَواڻَ، واڻان پاسي ويسِرِي؛
سُونهِين ٿِي سُواڻَ، تہ مَنجهان دِلِ ڏَڳُ لهِين.

6

پانهِين، پسِي پَبُ؛ مَتان ڪا، مُنڌَ! ڏِئين؛
اَڳيان ڪَوُمَ ڪَبُ، اِيُ قالِي آڏو ڪيچَ کي.



# سُر حسيني

## داستان پهريون

1

لَڙُمَ، لاڙائُو ٿِيو، هَلِي ڪَرِ هِمَٿَ؛
سِجُ سامُهون مُنهَن مِ، مَتان ڪَرِئين ڪَٿَ؛
سُپيرِيان جي سَٿَ، ٻاڙهي سِجِ ٻالهِ مِڙِين.

2

اُلَهِي سِجَ اَوِيرَ ڪِي، ڏِٺائِين ڏونگَرُ؛
سَسُئِيءَ کي سَيَّدُ چئي، سُورَن جو سَمَرُ؛
ڪُنَلِ رَکِيو، ڪَرُ، ويچاريءَ وِڻڪارَ تي.

3

وِيني مُون وِيو، لَڙِي سِجُ لَڪَنِ تان؛
آئُون ڏُورِيندي ڪيترو، پَهَڻ پيرُ پِيو؟
سُورَنِ سانُ سِهو، اَچِي ٿِيُمِ، جيڏِيُون!

4

سَرَنِيُون! سُجِي سُجَ، مَتان ڪا مُون سين هَلي؛
پاٽي ناهِ، پَنڌُ گهڻو، اَگِيان رائو رُکِي رُجَ؛
مَتان مَرِي اُجَ، ڪا ڏِئي پا راتو پِرِينءَ کي.

5

پَنِيءَ نہ پيرونِ، اوڏِيءَ چَڪَ نہ چَمِيا؛
پويون هِيُ پيرونِ، نِينهن نِباهي هَليا.

6

سُيءِ ڪا تنوارَ، ڪِي هُنئِين ٿِي هَٿَ ڪَٽِين؛
سَوِين رُلِيُون سَسُئِيُون، هوتاڻِ هزارَ؛
با روچاڻا بارَ، توڙان تَرسُ نہ سِکيا.

## داستان ٻيو

1

ڪِي ڏَرَتِيِ، ماءِ! ڪِي جَرَ سَندِي سَجَڻِين؛
هَلي ۽ واجهاءِ، ٻنهين جيرَنِ وِچ ۾.

2

مَٺيان مَٺي مَڇُ، ٻَرِيمِ ٻا روچَنِ جو؛
مُون کي طَعنا تي ڏِئين، جئَن نه پَرُوڙِئين سَچُ؛
اَمڙِ! اوري اَچُ، ته سِٽَ سُڻائَنءِ سُورَ جِي.

3

مَٺي مَنجهانِ مِينهُن، پَسو! پاڻيءَ جئَن وَهي؛
مُون پانيو نِينهُن، ڇِپيُون جيري سَندِيُون.

4

منجهان مُنهنجي رُوحَ، جي وَجي ساڄَنُ وِسرِي؛
ته مَرُ لَڳي لُوهَ، ٿَرَ ٻا ٻيهو ٿي مَران!

5

پَهِي ڪامَ پچاءِ: اَمڙِ! مُنهنجي آسِري؛
ڏَئِي لَٽَ چَرخي کي، پُوڻِيُون پاڻيءَ پاءِ؛

ڪَتِيُمِ جنهِين لاءِ، سو ڪوهِيارو ڪيچ وِيو.

6

ڪوءِ ها ڙهو! ٻَنِ هوتُ! ڪوءِ پُنهون، ٻَنِ پِرِيَتُو!
مادَر! مُون مَوتُ، پَسَڻان پرائيو.

7

ڪوءِ ٻولِي! ٻَنِ ٻَروچُ! گهورِي ذاتِ جَتَنِ جِي!
مُون کي چَئِي ”لوچُ“، پيهِي وِيا چَپرِين.

8

جِئَن جِئَن تَپِي ڏِينهُن، تِئَن تِئَن تاڙِي پَنڌَ مِ؛
ڪو آ ڳانجهو نِينهُن، ٻانِيَڻِ ٻا روچَنِ سين.

9

جان جِئَين تان جَلُ، ڪانهي جاءِ جَلَڻَ ري؛
تَتِيءَ ٿَڌِيءَ هَلُ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي.

10

تَتِيءَ ٿَڌِيءَ ڪاهِ، ڪانهي ويلَ وِهَڻَ جي؛
مَتان ٿِئي اُونداهِ، پيرُ نه لَهِين پِرينءَ جو.

وائي

شاديءَ جو سينگارُ، آيلِ! مَرَڪُ مُنهِجو مُون پِرين.
آهي ڳَهُه ڳچيءَ جو، ڏِئي هالورا هارُ؛
آهي اَگها ڙِين ڪي؛ جانِبَ جو جنسارُ؛
آهِئين ڪاجُ ٻُڪَينِ جو، تُون تان طَعامُ تيارُ؛
اَعليٰ اَچو عِيدَ ۾، دوسِتاڻو ديدارُ؛
حُسْنَ هوتَ پُنهونءَ جي، ڪَڪورِيو ڪوهِيارُ؛
سُيَجَ ڪَيائِين سُرَهي، واسِيائِين وَڻڪارُ؛
ڇَپَرَ ڇاتُون مُڪيُون، عَطُرُ ٿيو آوارُ؛
ڪوڙيِين ٿِيا ڪيترا، نالي تان نِثارُ؛
سَدا صلابَتَ جِي، گوِلي گرِفتارُ؛
گهورِيان گهرُ گهِٽيءَ تان، اَچي جِئان آڏارُ؛
اَدِيُون! عَبْدُاللَطِيفُ چئي، مِليو مُون مَنَنارُ.

داستان ٽيون

1

ڪو گُهمندي گهورُ، آيُمِ ٻاروچَنِ جو؛
ڇَڏِيندِيَسِ پَنهورُ، هِنئُون هِتِ نه وِندُري.

2

ڀَنڀورَ جَنِ سُکَنِ، مُون کي سا ٿان ڪا رِيو؛
هاڻي ساڻُ ڏُکَنِ، تان ڪِي ڏُونگَرَ ڏورِيان.

3

ڀينرُ! ڀَنڀوران، ڀَڄو تان اُڀو؛
اَڳِي اِنَ ماڳان، سَرَتِيُنِ سُورَ پِرائيا.

4

ڀينرُ! هِنَ ڀَنڀورَ ۾، دوزَخَ جو دُونهون؛
سَوارو سُونهون، پُڇِي پُورِج، سَسُئِي!

5

ڀَنڀوران اُجاڙُ، سَرَتِيُون! سَکَرُ پانئِيان؛
مُون سين تنهن ڀاڙُ، ڏُکان هَڏِ نہ ڏوريو.

6

اُجاڙان ڀَنڀورُ، سَرَتِيُون! سَکَرُ پانئِيان؛
آرِياڻِي اَتورُ، ڏِٺُمِ جِتِ اکِنِ سان.

7

ڀُلِيو سَڀُ ڀَنڀورُ، جو ڀُنِيءَ هوتَ نہ هَليو؛
شَهرَ سُڄاتو ڪِينَ ڪِي، آرِياڻِي اَتورُ؛
ماڻِيو تِنِين مورُ، ڏيکِيو جنِين دِلِ سين.

8

بُرو هو ڀَنڀورُ، جو آرِياڻيءَ اُجا رِيو؛
لاٿو سَڀَ لوڪَ تان، ها ڙهي ڏَڏيءَ هورُ؛
چورِيُون چُرَڻُ سِڪيُون، پُنهون ڪَياڱُون پورُ؛
آيو سو اَتورُ، جنهن ڏُکيُون ڏِکَ وِها رِيُون.

## داستان چوٿون

1

لَڄايا مُونهان، ساڄُهرِ تي سيڻَ وِيا؛
پِيَنِ ڀَنڀوران، سُڌِ مُنهنجي ذاتِ جي.

2

آئُون جي هُيَسِ هَڏُ، اَڏيُون! آرِيچَنِ جو؛
ساٿَ لَڏِيندي سَڏُ، هُوندَ ڪوهِيا را ڪَرِينِ مُون.

3

هُيَسِ جي سِياءِ، تہ ڪَيُمِ ڏُکُ ڏيرَنِ تي؛
اَدَبَ وچان اُنِ سين، ڳالهِ نہ ڪَيَمِ ڪاءِ؛
ذات مُنهنجِي، ماءِ! ڪَچو ڻِي ڪيچيُنِ ڪِي.

4

سائِي توءِ ھَلَنِ، پَٽَرِ جي وارَ ڪَرِيان؛
جيڪُسِ ٻارُوچَنِ، ڪوڏِ تو عَيبُ اکينِ سين.

5

سائِيُن سَئِين نہ جاڳِين، پوءِ ڪُجا ڙِيان روءِ؟
اِيَ پَرِ ڪُپَرِ ھوءِ، جئَن ھُو سانگِي، تُون سُمَهِين.

6

مُون سَڏِيندي سَڏ ڙا، سائِي سَڏُ نہ ڏِينِ؛
وِلَهِيءَ جي وَٿاڻَ تي، توڏَ نہ تنوارِينِ؛
ھيڏا ھاجا ٿِينِ، ٻُري ھِنَ ڀِنڀورَ ۾!

7

ڪَھان، تان ڪيچانَ پري! وِھان، تان وَٽِ مُون!
پُلي ڏورِيَمِ پُون، عَبَٿُ آرِيءَ ڄامَ کي.

8

ڪَھان نہ ڪيچان پَري! سُمهان تان سِرَ ھيٺ!
ٻارُوچي سين ڏيٺِ، جيڏِيُون! جيھِيءَ پَرِ ٿي.

وائي

ھوتَ! ھوتَ! اي ھوتا! ڏِيَندِيس ماهُ مِرُنِ کي؛

آئُون جَرا جِيُّ ڪَري.
ڏيئِي باهِ ٻنڀورَ کي، آئُون آيَسِ تو ڳَري؛
آرياڻي پُنهونءَ ري، مُون کي، سَرِتيُون! تان نہ سَري؛
جَندِي پايو جانِ ۾، ڏُکي ڏُکَ ڏَري؛
آءُ اوراھُون، سَپرِين! وَڃُ مَ، پِيَّ! پري؛
مُون ڏِنِي، مُون وِسَھو، وِرچي تان نہ وري؛
ڏُکِيءَ جي ڏيکا رِئِين، ڏاران مُنهَن مَري؛
پيالي پِرِيُن جي، موهِيَسِ ميٺَ ڪَري؛
آرِيءَ جي عِشقَ جِي، مُون کي اَندَرِ آڳِ ٻَري؛
توکي توءِ نہ ڇَڏِيان، جي وَجان پُونءِ تَري؛
ذَرُّ وِجَهنديَس ڏُوڙَ ۾، مَٿو ڏارَ ڏَري؛
هَلَڻُ سُٽِي هوتَ جو، ڏُکِي، پَسُ ڏَري؛
پِرِين! ڪَٽِج پاڻهِنجِيُون، اکِيُون ٻاجهہ پَري؛
اَدِيُون! عَبدُاللَطِيفُ چَئِي، مَنَ ڪا مهرَ ڪَري.

## داستان پنجون

1

لِيڙَنِ لَنگهِه لَسَ، مانباٽِيان مَٿي وِيا؛
وَ نِي وَرُ واٽَ ٿِيا، پُنهون جامُ پَهَسَ؛
هُئا وَڏِي وَسَ، ٻارو چا پَنپورَ ۾.

2

چِڀُون چِپِرَ ڪَڻَي، پَهَڻَ پَٿَراٽِيُون پائِيان؛
جتي رَهان راتِڙِي، مِرُون مُنهنجا مِٺَ؛
سيڻَنِ جِيءَ سَهَٽَ، ڏُونگَرُ ڏورِلي مُون ٿِيو.

3

مُسافِرِنئُون، ماءِ! وِرِه وِهايُمِ وِتَرو؛
اَچِي ٿِيَمِ اوچِتِي، تن سانگِيُنِ سين ساڃاءِ؛
جِيجان! جَهلَ مَ پاءِ، هِنئُون هوتَ هَٽِي وِيا!

4

ڪِيئَن اَڙَايُءِ پانڌُ، پلؤ پَرَڏيهِيُنِ سين؟
مَتِيُون مُوڙِهِيُءِ، سَسُئِي! ڪَيُءِ ڪوهِيارو ڪانڌُ؛
رُلِي! پائِيُءِ راندِ، ٻانِبَڻِ! عِشقُ ٻَروچَ جو!

5

مُنهنجو پا ڙِيچَنِ، ڪَچو ڪونہ ڏَڪِيو؛
پاسي چَڙهِي پُنهونءَ جي، ذاتِ سَلِتِي جَنِ؛
تيلان پا روچَنِ، نِڌَرِ چڙِهي نِندِ ۾.

6

حُسينِيءَ جي هاڪَ، مادَرِ! مارِي آهِيان؛
ڏِينهان ڏورَڻُ ڏُکَ سين، راتِيان چِڪَنِ چاڪَ؛
ڏِجان پَرِ فِراقَ، مَتان پوئِمِ پِرينءَ سين.

7

جيڪِي فِراقان، سو وِصالان نہ ٿِئي؛
اَچِي اوطاقان، مُون کي پِرِيُنِ پَري ڪَيو.

8

ڦِرِي آءُ، فِراقَ! مُونکي وِصالان وِچُ پيو؛
جي ٿي چِڪِيَمِ، سي پِرِينءَ گڏِجي پُورِيا.

وائي

پُنهون پَريشانُ، بَرِ! بَرِ! نڪو خانُ نہ مانُ؛
هيءِ! هيءِ! حالُ مُنهِنجو.
مُونکي بُکَ بوتَنِ جي، ناقي پائيان نانُ؛

شَهرُ صَحرا پانئيان، مُون ليکي مَيدانُ؛
رُئان ٿي رُڃُنِ ۾، آرِيءَ لَءِ عُريانُ؛
پِٽيان مُنهُن پَسَڻَ لَءِ، هِتي ٿِي حَيرانُ؛
آهي آرِيءَ ڄامَ جو، مُون کي ڪارِي ڪانُ؛
ديوانيءَ کي دِلِ ۾، سُورَن جو سامانُ؛
وِڄهڄ پِڪَ پينارِ تي، پِرِيَمِ! ڪائي پانُ؛
ڪَڏهِن ٿِيندو ڪيڇَ ۾، مُنِيءَ جو مَڪانُ؟
آهِئِين، عَبدُاللَطِيفُ کي، اڳيان تُون اڳوانُ.

## داستان ڇهون

1

آيا آسَ ٿِيامِ، پا روچا پَنهورَ ۾؛
پَسِي پَهَرَ پُنهونءَ جِي، نَهَن سِيئَن نيڻَ ٺَرِيامِ؛
گُوندَرَ وِسرِيامِ، سُکَنِ شاخُون مُڪِيُون.

2

ڏيکارِيُسِ ڏُکَنِ، گُوندَرَ گَسُ پِرِيُنِ جو؛
سُونهائي سُورَنِ، ڪِي هيڪاندِي هوتَ سين.

3

سَؤ سُکَنِ ساٿي ڏِيان، سِرُ پڻ ڏِيان سَٿِ؛
جي مُون مِڙئي مَٿِ، تہ وِرِهُ وِهايان هيڪڙو.

4

سُورَنِ سانگھا رو، ڪَڏهِن تان ڪونَ ڪَيو؛
آئِلِ! اوپا رو، باڙوڏو بوڙَ وَهي.

5

لَڳُمِ باڻُ بَروچَ جو، ڪَرَها ٿِيا قَضاڪَ!
اَهُڪِي جا اُنَنِ ڪي، سا مَيَنِ پوءِ مَ ماڪَ!
اَڪَڙِينِ خوراڪَ، پَسَڻُ پَرڏيهِيُنِ جو.

6

ڏُکويُون ڏيهان، جيڪُسِ لَڏي ويئُون؛
هاٽي ڪِنِ مُلان، پُڇان پِرِيُنِ خَبَرُون؟

7

مُٿِ مُٿِ سُورَنِ سيڪنهِين، مُون وٿِ وَٽاٽانِ؛
پَرِيُون ڪَيو پُٽانِ، وَيا وِهائُو نِڪري.

8

پِيڙي پِيڙي بَنڌُ، سُورائِتِي! سَندِ رو؛
ڪيچَ اڳاهُون پَنڌُ، مَتان لَڪَنِ سين لِڳي مَرِين!

9

ڏُکَ سُکَنِ جي سُونهَن، گھورِيا سُکَ ڏُکَنِ ري!
جنِين جِيءَ وِرُونهَن، سَجَڻُ آيو مان گِرِي.

## داستان ستون

1

پُڇَنِ سي پَسَنِ، جڏهن پِرِينءَ کي؛
ڏورِيندِيُون ڏِسَنِ، اَگَڻَ عَجِيئَنِ جا.

2

پُڇيوئِي، تان پُورِ؛ نات پُڇَڻُ هوءِ مَ پِرِينءَ کي؛
ڏورَڻَ وارِيُون ڏُورِ، هَڏِ نہ آهِينِ هوتَ کي.

3

ڏورِيان، ڏورِيان، مَ لَهان! شالَ مَ مِلان هوتَ!
مَنَ اَندَرِ جا لوچَ، مَچُڻِ مِلَڻَ سان مانِي ٿِئي.

4

آئُون ڏورِيَنءَ، شالَ م لَهَنءَ! پِرِين! هُئَين پَري!
هَڏِ نہ ساهَ سَري، تَنَ تَسَلِّي نہ ٿِئي!

5

چَڏِيَمِ حُجَّ هَلَڻَ جِي، چَڪِيَمِ چا ڙِهيڪا؛
اَڊِيُون! آڙِيڪا، هِنئڙي پِيَمِ هوتَ سين.

6

جيڪا ڪَندي سَنگُ، مُون جئن پا روچَنِ سين؛
اَنگُنِ چا ڙهي اَنگُ، رُئندِي سا رَتَ ڦُڙا.

## داستان ائون

1

آئَڻُ اورانگهي وِيا، آئون ٿي مَران، ماءِ!
پِٺُون ٿِيندِيَس پيرَ تي، ’هَيءِ! هَيءِ!‘ ڪَري هاءِ!
جِئَڻُ مُون نہ جڳاءِ، پِرِيُنِ تان پاسو ڪَيو.

2

چاڙِي جي چا تومِ، نہ پوندو فلّق فِراقَ جو؛
اڪَرُ اِرادَت جو، ڏُريائين ڏوتومِ؛
پوءِ تان ڪونَ ڪَيومِ، هُوندَ ڪَشالو ڪيچَ ڏي.

3

ڏُکائيندِي ڏُونهَڙا، مُنڌَ! سيٽانِي وَڃُ؛
پِرِياڻُونِ مَ پَڃُ، ساٿُ چَڙهَندو لَڪِين.

4

ڇڄ ۾ قطارن، ساٿُ چڙهندو لَڪِين؛
مَڇُڙِ ٿِئِين پُٺان، وَڳَ واٽَ ئِي نہ لَهِين.

5

پُڇِيوئِي جان دوستُ، تان پاسي ڪر پَرِهيزَ کي؛
جنِين ڏِنو هوتُ، تن دِينَ سَپِيئِي دُورِ ڪيا.

وائي

مُون کي ڇَپَرِ ۾ ڇَڏِيجا، يا روچا! پَلَيءِ لِڳي آهِيان.
ڇورِي ڇِنِي آهِيان، نِينهُن نِباهي نيجا؛
ڇورِي ڇَڏي ڇَپَرِين، ڪيچِي! ڪِيمَ وَڃِيجا؛
پُنهون مُنهنجو آن سين، ساٿُ سلامَتَ نيجا.
مون تان وَڙُ وِڃائِيو، اَئِين پنهنجو وَڙُ ڪَريجا؛
جوڳِيڪو ويسُ ڪَري، سِڱهَڙِي سارَ لَهيجا؛
آرِياڻِي! عَبدُاللَطِيفُ چئي، مُون تي وَهِلو وَرُ ڪَريجا.

داستان ٽئون

1

ڪاتِيءَ تان نہ ڪَنهِين، مَنُ وِجُهلَڻَ وَڍِيو؛
ما ريَسِ سُورَ تَنهين، جو نہ جِئا ري، جيڏِيُون!

2

جِيءُ مُنهنجو جَنِ، اَنگڙِيا رو وَڍِيو؛
پُڄاڻا پِرِيَنِ، سِبان، سَڄو نہ ٿِئي!

3

رو، وِسائي راندِ، پَهَ پَرُوڙِج ساٺَ جا؛
هوتَنِ سين هيڪاندِ، هُيَمِ پاٿي ڏِينهَڙا.

4

رُئَڻُ ۽ راڙو، مُون ٻماٽِيءَ جي ٻِجُهري؛
ڪُنَلِ ڪي قَلبَ ۾، قُرب جو ڪاڙهو؛
هوتَنِ لَءِ هاڙهو، رِجائِيندِيَسِ رَتَ سين.

5

روئِي ڪَندِينءَ ڪوهُ؟ هاڻي ڪو هوتُ وَري؟
جيڏيُون! جيڏوئِي ڪَيو، ساڻُسِ سيڻَ سِتوهُ؛
ڏوهِي اَٿيان! ڏوهُ، مَتان ڪا مُون سين ڪَري!

6

ڪاٽِيءَ ۾ ڪانيو، مُنِيءَ مَنگرُ ۾ ڏِيو؛

هيڪَرَ اُجھايو، ڏيئي ٻرَ لُھا رَ جِئَن.

7

تُون جي ڪالهَ مئي، تہ ڪالهَ ئي گَڏِينءَ پِرِينءَ کي؛
ڪَڏَهن ڪانَ سُئي، تہ ڪا سَکِهي گَڏِي سَڄَڻِين.

8

اڳي پوءِ مَران، مَرُ مَران ما رَبَّ مِر!
مَٿي پوءِ پِرِيان، خُونُ مُنهنجو جيڏِيُون.

9

مَرُ، مَٿا ڏيئي، پُنهونءَ ڪا رَنِڙَ پَٻَ مِر؛
تہ سَرَتِيون سيپيئي، واڪاڙِيِنئي وِيِئيُون.

## داستان ڏهون

1

واڪِيو واڪِيو وِڪ، پا ٻوهِيو پيرُ ڪَٽي؛
سي نہ چَڙَهندِيون ڏِکَ، موڙي پيرُ، مَرَن جي.

2

وِجُھ وَڏَندِي وِکَ، مَڇُرِ لِکَ لَڪائين؛
ڏُکُ تِنين کي ڏِکَ، حُبُّ جِنِين کي هوتَ جو.

3

واڪو هَڏِ مَ لاهِ، سَڌَنِ مَٿي سَڌَ ڙا؛
مانَ تُنهنجِي ڪاءِ، سَگَرَ مِ سارَ ٿِئي!

4

سُورَنِ سانديياسِ، پُورَنِ پالِي آهِيان؛
سُڪَنِ جي، سَيَّدُ چئي، پُڪي نه پيياس؛
جيڪسِ آئُون هُياسِ، ڳُرِي ڳُوندَرَ وَلِ جي.

5

ڪِينهي طالِبَ تاتِ جا، نه ته آهي تاتِ تِيارُ؛
ڏورِيان پيو ڏُڪارُ، گهورِندَ ڙَڪِي وِيا.

6

ڪنهن جنهن نِينهَن نَنڍاهُ، جي مُون واجهائِيندي نه وَرو؛
جيڪِي مُئي ڪنداهُ، سو جانبَ! ڪَرِيو جِئَري.

7

مَتان ٿِئين مَلُورُ، ڪِينَ اڳاهون آهِيان؛
ڏِسَڻَ مِ ڪَرَ ڏُورُ، حَدَ ٻِنِين جِي هيڪِڙِي.

داستان يارهون.

1

جِئَن اُتِن آرِيءَ جامَ، اُئَن تان اوئِن نہ ڪَيو؛
ٻڙڪِي ٻاهَرِ نِڪِتي، گاذَرِ مَنجهان گامَ؛
ساهُ ڏِنائِين سامَ، سُتِي سَڳَرَ پَٿِيِن.

2

لَڪِيُون! آن لَڳا، ڪي پلءَ پانڌِيڙَن جا؟
توهان گهٽيرو، ماءِ! رُوندا اُوءِ رَتُ وِيا.

3

ڏوٿِيُن چَيُس ”ڏُورِ، ڪيچَ اڳاهُون پَنڌُ ٿِيو“؛
پاٽا چَڙهِي پُورِ، وِڪَ وِڌائِين وِترِي.

4

سَسُئِيءَ جي سِرِيءَ سان، ڪيچَ ڏَٿِي ڪانڌِي؛
پَسَڻَ ڪارَڻِ پِرِينءَ جي، مُنڌَ هُئِي ماندِي؛
لَڪَنِ تان لَطِيفُ چئي، آرياڻِيءَ آنڌِي؛
پُنهونءَ پيراندِي، نماڻِيءَ نَصِيب ٿِي.

5

هَيءِ ٿو وجي هوتُ، آئُون ڪِ اڳيِري ٿِيان؛
مَتان چوءِ بَلوچُ، ”ڪَمِيڻِيءَ مان ڪِينَ ٿِيو“.

6

ڪَميڻِيُن هَٿان، ٿِين مُورائِين مَدِيُون؛
تُون ڪَر پاڻَ وَڙان، موٽُ سَڀاجها سُپِرِين!

7

نَڪِي ٿِيان سَڱَ ۾، نَڪِي سڱِيڻِي؛
آهِيان ڪَميڻِي، ذاتِ ٻَروچِيءَ نہ جُڙان.

8

ڪيچ ۾ خَبَرَ هوءِ، هِنَ مُنهنجِي ذاتِ جِي!
مَتان پُنهونءَ پوءِ، لَڄَ مُنهنجِي لوءَ ۾!

داستان ٻارهون

1

ڏِنان جي ٻَروچُ، مُون جنُن هوتُ اکِينِ سين؛
مُون کي چَيان ”لوچ“، پاڻا پيئِيُون چِيَرِين.

2

’ووءِ! ووءِ!‘ ڪَندِي وَتُ، مَچُڙِ ’ووءِ!‘ وِسارِئِين!
پاڻِي هار ۾ پَدِرو، روءُ مَنجهان ٿِي رَتُ؛
صَبُرُ وڏو سَتُ، سِگها ميڙِي سُپِرِين.

3

ماٺِ ما رينديءَ پرينءَ جي، مَڇُڻ، رُئِين رَت!
چوري! چَڏِ مَ سَٺُ، هِمَتَ هوٿُ وِڃائيو.

4

جَڙَ جِڙي جن سين، مُئي پڻ سين تَنِ؛
جي هِتِ نہ هوٿُ پَسَنِ، سي ڪَنهن پَرِ ڪيچ پَسَنديُون؟

5

اَوجَهڙ وَتان آنءُ، ٻيُون سَڀِ سَگِرِ ساٿَ جي؛
جا نينهَن ڳِنهَندي نانءُ، سا مُون جِئَن پَوندِي مامِري.

6

ٻَڌو ڪَنهن ٻَنڌاڻِ، هِنئڙو هوتاڻيءَ سين؛
ڪا جا پيِيَسِ ڪاڻِ، نِيرِيانسِ، نہ نِبري!

7

ڏُونگَرُ ڏَنا نُونِ، مُون پا رِڪُو پُڇيا؛
هيڪِليُون هَلَنِ جي، سي تاڪُنِ سَندِي تُونِ؛
اِي اَهُڪي پُونِ، سُونهَن رِءَ نہ سُٺِري.

8

لَڪِين لوڙائُو، سَهَسين آهِن سُڄَ ۾؛

بَرَ مِ بوراڻُو، ڪَڙُ، پِيادِي! پاڻَ سين.

9

نِينهَن مَ نالو ڳِنُّ، پِرِيَتَڙي پيرَ ٻِيا؛
سُورَن ساڻُ مَ چِنُّ، وِرهُ وِهائِج وِتَرو.

10

سَجَڻُ ڏِنو جَنِّ، تن ڳِچِيءَ سِرِ ڳَهُ ڪَيو؛
ٻِيُون ڪوهُ ٻُجَهنِّ، قَدُرُ ڪِيمِيا اِنَ جو؟

11

ها رِي! هِنئُون مَ لوڏِ، سُڪَنِ پَوَندِيءَ، سَسُئِي!
ڪوهِيا رو تو ڪوڏِ، اَچي ڪَرَهَ قَطا رِيو.

12

حُسينِي حُسينَ لَءِ، ٻِيِيءَ پاڻَ چِئِي؛
تهان پوءِ ٿِئي، خَبَرَ ٻِي خلقَ کي.

سر ليلا چنيسر

# سُر ليلا چنيسر

## داستان پهريون

1

داغُ تُنهِنجو دائما ، ماري مَعذُورين؛
سائِينءَ ڪارَڻِ سُپرين! وَڃِ مَ ڏُورين؛
آءٌ تو حُضُورين، مَٽِيو وِجهان مَچَ ۾.

2

مَٽِيو وِجهان مَچَ ۾، هائِيءَ هِٽِي هارُ؛
سوپِي! سُکُ سيَّدُ چئي، ڪَرِئين ڪوهُ قَرارُ؟
راجا رِيساڻو گهڻو، سَٺاڻو سردارُ؛
چوڏِس چَنيسَرَ جامَ جو، ڏيهان ڏيهِ ڏهڪارُ؛
ناڪُرُ اڪِيين ٺارُ، مَٽِئي تي ٿِي مَٽِئين!

3

چَنيسَرُ چوُرَنگُ، بِرَنگو لوڪُ بيو؛
تنهن سين چِنِيو سَنگُ، وَڃِيو هارَ هَٿُ چُهِين!

4

مَٽِئي تي موهِجي، مُوڙِهي ڪَيُءِ مَرَڪُ؛
چئِي چَنيسَرَ جامَ سين، وِڏو تو فَرَقُ؛

وَرِي وِيو وَرَقُ، آيُءِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

5

مَٽئي مَٿي جي هُئا، تِن چِٽَن ڦيرِيُمِ چِٽُ؛
هارُ ڪَٽَنديَسِ هوڏَ ۾، نيبهُ ٿيندُمِ نِٽُ؛
ڪِؤنرُوءَ جو ڪِرِٽُ، مُونهان مَٿاهُون ٿِيو.

6

مَٽِيو ناهِ مَٽِيُون، جو تُون پَسِي هارُ هِرڪِئِين؛
اَصُلِ آهي اَڳِهِين، سَنديُون ڪُوڙَ ڪَٽِيُون؛
اِنَ گهوڙَنِ هَنئي گهَٽِيُون، دوسَنِئان دُورِ ڪَيون.

7

تو جو پانيو هارُ، سو سُورَنِ جو سَڳُرو؛
چنيسَرُ چِٽُ ڪَٽي، ٿِيو پورِهِيَتِ جو پارُ؛
اَوَٽت جو آچارُ، ڪانڌ ڪَنهِين سين مَ ڪَري.

8

نه ڪِي هو پانهِڙِيُنِ ۾، نه ڪِي ڳِرِ هُئُومِ؛
نه مُون، سِيندِ نه سُرمو، نه سِينگارُ ڪَيومِ؛
تيلانه ڪانڌُ سَندومِ، رُکوئِي رَءِ ڳِڙِي.

9

سونا ڪُرَّ ڪَنَنِ ۾، ڳِچِيءَ ڳاڙها هارَ؛
ٻانھُوتا ٻانھُنِ ۾، سِينڌِ سَٽِيا وارَ؛
تيلانهَ پِيَّ پَچارَ، ڪانڌَ مُنهِنجي چَڏِئي.

10

اُو ڏَمِرِيو ڏِسُ! حِيلو هُنهَنِين هارَ جو؛
سُٺو سَڀ سَرَنِئُون! وَرُ نہ ڪَنھِين وَسِ؛
دَعَوىٰ پَھرِئين دَسِ، پَڇِيو ٿو پورا ڪَري.

11

پُوچا ڏِنَمِ پيرَ، ڍَڪَڙَ مٿي ڍولَ جا؛
مون پانيو تَنھِن ويرَ، ڪوجِھي ڪَندو پَرِيئَڙِي.

12

سَوَڙِيِن سُتَڙِياءِ، پَکو سَھُو وِلارِيو؛
چَنيسَرَ ڪانڌاءِ! تان مُون هِئَن نہ پانئيو!

داستان ٻيو

1

ڙِڪِي پَسِي ٺوڪُ، ڙِڪِي تَڪَبُّرَ ۾ پِئي؛
اَچِيو اَچِيو، ”اَڳِلِي!“، چَئِي لِيلا ڪي لوڪُ؛

اندَرُ اوپالَن سين، سا ڙِي ڪَيائُونس سوڪُ؛
ٻالاپڻَ جو ٻوڪُ، وِيو ويچارِيءَ وِسرِي.

2

هُئَينءَ نہ گهڻو هُوشِيارُ، ڪَلَ بہ هُيَئِ ڪاندَ جِي؟
تو پانيو موچارِي ٿيان، ڳِچيءَ پائي هارُ!
ڪاندَ ڪُوڙيءَ جو نہ وَٽي، سَئِين پَٽين سِينگارُ؛
وَهَمَ لَهي وِينجهارُ، دِليُون پَرکِي داسَڙو.

3

وڏيرِي هُياسِ، ميڙو مُون گهرِ سَرَتيِين؛
هَٿَ چُهَڻَ هارَ جي، ڪَڙِي ڪاندَ ٿِياسِ؛
ڏولِي ڏِيلِياسِ، آيُمِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

4

وَڏيرِي هُياسِ، چَنيسَرَ جي راجَ ۾؛
دُهِلِين دَمامين، نَفِرين، ٿي پَلِپَلِ پُڇياسِ؛
ڏولِي ڏِيلِياسِ، ٿِيَسِ ڏُهاڳِڻِ ڏيهَ ۾.

5

وَڏيرِي هُياسِ، چَنيسَرَ جي راجَ ۾؛
دائِيين، ٻائِيين، دَرِبانَنِ، پَرِ ۾ ٿي پُڇياسِ؛

ڏُهلين ڏمامين، نَقرين، ٿي وِڃَ مِ وِها رِياسِ؛
هُيَسِ دادُلِي دوسَنِ جي، کَٽِي هَلڪِي هار ڪَياسِ؛
تِنهان پوءِ ٿِياسِ، ڪانيارِي ڪانڌَ جِي.

6

هُيَسِ هِندورَنِ مِ، پيِيَمِ ڪانهَ پَرُوڙَ؛
مَٽِي سنَدي مامِري، ڪوجهي وِڌَيَسِ ڪُوڙَ؛
سامُهان ٿِيَمِ سُورَ، وِيو وِلُٽِي وَلَهو!

7

لِيلا! جِمَ لَڪائِين، چَئِي چَنيسَرَ سانڻُ؛
وَرَ سين وِڙِهيو اُٿِئين، مُوڙِهِي! مُٺُءِ پانڻُ؛
پوري! ڪَيُءِ پانڻُ، تي آيُءِ ڏَنءُ ڏُهاڳَ جو.

8

لِيلا! پُورِي نہ پَئِين، چَئِي چَنيسَرَ سانڻُ؛
تو جو پانيو پانهِنجو، سو رِساڻو راڄانڻُ؛
پاڻان ڏارَ پِريانڻُ، ڪانڌَ ڪَنهنجو نہ وَٽِي.

9

چَئِي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! تُون مَ لڪاءِ؛
دوسُ تُنهِنجو داسڙو، ڪانڌِ وَڌِيائِي ڪاءِ؛

تہ ڊولو ڊڪَ سَندِياءِ، عَينَنِ کي آڏو پَئي.

10

چَئي چَنيسَرَ جامَ سين، لِيلا! تُون مَ لڪاءِ؛
اِيُ ڪانڌُ ڪَنهِجو نہ ٿِئي، نہ ڪا مُون نہ تُون؛
رُئندِيُون ڏِٺيون مُون، اِنَ دَرَ مَٿي داديُون.

11

لِيلا! حِيلا چَڏِ، جي تُون سوپِي! سِڪئين؛
پائي پاندُ ڳِچيءَ ۾، پاڻُ غَرِيبيءَ گَڏِ؛
هَڏِ نہ چوَندُءِ لَڏِ، جي ڪارُون آڻئين ڪانڌَ کي.

## داستان ٽيون

1

چَنيسَرَ سين چاڳُ، مَتان ڪا مُندَ ڪَري؛
جان مُون پوءِ پَرُوڙِيو، تہ هِيُ نہ ماڻي ماڳُ
ڏَمِرِيو ڏُهاڳُ، سِکو ڏِئي سُهاڳِڻين.

2

چَنيسَرَ سين چاءُ، مَتان ڪا مُندَ ڪَري؛
ڪانڌَ ڪَنهِين جو نہ وَٽي، ڳِيرَبُ ءِ گاءُ؛

جي ٿڙيي ٿورَڙِياءُ، تہ دوسَ ڏسائي داسَڙو.

3

سَپيئِي سُهاڳِڻِيُون، سَپِني مُنهَن جَڙاءُ؛
سَپَ ڪَنهِين پانيو پاڻَ کي، تہ اِيندو مُون ڳِرِ راءُ؛
پينو تَنِ دَراءُ، جي پَسي پاڻُ لَڄائِيُون.

4

اَوَڳُڻَ ڪَري اَپارَ، تو دَرِ آيَسِ داسَڙا!
جِنَ تو رُسَڻَ سنديون رُوحَ ۾، تِنَ مون پيڙي ناهِ پَتارَ!
سائِيَنءَ لِڳِ، سَتارَ! ميٺِ مَدايُون مُنهِنجيُون.

5

جي مُون مُوڙهِي مَتِّ، تہ تُون پاڻُ سُڄاڻِج سُپِرِين!
اصُلِ اَواِئِنِ جا، عَيبَ ڏِڪَئِين تُون اَتِّ؛
اِيَ، پِرَ! تُنهنجي پَتِّ، جِنَ وِلهيُون ڍَڪِئِين وَلَها!

6

ڪوڙين تُنهنجُون ڪامِڻِيُون، تون ڪوڙِيَنِ سَندو ڪانڌُ؛
مُون کي ڇڏِ مَ داسَڙا! تہ وَڃان نہ وِڙوانڌُ؛
مون ڳِچيءَ ۾ پانڌُ؛ تو، چنيسَرَ! هَٿَ ۾.

## سُر مومل راڻو

# داستان پهريون

1

ڪالهہ گڏيوسُون ڪاپڙي، بابُو بيڪا ري؛
سامِيءَ سيلو سِرَ تي، مالا موچا رِي؛
ڏيئي ڏيکا رِي، ڦَٽي دِلِ فَقِيرُ وِيو.

2

ڪالهہ گڏيوسُون ڪاپڙي، جهڙو ماهُ مُنِيرُ؛
فَيضُ، فِراقُ فَقِيرُ، جوڳِي جاڳائي وِيو.

3

ڪالهہ گڏيوسُون ڪاپڙي، پَهرَ سِجَ ڪان پوءِ؛
پَسو سُونهَن سامِيءَ جي، رَتَ وَرنو روءِ؛
جو مُنهِن مُومَلَ جي پوءِ، موٽُ تَنهِن مَسَ ٿِئي.

4

ڪالهہ گڏيوسُون ڪاپڙي، بابُو بانَ برِي؛
سائي سالَ ڪُلَهنِ ۾، سامِي سونَ سَرِي؛
خَبَرَ ڏي ڪرِي، ڪا مُومَلَ جي مجازَ جي.

5

بيڪا رِيءَ ڪي بَرَ ۾، وِيو ڪَيفُ چَڙهِي؛

ٻالهيُون ڪَندي ڪاڪِ جُون، ڳوڙها پيَسِ ڳَڙي؛
ڪا جا اَنگُ اَڙِي، جِئَن چُٽا ڦَٿَ چُڙِي پِيا.

6

سِڄُّ سُپاٽي جا ڪَري، سامِيءَ سائِي رُوءِ؛
اَچِي ٿِي عَطُرَ جي، مَنجهان مُڱَٿ بُوءِ؛
سا ڏيکا رِيهُون جُوءِ، جِئان لاهُوتي لَعلُ ٿيو.

7

جوڳِيءَ تي جَڙاءُ، نِسوروئِي نِينهَن جو؛
پَتنگَ جِئَن پيدا ٿِيو، سامِي سِڄَّ وَڙاءُ؛
آيو ڪاڪِ تَڙاءُ، ڪُنوارِنِ ڪَڪورِيو.

## داستان ٻيو

1

آءُ لانگوٽيا لالَ! ڪَنهِن پَرِ ڏِنُيءِ ڳُجَرِيُون؛
آبُ اَرتو اَڪِيِن، لُڙڪَ وَهائِين لالَ؛
ڏِنَءِ جي جَمالَ، سامِي! ڪُهُ نہ سَلائِين؟

2

ڳُجَرِ ڪي ڳجميلَ جُون، تارَنِ ۾ تَرُون؛

هٽي حاڪمِينَ کي، زورَ پرِيُون زَبرُون؛
ڪاڪِ ڪَنڌيءَ قَبرُون، پسو پرَڏيهِينِ جُون.

3

گُجَرِ گا روڙِيُنِ، اَچيو اَڏي اُپيي؛
مَٿان پيئي تِنِ، بَڏا باڻَ هَٽَنِ جي.

4

مُومَلَ ماري مِيرَ، آهيڙِيُنِ کي آڪَري؛
سوڍيءَ ڳهٽا سَڪائيا، پڙهيا پَٽَ پيرَ؛
هَٽي تِنِ کي تِيرَ، مَٽيو جن مَٿَنِ ۾.

5

جوڳِيءَ جاڳائي، ماري وِڌو مامِري؛
لَنؤُ لُڏُوٽي ڪَنڌِين، اَميو آهي؛
وَجو جي ڪاهي، نہ نِڪُون پَسو نينهَن جُون.

6

هَلو، هَلو! ڪاڪِ تَڙِين، جتي نينهَن اُڇَلَ؛
نہ ڪا جَهلَ نہ پَلَ، سَپُڪو پَسي پرِينءَ کي.

7

هَلو، هَلو! ڪاڪِ تَڙِين، جتي گهڙِجي نينهُن؛

نہ ڪا راتِ نہ ڏِينهُن، سِپڪو پَسي پِرِينءَ کي.

8

هَلو، هَلو! ڪاڪِ تَڙِين، چَڙُو جِتِ چَڙهَنِ؛
ڪوڙين رَنگَ رَچَنِ، پانوڙِيءَ پِڪَ سين.

9

آڪُون، ڏاکُون، سِرَکَنڊَ شاخُون، جِتِ چَوکا چَندَنَ ڪَؤنرَ؛
مَيي سيئِي ماڙيا، جِتِ نہ پِرَنِ پَؤنرَ؛
ڪُنوارِيُون ءِ ڪَؤنرَ، ڪاهِ نہ پَسُون ڪاڪِ جا.

10

چَڙهِيا چارَئِي يارَ، سُوڍا شِڪارِي؛
فِڪرَ سانُ ڦِٽي ڪِي، سوڍِي سوپارِي؛
وِيا ڪاهِيندا ڪاڪِ ڏي، جِتِ مُومَلِ موچارِي؛
موٽِيا نہ مارِي، ڪَؤنرَ لَٽا ڙي ڪاڪِ جا.

## داستان ٽيون

1

جَهڙا گُلَ گُلابَ جا، تَهڙا مَٽِ ويسَ؛
چوٽا تيلَ چَنبيليا، هاها! هُو! هَميشَ؛
پَسيو سُونهَن سَيَّدُ چئي، نِينهَن اچَنِ نيشَ؛
لالَنَ جي لِبيسَ، آتَڻِ اکَرُ نہ اُجَهي.

2

جَهڙا پانَنِ پَنَّ، تَهڙيون سالُون مَٽِ سائِيون؛
عَطُرَ ۽ عَبِيرَ سين، تا زا ڪَيائُون تَنَّ؛
مَڙهيا گهڻو مُشڪَ سين، چوٽا ساڻُ چَندَنَّ؛
سُنهَنِ رُپي سونَ سين، سَندا ڪامِڻِ ڪَنَّ؛
ڪَيائِين لال لَطِيفُ چئي، وڏا ويسَ وَرَنَّ؛
مَنجِهه مَرڪِيَسِ مَنَّ: "سودي سين سَڱُ ٿِيو."

3

سونَ وَرِنيُون سوڍِيُون، رُپي رانديُون ڪَنِّ؛
اگَرَ اوطاقُنِ ۾، ڪَٿُوريون ڪُنَّنِ؛
اوتِيائُون عَبِيرَ جا، مٿي طاقَ تَڙَنِّ؛
باٽَنِ بيلون بَڌِيون، پَسِيو سُونهَن سَڙَنِّ؛

ٿِيا لاهُوتي لَطِيفُ چئي، پَسَڻَ لَءِ پِرِيَنِّ؛
اِڃهي ٿا اچَنِ، ڪاڪِ ڪَڪوريا ڪاپِڙِي.

4

گُجَرِ گَهٽا گهائِيا، پاٽا لَڳُسِ گهاءُ؛
مينڌَ ري مُلاءُ، لَڳِسِ ڪانُ ڪَپا رَ مِ.

5

رُوءِ راٽي جي ناهِ ڪو، سودِو سَپِنِ سُونهَن؛
لاٿائِين لَطِيفُ چئي، مٿان دِلِيُن دُونهَن؛
ڪانهي ٻِي وِرُونهَن، ٿِيو مِڙوئِي مينڌِ رو.

6

ڪاڪِ نه جَهلِيا ڪاپِڙِي، موهِيا نه مَحَلَنِّ؛
ٻانُهنِ ءِ ٻانهِيُنِ جي، ٻَندَڻِ ڪِينَ ٻَجهَنِّ؛
لکِين لاهُوتِينِ، اَهڙِيُون اوڙِيان چِڏِيُون.

7

ڪاڪِ نه جَهلِيا ڪاپِڙِي، موهِيا ڪَنهِن نه مالَ؛
سودِيُون سِجهائِي وِيا، هَهڙا جَنِين حالَ؛
جي چورِيُنِ ڏِنا چالَ، تَپِ لاهُوتِي لَنگهي وِيا.

# داستان چوٿون

1

شَمَعَ ٻا ريندي شَبَّ، پِرِهَ ٻاڪُون ڪَڍيُون؛
موٽُ، مَران ٿِي مينڊِ را! راڻا! ڪا رڻِ رَبَّ؛
تُنهِنجِيءَ تاتِ طَلَبَّ، ڪانگَ اُڏايَمِ ڪاڪِ جا.

2

اُڀي اُڀا رِيامِ، نَکَٽَ سَڀِ نَئِي وِيا؛
هِڪُ مَيو، ٻيو مينڊِ رو، سَڄِي راتِ سا رِيامِ؛
ڳوڙها ڳِلِ ڳاڙِيامِ، سُورَجَ شاخُون ڪَڍيُون.

3

ڪَنِ ڪَرَ موڙِيا، ٽيڙُو اُڀا ٽيئِي؛
راڻو راتِ نہ آئِيو، ويلَ ٽَري ويئِي؛
ڪوءِ سا ڪاٺِي راتِڙِي! پِريُن ري پيئِي؛
مُون کي ڏَنءُ ڏيئِي، وڃِي ڍولو ڍَٽِ قَرارِيو.

4

راڻو ڪا راتِ ويو، ٻُڃِهي ڳالهہ ڪَري؛
سوڍي رِءَ، سَرتيُون! هَڏَ نہ ساهَ سَري؛
وَڃِي، مانَ وَري! آسائِتِي آهِيان.

5

سوڍي سُتي لوءِ، ڪا جا مون سين ڳالھ ڪَئي؛
سا جي پَڌَرِ پوءِ، ته سَرتيُون ڪانه سُمهي.

6

راڻا ! تُنھنجي راهَ تي، ڏِهاڙِي ڏيکان؛
راڻي جِيءَ رِهاڻِ جُون، رُوحَ اندَرِ ريکان؛
مُحَبَتَ جُون ميکان، تو سين، لالَ! لَپيٽِيُون.

7

آءُ، راڻا راحَتَ! ڌاج ڌَرتِيءَ جا ڌَڻِي!
سِڪَنِ ٿِيُون سُهاڳِڻِيُون، سوڍا تُنھنجي سَٿَ؛
مون تان لاهِ مَ هَٿَ، ڪامِلَ ڌَڻِي ڪاڪِ جا!

## داستان پنجون

1

سَڱُ ڪري سين سِينهَنِ، ڪَنڌُ مَ ڦيرِج ڪيڏهِين؛
رَمِج راڻي پُٺِ مِ، نِرتُون مَنجهان نِينهَن؛
اِنءَ مَ وَسِج عامَ تي، جِئَن مُومَلَ! وَسَنِ مِينهَن؛
سندي حَشَرَ ڏِينهَن، سوڍو سا رِيندِنِءَ گھڻو.

2

جا ڀُون پيرين مُون، سا ڀُون مٿي سَڄڻين؛
ڏِگَ لَڳا ڏُوڙِ ۾، اُپي ڏِٺا سُون؛
ڏِينهَن مَڙيئِي ڏُون، اُٿي لوچ لَطِيفُ چئي.

3

راڻو ڀانيو راندِ، ڪِئَن وِڙُ رائِين؟
وَرُ وِڏُوڻو اِيهِين، جِئَن پَرُ پُڄِتوءِ پاندِ؛
هَيءِ! پَڳِيَءِ هيڪاندِ، سودو سا رِيندِينءَ گهڻو.

4

ڪاڪِ ڪَڙهِي وَڻَ وِيا، جلِي مُنهنِجي جانِ؛
رَکِي ڪامَ ڪِڪِيو، ما رِيَس تَنهِن گمانَ؛
هَڏِ نہ جِيان هاڻ! سِگهو موٽِجِ سُپِرِين!

5

ڪاڪِ ڪَڙهِي وَڻَ وِيا، بَرِيا رَنگَ رَتولَ؛
تو پُڄاڻا سُپِرِين! هِنئَڙي اَچَنِ هولَ؛
جي مون سين ڪَيَءِ قولَ، سي سِگها پارِجِ، سُپِرِين!

6

حال قُربانُ، مالُ قُربانُ، گهورِيان لُڏاڻو؛

فِدا ٿِيءَ فَقيرِ جو، شَلَ رُسي مَ راڻو!
مُيَنِ سين ماڙُو، مُناسِبُ نہ، مينڌِرا!

## داستان ڇهون

1

نہ وارِثُ نہ وَلهو، نہ سَڱُ، نہ سِياڪو؛
تو پُڇاڻا، سُپرِين! آئُرِ اولاڪو؛
پانڌِيا! پاراپو، ڍِجانءِ ڍاٽِيءَ ڍولَ کي.

2

ڪَرهو ڪَميڻيءَ تي، سوڍا! وارِ، سُڄاڻَ!
ڪُهُ ڪَرِيان ڪاڪِ کي؟ تَنَ توهِين ڍي تاڻَ؛
لاهي غيرَ گُماڻَ، اڱڻِ آءُ اُڪَنڍِيين.

3

اڱڻِ آءُ اُڪَنڍِيين، پرچِي پِيارا!
پَلَڪَ پَراهُون نہ سَهَنءِ، جِيءَ جا جِيارا!
نِينهان نيزارا، سَڃِ، تہ مانَ سُورُ لَهي.

4

پَسُ توشَڪُون، تَڪِيا، سيئُي وِهاڻا؛

پَسِيو هَنڌَ، پَڇي هِنئُون، جي حَبِيبَنِ هاٿا؛
هِڪُ ڏُنگا ڏاڏاٿا، ٻِيو موٺِيو تان نه ميندِرو.

5

سودِا! سُورَ سُڪائيُون، اکِيُون آبُ نه ڪَنِّ؛
راڻي جِيءَ رِهاڻِڪي، وِرُوٽِيُون وَجَنِّ؛
سي ڪِئَن، ميندِرا! مَچَنِّ؟ جي تو سُورِيءَ چاڙِهيُون.

6

مُون گَهرِ اچِي جي ٿِئي، ميندِرو مِهمانُڻ؛
آڻي جهوڪِيان آڳِ ۾، جيري وِجهان جانُڻ؛
تاڻي تَنُورَنِ ۾، پيري هَٺان پانُڻ؛
پيڪَنِ سُوڌو پانُڻ، گَهرُ تَڙُ گهورِيان پِرَ تان.

7

ڪوڙَ قنانوُن ڪاڪِ ۾، راڻا وِيهُ رَهِي؛
ماڙهُو جي مَحلاتِ جا، سودِا ڪَڄ سَهِي؛
وِينِدِيءَ ٻَاِلهِ وَهِي، وِڪَرِ پَوَندين وَلها.

## داستان ستون

1

ڏَٿِ مَ وَڃِجِ ڍولَ! ڪاڙِيا ري ڪاڪِ ڪَري؛
آءُ اکِيُن آهيان، ٻَڌِي تُنهِنجي ٻولَ؛
توکي سا ري، سُپرِين! رُنُمِ مَنجِهه رَتولَ؛
ٽِڪاڻا ۽ ٽولَ، وِسَهُ مُون وِهُ ٿِيا .

2

سوڍي سِرُ نِيو، هِتِ ڪَرَنگهُرُ سَڪڻو؛
راڻي جي رِهاڻِ کي، سِڪي ساهُ پِيو؛
پَسان ڪِينَ پِيو، تو رِءِ اکِڙيُنِ سين.

3

راڻي رِڻُ ڪَيو، جيڏِيُون! مُنهِجي جِيءَ سين؛
مَنُ ميندِ ري وَڍِيو، ڏُٻي ڏَڙُ پيو؛
ٻُجهان، ٻَهرِ وِيو، هِنئُون هَندِ نه هيڪِڙي.

4

رُئان ٿي، راڻا ! هَنڌَ نِهاريو حُجِرا؛
پيئِي کِهَ ڪَنُنِ تي، ٿِيا پَلَنگَ پُراڻا ؛

ڏَرِيائي ڏُوڙا ٿِيا، وَرَ رِءَ وِهاڻا؛
جائُون، گُلَ، جَباتَ، وَڻَ، تو رِءَ ڪُوماڻا؛
ميندِرا! ماڻا، تو رِءَ ڪَندِيَس ڪِنِ سين.

5

جِئَن ايندي ئِي موٽِئين، ميندِرا! وَڌِي جاڙَ ڪِياءِ؛
وَرُ نہ هُئِين؟ وَلَها! هُوندَ جِتِي مون جاڳاءِ؛
تہ سُتي جي ساجاءِ، سودِا! سِڪِهيائي ٿِيَءِ.

6

جڳ جِئَن تِي چوءِ، سودو ٿِئَن نہ سِڪِيو؛
راڻو ٿِئَن نہ رُوءِ، ڳوڙهو جِئَن ڳِل ڳڙي.

7

تِنِ باغَنِئُون بَسِّ، جي ڪَنڌِيءَ ڪاڪِ ڪَڪورِيا؛
سودِي رِءَ سَرِتِيُون! ڪاڪِ نہ اچي ڪَسِّ؛
راڻي پائي رَسِّ، تَنُ بيڙِيءَ جِئَن تاڙِيو.

## داستان اٺون

1

ڪِينَ ساڳاهِيُمِ، سُپِرِينِ! جا ڙُون ڪَيُمِ جالَ؛
سوڍا! مون کي ڪالَ، موٽي مُنهَن ۾ آئِيُون.

2

خاموشِي خَبَرَ جِي، مُومَلِ ٿِي مَتِّ؛
صَبرُ ٿِيو سُپَتِّ، مُنهِنجي حَقِّ، ميندِرا!

3

ڍولِي ڍَڪِي آهِيان، هُيَسِ اڳها ڙِي؛
ڏِيئِي لِکَ لاڙِي، ڪَڪَرُ ڪَيائِينمِ ڪاڪِ جو.

4

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، مَرَڪُ لَڄائُنِّ؛
چُپ سين جي چَوَنِّ، اَدَبُ ڪجي اُنِ جو.

5

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، سيڪاري سَهَسَ؛
پُڇِي تِئان پَهَسَ، مون کي نَصِيبَ نيئِي جَهليو.

6

سوڍا! صَبرُ تُنهنجو، بي عَقُلَ آٽِي بازِ؛

سندي صَبُرَ سا زِ، توبَهَ ڪا رِيَمِ تَڪڙِي.

7

جنين سندي مُنهَن مِ، نِهائُون نَڪَنِّ؛
ٽِئان وَڏِيو هيڪڙو، تہ ڪَهڙو ٿورو تَنِّ؟
سي مَرُ سُڃا ئِي سُونهَنِّ، جن پِلِي پِينگَ پرَمَ جِي.

## داستان نائون

1

راڻي جي رِهاڻِ مان، ڪو آديسِي آيو؛
چوڏِهِينءَ ماهَ چَندَ جِئَن، ڪَيو سامِيءَ سَهائو؛
لَٿو اُونداهو، جوڳِيءَ سَندِيءَ جوتِ سان.

2

راڻي جي رِهاڻِ مان، ڪو آيو آديسِي؛
ڪَٿُورِيءَ خوشِبُوءِ سين، وِلاتَ سَڀِ واسي؛
سُوڌو سَناسِي، اُتانهِين ٿِي آيو.

3

نَئُون نِياپو آيو، راڻي مُلان راتِ؛
لَڌِيسُون لَطِيفُ چئِي، ڪَنان ڏاتَرَ ڏاتِ؛

ڪَهڙِي پُڇين ذاتِ؟ جي آيا، سي اَگهيا.

4

ڪيڏانهُن ڪاهِيان ڪَرَهو؟ چَوڏِس چِناڻو؛
مَنجِهين ڪاڪِ ڪَڪورِي، مَنجِهين لُڏاڻو؛
راڻو ءِ راڻو، رِءَ راڻي بيو ناهِ ڪو.

5

ڪيڏانهن ڪاهِيان ڪَرَهو؟ چِناڻو چوڏارَ؛
مَنجِهين ڪاڪِ ڪڪوري، مَنجِهين باغَ بَهارَ؛
ڪانهي ٻي تَنوارَ، ڻيو مِڙوئي مينڌِ رو.

# سُر مارئي

## داستان پهريون

1

’اَلَستُ بِرَبِّڪُمۡ‘، جَڏهِن ڪَنِ پيومِ؛
’قَالُوا بَلٰيٰ‘ قَلبَ سِين، تَڏَهِن تِتِّ چيومِ؛
تَنهِين ويرَ ڪَيومِ، وَچَنُ ويڙِيچَن سِين.

2

جَڏهِن ’ڪُن فَيَڪُونُ‘، مَنُ تَڏهانڪُون ما رُئِين؛
تُون ڪِئَن وِڃِين تن ڪي، سُومِرا! شَڪُون؟

هَمِيرَنِ هَڪُون، جا ڙَ جُسي ڪي پا تِيُون!

3

نَڪا ’ڪُنۡ فَيَڪُونَ‘ هُئي، نَڪا مُورَتَ ماهَ؛
نَڪا سُڌِ ثَوابَ جِي، نَڪو غَرضُ گُناهَ؛
هيڪائي هيڪ هُئي، وَحۡدانِيّتَ واهَ؛
لَکِيائِين لَطِيفُ چَئي، اُتِ ڳُجهاندَرَ ڳاهَ؛
اکِيُن ۽ اَرۡواحَ، اِها ساڃاءِ، سُپِرِين!

4

’قَيدُالۡماءِ‘ ٿِيومِ، هِتِ اَڙانگي ڳها رِيانِ؛
’هِناڪَ جِسۡمِيۡ وَالۡفُؤادُ لَدَيۡڪُمۡ‘، هِنئُون هُتِّ سَندومِ؛
قادِرُ شالَ ڪَندومِ، ميڙاڪو سِين مارُئِين!

5

جَهڙو ’قَيدُالۡماءِ‘، تَهڙو بَندُ نہ ڪو ٻِيو؛
’جَفَّ الۡقَلَمُ بِمَا هُوَ ڪائِنٌ‘، لَهي نہ تِرُ تِئاءِ؛
عُمَرَ! تو هَٿاءِ، اَجائي ٿِئي آجِڙِين!

6

رِءَ اِعرابِيُنِ هِتِّ، گهنگهرُ ڳها رَڻُ مون ٿِيو؛
’بَڪَتِ الۡعَيۡنانِ فِيۡ هَوَاڪَ دَماً‘، پُڃان ساڻُ پِرِتِّ،

مَنُ، اڪيُون، تَنُ تِتِّ، جِتي جَنَبُ جيڏِين.

7

هي هَنڌَ ، پيٽيُون هاڻِ، سا ڙِيان سپ ڏيهيُن ري؛
’ڪُلُّ شَيءٍ يَرجِعُ اِلىٰ اَصلِهٖ‘ ، ٿي جهجان جهانگيُن ڪاڻِ؛
پِري پَنهنجي پاڻِ، پَسان مُلڪُ مَليرَ جو!

داستان ٻيو

1

نَڪو ايرُ نه پيرُ، نَڪو اوٺي آيو؛
مون وَٽِ آيو ڪونَ ڪو، پائران پَري پيرَ؛
ڪِتابَتُون ڪيرُ، آڻي ڏِيندُم اُنِ جُون؟

2

اوٺي! ڳوٺي آئين، ڪو هُتي جو هِتِ هيرَ؛
نه ڪِنا جي ڪوٺَنِ جا ، ٿِيَنِ سَرها سيرَ؛
آءُ نه اکِين آگهان، جي پائُرِ ڏِٺَءِ پيرَ؛
اللهَ لَڳِ لَطِيفُ چئي، لاءِ مَ تُون اَويرَ؛
ڪوٺيين گهاري ڪير؟ مَحَلين مُنجهي مُون هِنئُون!

3

جي اَمُرُ هَنيو اَڏَ ڪري، سي ڪاغَذَ لِکان ڪِيئَن؟
واڳُيُون جي وِصالَ سين، تِنِين چا ڙهي چِيهَن؛
رُئان راتون ڏِينهَن، جِنَّ اُن جي وائِيءَ ۾ وَرَ گهٽا.

4

ٿَرَ ٿرَ اَندَرِ ٿاڪَ، عُمَرَ! ما روئڙَنِ جا؛
لاٿائون لَطِيفُ چئي، مَٿان لوئِيءَ لاکَ؛
عُمَرَ! ڪَرِيو آکَ، پهرِيو ٿي پَنَ چَران.

5

سَهَسين سيبا ڪَنجرِي، لوئِي لِيڙَ ٿِيامِ؛
اَباڻَنِ جي آسِري، ڪَتِي ڪانَ ڪيامِ؛
جا ڏِٺَ ڏِڪيامِ، تَنهنجو پِرِوَرَ! پَنَ رَهائِين.

6

سَهَسين سيبا ڪَنجُرِي، لوئِي لِيڙُون لِيڙَ؛
واسي وارَ نه ويڙهيان، مَرُ چَڳُون رَهَنِ چِيڙَ؛
ما رُوءَ جي مُهاڙِ رِءَ، اَندَرِ ناهِ اُڪِيرَ؛
هَهڙُو حالُ هَميرَ، وڃي شالَ ويڙهِ وَجان!

7

سِبِي، سيبا ڏي، پورِي نِينهُن نہ ڪَچوئي؛
ڪَٿِيءَ وَڻيُون ڪُٿيُون، سَتِي سِيٽِي سي؛
مَڇُڙِ چوڻِ ڪي، تہ لڄائيُءِ ٿَرَ جائيُون!

## داستان ٽيون

1

پَٿولا پَنوَها رِيُون، مُورِ نہ مَٿِي ڪَنِّ؛
جہُ لاڪَ رَتاٿُون لوئيُون، تہ سالُنِئان سُونَهَنِّ؛
اُنَّ ايلاچَنِئُون اگِرِي، بَخِمَلَ بافتَنِّ؛
سَڪَرَ پائَيان سُومِرا! ڪَٿِي ڪان ڪُنهبَنِّ؛
جا ڏِنيَمِ ڏاڏاڻَنِّ، سا لاهِيندي لَڄَ مَران.

2

آرَمَ هَڏِ مَ اوڍِيان، پَٿولا، پَٽَ چِيرَ؛
بانڌُوٽا بَنِ ڏِيان، اَرغَجَ ۽ عَبِيرَ؛
ما رُوءَ سين شَلَ ماڻِيان، ڪَٿِيُون جهِڙيُون ڪِيرَ!
اَندَرِ اُجَ اُڪِيرَ، مُون ڪي پِرِينءَ پنوَهارَ جِي.

3

سونَ بَرابَرِ سَڱِڙا، ما رُوءَ سَندا مُون؛
پَٽولا پَنوَهارِ کي عُمَرَ! آڇ مَ تُون؛
وَرُ لوئي جي لُون، ڏاڏاڻَنِ ڍِنيامِ جا.

4

سونَ برابرِ سڱِڙا، لُون لُون بَرابَرِ لَکُّ؛
رُپو جنهن رَدِّ ڪَيو، ڪوڙ تَنهِين کي ڪَکُّ؛
مُون ما رُوءَ جو مَکُّ، تيلُ نہ لائِيان تُنهنجو.

5

تيلُ نہ لائِيان تُنهنجو، مُون ما رُوءَ جو مَنِّ؛
ڪَرِيان بِي نہ ڪَنِّ، آهَرَ اُنهِين آهِيان.

6

ڪَرائُنِ ڪَڙورِ جا، چُوڙا ڪُوڙا جَنِّ؛
سو مَرَڪُ ما رُوئَڙنِّ، جِئان لوڪَ لَجَ ٿِئي.

7

ڪارا ڪَرائُنِ مِ، سونُ اسان کي سُوءَ؛
وَرُ جيڏِيُنِ سِين جُوعَ، فاقو فَرحَتَ پانئِيان.

8

اِيَّ نہ ما رُنِ رِيتِ، جِئَن سيڻَ مَٽائِن سونَ تي؛
اڇي عُمرَڪوٽَ ۾، ڪنديَسِ ڪانَ ڪُرِيتِ؛
پَکَنِ جي پرِيتِ، ما ڙِيءَ سين نہ مَٽِيان.

9

وَرُ سي وَطَنَ جائيون، صحرا سَتُرُجنِّ؛
گولاڙا ءِ گُگرِيُون، اوڇڻَ اباڻَنِّ؛
ويڙهيا گُهمَنِ وَليين، جهانگِي مَنجِهہ جهنگَنِّ؛
مُون کي ما رُوئَڙنِّ، سُجَّ ڪِٽائي سيجَ ۾!

10

پَلَرُ پيَڻُ اوڇڻُ اُنَّ، جن جا پيرَ مَٿي پَٽَ پاڪَ؛
وِهَڻُ وَراڪَنِ ۾، اُنِ جي اجوکِي اوطاقَ؛
پاڻُ نہ پَسَنِ پاڻَ کي، ويچارا بي باڪَ؛
عُمَرَ! اُوءِ نہ عاقَ، ڏُکِيا جِمَ ڏُکوئِين.

11

جا، عُمَرَ! تو مُلِ عِيدَ، سا سان سُوءَ ورتِي سُومِرا!
ويئِي ويچارَنِ وِسرِي، خوشِي ءِ خَرِيدَ؛
سِڪَڻَ ڪِيا شهِيدَ، مارُو جي مَليرَ جا.

# داستان چوٿون

1

ميندا ڏوءِ مَ ما رُئِي، پيِيَسِ پَنوَها رِيون چِتِ؛
راجَ رُئا ري، هَنجُون ها ري، هِيءَ هُتيجي هِتِ؛
آهِسِ پاڻُرُ پارَ جو، ڪِجَڻُ ءِ ڪَپِتِ؛
وينگسِ ويڙِيچَن رِءَ، مَسَ سُٽي ڪا مَتِ؛
سُومِرا! سُپَتِ، ڪَرِ ته ڪوٺيان نڪَري.

2

محلين ماندِي ما رُئِي، ڏِنيَمِ مُنهَن مَلُورَ؛
اَٽيا سَٽِيا نه ڪري، سُونهَن وِجايَسِ سُورَ؛
پِيَسِ لوهَ لَطِيفُ چئي، لَٿَسِ ڪوڏَ ڪَپُورَ؛
چِتَ جَنِين جا چُورَ، سي مَکي مَرَڪُ نه ڪنديون.

3

ڪريو مُهاڙِ مَلِيرَ ڏي، روءِ اُپِي چوءِ:
”سُهجُ سُورِي پاٺِيان، سُومِرا! سَندوءِ؛
مِلڪَ ما رُوءَ جِي آهِيان، جورِ نه ٿيان جوءِ؛
سو قَلَبُ ڪوٺ نه هوءِ، جو هُتيجَنِ هَٿِ ڪيو.“

4

بَندي ٻيا قرارِ، اسِين لوچُون لوهَ ۾؛
مٿي تَنَ ترارَ، سدا سانپيڙَنِ جي.

5

لِنگڙيا ري لوهَ ۾، جنِين لَءِ ٿياسِ؛
تنِين تِرَ جيترو، پَلَڪُ نہ پُڇياسِ؛
جَھروڪَنِ جھورِيو هِنئُون، ڪونِيُنِ آءٌ ڪُنِياسِ؛
ما رُنِ مُنجَّهہ مُياسِ، ناتَ ما ڙِيُنِ ما رِيَسِ ڪينَ ڪِي.

6

جي ويجهي ٿِيان وَرَ کي، تہ سِپاڳُمِ سَنئُون،
نِتُ نِتُ آهِ نئُون، مون کي پَسَڻُ پنوَها رَنِ جو.

7

آئُون ڪِئَن ڇَڏيان، سومرا! تِن پنوَها رَنِ پَچارَ ؟
جَڙَ جنِين جي جانِ ۾، لَڳِي رِءَ لُهارَ؛
ميخُون مُحبَتَ سَندِيُون، هِنئڙي مَنجھ هَزارَ؛
پَکا ءِ پنوَهارَ، ڏِني مُون ڏِينهَن ٿِيا.

# داستان پنجون

1

سُونهَن وِچايَمِ سُومِرا! مارُو مَسَ مَچِينِ؛
ڏُنگا ڏاڏي پوٽِيِين، ڪِنِ ڏِنا ، ڪي ڏِينِ؛
جي مان لوهَ لاهِينِ، تہ ڪوٺَنِ ۾ ڪِينَ هُئان.

2

سُونهَن وِچايَمِ سومرا! ميرو مُنهُن ٿِيومِ؛
وَجَڻُ تِتِ پِيومِ، جِتِ هَلَڻُ ناهِ حُسنَ ري.

3

سُونهَن وِچايَمِ سُومِرا ، ٿِيندِيَسِ ڪِئَن قَبُول؟
ڪونهي سُهڳُ نہ سُولُ، پُوچي مُنهُن پنوَها رَ سِين!

4

تِنِ مُنهَن موچا را ما رُئِين، مَلِيرُ جنِين ماڳ؛
ناقِصَ نوازي گهَٽا ، سَندو تَنِ سَپاڳُ؛
اَڱَڻِ مُون اَپاڳُ، حُسنُ تي هِيئَن ٿِيو.

5

ڪونهي قادِرُ ڪو بِيو، اُنِين جو اَپاڳُ؛

قُلۡ لَّنۡ يُّصِيۡبَنَآ اِلَّا مَا كَتَبَ اللّٰهُ لَنَا ۚ اِيُ مَعذِرَتَ ماگُ؛
سَڀوئِي سَڀاڳُ، ما رُئِيءَ مُساوِي ٿِيو.

## داستان ڇهون

1

جَهڙِي آيَسِ جِيئَن، جي تهڙِي وَڃان تن ڏي؛
نہ لالائِيءَ جا ، لَطِيفُ چئِي، ڪَرَ مُندُنِ اُنا مِينهَن؛
ما ڙِيءَ لَڳِمِ مِهڻو، سڀ ڄماندرَ سِيئَن؛
ٿِيَسِ ڪاڙِيا ري ڪاندَ جِي، هِتِي اَچِي هِيئَن؛
ڪَنڌُ ڪَنَدِيَسِ ڪِيئَن، مَنهَن ما رُوئِڙَنِ جي ؟

2

هيڪُ جِئَن نہ ڄاياسِ، ٻِيو ڄاڻَندي جي مران؛
گُهنگُهرُ گهڻو ٿِياسِ، ڄاڻِي ما رُوئِڙَنِ کي.

3

سِيلَ پَچَرَ جي سُومِرا ! مُون کي مَتِ مَ آڇِج، مِيرَ!
ٿورين گهڻين ڏِينهَنڙِين، وِيندِيَسِ هُتِ هَمِيرَ!
مَچُرِ مَنجِهہ مَلِيرَ، ڪَنڌُ مَٿانهون نہ ڪَٿان.

4

مَ سَپَني ما رُئِي! مُئِي! مَ جائِي؛
جنهن اَچِي عُمَرَڪوٽ ۾ لوئي لڄائي؛
جا سانگِيُنِ سِيڏائي، سا ڪِينَ مَرڪي ما ڙِيِن!

5

اَلا! اِئَن مَ هوءِ، جيئَن آءٌ مران بَندَ ۾!
جُسو زنجِيرَنِ ۾، راتو ڏِينهان روءِ؛
پَهرِين وَجان لوءِ، پوءِ مَرُ پُڄَنم ڏِينهَنڙا!

6

آءٌ بَندِياڻي بندَ ۾، ڪِ ڪي پِيَسِ بَند؟
مُنهِين لِڳو مهڻو، ڪِ مُنهِين ڪڙو ڪَندِ؟
مَران جي هِنَ هَندِ، تہ نِجاڻءِ مَٺُ مَلِيرِ ڏي.

7

واجهائي وَطَنَ کي، سا ري، ڏِيان ساهُ؛
بُتُ منهنجو بَندَ ۾، قيدِ مَ ڪريجاهُ؛
پَرَڏيهِياڻي پرينءَ ري، ڏارَ مَ ڏَريجاهُ؛
ٿَڌِي وَسائجانءِ ٿَرَنِ جي، مِٿي مُئِيءَ مَٿاهُ؛
جي پويون ٿِئي پَساهُ، تہ نِجاڻءِ مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

8

واجهائي وَطَنَ کي، سا ري، ساهُ ڏِيان؛
هِيُ سِرُ سا ڻيهَ سامُهون، مُنهِنجو نِج، ميان!
مُقامِياڻي ما رُئين، وَڃِي ٿَرِ ٿِيان!
مُيائِي جِيان، جي وَڃي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

9

واجهائي وطن کي، آءٌ جي هِتِ مُياسِ؛
گورَ مُنهِنجي سُومِرا! ڪَجِ پَنوَها رنِ پاسِ؛
ڏِجِ ڏاڏاڻي ڏيهَه جِي، مَنجهان وَلِڙيُنِ واسِ؛
مُيائِي جياسِ، جي وَڃي مَڙهُ مَلِيرَ ڏي.

10

ڳِچِيءَ ڳانا لوهَ جا، زيرِيُون ۽ زنجيرَ؛
پَيڪَڙا پيرنِ ۾، ڪونيُنِ اندَرِ ڪِيرَ؛
چا رِي چؤڱانَنِ ۾، واهيَتَ ڪَنِ وَزِيرَ؛
ڇَنِ نه ڇَڄي آهيان، اهڙيءَ سِٺَ سَرِيرَ؛
ما رُو ڄامَ مَلِيرَ، پُڇِجِ ڪي پَنوَها رِ کي.

11

زيرِين بيڙِين لوهَ ۾، ڳَنِ ڪَيَسِ ڳاهُ؛
سَنڪي سَندي سُومِري، هَڏِ نه چا ڙهِيُمِ ماهُ؛

سَرَتِيُون! دُعا ڪَجاهُ، تہ پِرَمُ پا روڙِيءَ رَهي.

12

پِرَمُ پا روڙِيءَ رَهي، جَنهِن ۾ اچِي اُنَّ؛
تہ پڻ ويٺي وِندِيان، توڙي پوَنِس تُنَّ؛
غافِلُ رَکُ غَرِيبِ کي، عُمَرَ! مَنجِهہ امُنَّ؛
سَرتِيُنِ ساڻُ سُمُنَّ، آهِہ اُني مِينهَنڙي.

داستان ستون

1

پنوَها رَنِ پا بوهِيو، وَرِيا واهُندا؛
سا رِيَہِ سيڻَ سَيَّدُ چئي، گاڏِيلِيُون گُندا؛
پِٽُن پِرِ هُندا، پُنگا پَڙَ پِتا رَ جا.

2

پَنوَها رَنِ پا بوهِيو، ڪي وَسَ واهُندَنِّ؛
لَٿو سِيُّ لَطِيفُ چئي، بِدو قَڻُ قِرَنِّ؛
اُوءِ ٿا ڪورِنِ ڪُنئَرِي، سَرَتِيُون مَٿان سَسَنِّ؛
عُمَرَ! اُنَّ اُگندَ رِي، پاسي ڪانڌَ ڪَتَنِّ؛
پائُرِ ڏِنيُون پُنِيُون، نَندَنِ نوراپَنِّ؛

ڪائُرِ ڪَٿيُون خاصِيُون، اُوچِيُون اُتِ اُڃَنّ؛
ڪَڍِيو پيڻُ ڪَهَنِّ: ”مَلِيرِ گُهرجي ما رُئِي!“

3

آڳِنِ ڪي چا ڙهِينِ، ڏُٿُ ڏيهاڙِي، سُومِرا!
سَٿا ڪَيو، سَيَّدُ چئي، سائُون سُڪائِينِ؛
مَنجهان لَنبَ لَطِيفُ چئي، چائُرُ ڪَيو چا ڙهِينِ؛
پُلاءُ نہ پا ڙِينِ، عُمَرَ! آرا ڙِيءَ سين.

4

تِن وَنهِينِ ويڙِهچَن ۾، سَدائِين سُڪارُ؛
چُندِيو، آڳِيو چا ڙهِيُون، سَندو ڏُوٿِرَنِ ڏارُ؛
جن جو ويڙِنِ سين واپارُ، سي ڏوٿِي هوُنِ نہ ڏُبِرا.

5

ٿوري قُوتَ قَرارِيا، رَهَنِ سَبِرَ سَتِّ؛
ڪَنِيءَ ۾ ڪِهَ پَڪُلِيا، پُوڻَنِ اهَڙِيءَ پَتِّ؛
پَنوَها رَکِي پَتِّ، پيهِي پُڇُ مَلِيرَ ۾.

6

نَڪا جَهلَ نہ پَلَّ، نَڪو رائُرُ ڏيهہ ۾؛
آڳِيو وِجَهِنِ آهُرِينِ، روڙِيو رَتا گُلَّ؛

ما رُو پاڻَ اَمُلَّ، مَلِيرُونِ مَرڪَڻو.

7

مَٿِ ٿُبڪَ ٿُبڪَڙا، چِڪَند ڙا اَچَنِ؛
ڪُڙِيُون ڪيهَ پَڪُلِيُون، پَگهَرُ سِرِ پيرَنِ؛
اِي وَڙَ ويڙِيچَنِ، مُون لوڏان ئي لَڪِيا.

8

دَرَ، دَروازا، دَرِيُون، هاڙي هِتي هو؛
ڪوڙِيِين اَڏِيان ڪيتِرا، تَنبُو مَٿان تو؛
جي مُلِ نہ آيا، مارُئِي! تِنِين رَڙُ مَ رو؛
ڪُوڪَڻُ آهي ڪو، پُسِيءَ پنوَهارنِ ۾.

9

سَنِهِيءَ سُئِيءَ سِبيو، مُون مارُوءَ سين ساهُ؛
ويٺي سارِيان سُومرا! گولاڙا ۾ گاهُ؛
هِنئُو مُنهِنجو هُتِ ٿِيو، هِتِ مِٿِي ۾ ماهُ؛
پَکَنِ منجِهه پَساهُ، قالِبُ آهي ڪوٽَ ۾.

10

سَنِهِيءَ سُئِيءَ سِبيو، مُون مارُوءَ سين مَنُّ؛
هَٿِي ڪَڻَ حِلِمَ جا، تَهَ وِڏائِين تَنُّ؛

ڪِئن ٿوپايان ڪَنُّ، اَباڻِي اِبرَ ري؟

11

پاچاهِي نہ پا ڙِيان، سَرَتِيُون! سُئِيءَ سانُڻ؛
ڏَڪي اُگھا ڙَنِ کي، ڪِينَ ڏَڪيائِين پانڻُ!
ٻِيھَرَ جاپِي جانڻُ، اِبرَ جي اَوصافَ کي!

داستان اٺون

1

ڇُرَنِ، ڇُلڪَنِ ڇتَ ۾، وِسا رِيان ڪِينَ وَري!
'ڪَنان عَهدَ اَلَسْتَ' جي، ڪِ تِهائِين پَري؛
'لَمْ يَلِدْ وَ لَمْ يُوْلَدْ'، ما رُئِي ڪوهُ ڪَري؟
اَجُ ڪِ ڪالھہ مَري، سا ري سانِپيڙَنِ کي!

2

ڇُرَنِ، ڇُلڪَنِ ڇتَ ۾، وِسا رِيان ڪِينَ وَري!
جن ٿي پَي پيا ريو، مَنجهان سِڪَ سَري؛
وَنهِيَنِ ويڙِهچَن جي، سِڪائُنِ سَري؛
ٿَرَنِ ٿوڪَ ڌَري، اُني وِيڙا اُڪِري.

3

چُرَنِ، چُڻڪَنِ چِتَ ۾، وِسا ريان ڪِينَ وَرَنِّ؛
’لَيۡسَ ڪَمِثۡلِهٖ شَيۡءٌ‘، پَسَڻُ ناهِ پِرِينَّ؛
پَڪا پَنوَهارنِّ، نيئِي اَڏِيا ناهِ ۾.

4

چُرَنِ، چُڻڪَنِ چِتَ ۾، رهيا اَندَرِ رُوحَ؛
اُني وِيڙا اُڪِرِي، مارُو مَٿي موهَ؛
ويرُون وِلوڙَڻَ جُونِ، سارِيان گهڻو صُبُوحَ؛
وَرُ سي ڪارا ڪُوهَ، سِنجيَمِ جي سا ڙِيهَ جا!

5

بِيرَ ڪَنياڻُون بَرَ ۾، پِيا رِين پُهُونِ؛
سِنجَنِ سانِيڪَنِ تي، وَڏِيءَ وير وَهُونِ؛
پايو جَرُ جَندَنِ ۾، ڪوڏان ڪَنِّ ڪِهُونِ؛
ڏِينهان ڏينهن نَئُونِ، مُون ڪي وِرِهُ ويڙِهِچَنِ جو.

6

آڏِيءَ اُٺَنِ تي، جيلان پاڙِي پاتارَ ۾؛
وارو ويسِرُينِ ڏِينهان ڪونه ڏِئي؛
مُون ڪَميڙِيءَ کي، مَٿان ڪُوهَ ڪَٽِي وِيا!

7

سَرِتِيُنِ سِنجَڻُ چڙِيو، سَتِيُنِ ڳالِهه سُئِي؛
ماريچِي ما ڙِيُنِ ۾، ڪَڏهِن ڪانَ هُئِي؛
عُمَرَ! آءٌ نہ مُئِي، ان اوپالِيان اڳهِين.

8

پِنيءَ جي پُوڙَنِّ، پيچَ پُٽِڪو نہ سُٽانِ؛
سِنجَڻَ وارِيون سُٽِيُون، وڃِي ويڙهِ وَرَنِّ؛
پِيا سيٺَ سَڙَنِّ، تَرهي ٻِنهي ڪنڌِين.

9

عُمَرَ! ٿِيَمِ اَپارَ، وِرَهُ وَٺِيان ڪِنِ سين؟
ڏوٿِيَڙا ڏُورِ ٿِيا، تِڳان جِن تَنوارَ؛
سِٺائُون سَنگهارَ، ڪُوهَنِ تان ڪٽي وِيا.

## داستان نائون

1

جُهڙِ ڦُڙِ جِتِ ٿِيانِ، اُتِ اَڏِيائُون پَکَڙا؛
هِنَ مُنهِنجي حالَ جو، قَدُرُ نہ ڪيٽانِ؛
جيڪُسِ آءٌ وِسِرِيانِ، مارو قُوتَ قَرارِيا.

2

جُهڙ ڦُڙ مَٿي ما رُئين، جِتِ چِيها ، چِلڙَ چِڪَ؛
اَندَرُ ٿو اُجَ مري، ساهُ اُنِين جي سِڪَ؛
پِيهُون شالَ پهيُون پري، تِئان ڏيئي تِڪَ؛
وَرُ پِريان سين پِڪَ، بِيا پاڻَ پَرِيائي گهورِيا!

3

ڏَٿين پَٽين ڍيرَ، مَهِينَ ما رُوئڙَنِ جا؛
پائُرُ سَبِ پَچِي پيو، گهرِ گها رِيندي ڪيرَ؛
ڪونِيين لَڳَنِ ڪيرَ، مَحَلين مُنجهي مُون هِنئُون.

4

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ويڙهين وَڳَ وارِينِ؛
چَچيا چيڪا ريو چيلڙا، پَٽين پَهرائِينِ؛
نيڻَ مُنهِنجا اُنِ کي، جَهجهو جَرُ هارِينِ؛
تا ڙا تَنوارِينِ، مِينهَن وَسَندا موٽُ تُون.

5

هِنَ مُندَ مارو سَنَرا، کاٺُرَ ۾ خُوشِحالَ؛
سائُون، سِيارِچُ، مَکَڻِي، جيڏِيُون! آٽِنِ جالَ؛
سَتِيءَ جِي سَيَّدُ چئي، ڪا سا ڙِيهَ مَنجِه سَنپالَ؟
لِڱَنِ تان، لَطِيفُ چئي، لوئِي لاهِ مَ لالَ!

ٻَلو ڪَندو ٻالَ، مِينهَن وَسَندا موٽُ تُون.

6

هِنَ مُندَ مارُو سَنَرا، ڍَنگَرَ ڍارَ رَهَنِّ؛
ٻاڙِي ٻُوجَ ٻَڻَن ۾، ٻَڪي ٻاندِ ٻِيَنِّ؛
هِنَ ڪي لوهَ لَطِيفُ چئي، هُوءِ ڪائُرَ مَنجِهه ڪِلَنِّ؛
ڪاڻُونبا ڪاجَنِّ، مِينهَن وَسَندا موٽُ تُون.

7

سَدا جِنِ ٻَرِياڻُ، ٻاندِ ٻِي ٻَڪي لَڏَ سين؛
مارُو ڳُڻَنِ ساڻُ، وِيَڙا ٿَرِ اُڪِرِي!

8

ٻاسا ٻولِڙِيُنِ ۾، ٻانهُون سِرِ ٻيئِي؛
اِڪيون، نَڪُ اَريجَ ري، ٿِمايَمِ ٿيئِي؛
ڏُورِ ٿِيا ڏيهي، ٻِرِين ٻائُرَ وَٽِ ۾!

9

ٿاجا ٿَرَ ٻَرَ جَهلَّ، ٻِپُون ٻائُرَ وَٽِ ۾؛
سيئِي سارِيو، سومِرا! اَچي آبَ اُچَلَّ؛
سانپِيَنِ ڏِنمِ سَلَّ، ڏِني جِن ڏِينهَن ٿِيا.

10

جُهران جِهجان تي، جِئَن پَسَٽان پَري ٿِيا؛
اَلا! اوٺي آڻِيين، جو ڪِيڃِ جِي خَبَرَ ڏي!
مَنَ مُنهِنجي ڪي، واڪو لَهي وِيڙه جو!

## داستان ڏهون

1

اُني ٿِي وَراڻِ، ڪِيڃ واڏايُون آيُون؛
لَٿِي لوئِڙيا رِيين، مِڙَني مُنهَنِ ڪاڻِ؛
صُلحُ وارِيو سُومِري، چَئِي پَنوَها رَنِ پاڻِ؛
هَمِيرَنئُون هاڻِ، مُهتُ لَهَندِينءَ ما رُئِي!

2

اُتان اوٺي آيو، خَبَرَ اِيَ ڪَرِي؛
وِسارِيج مَ وَرَ ڪي، پَئِج مَ مُنڌَ! مَرِي؛
وِيندِينءَ اُتِ وَرِي، ڪو ڏِينهُن آهِين ڪوٺَ ۾.

3

ڪو ڏِينهُن آهِئِين ڪوٺَ ۾، لوئِي هَڏِ مَ لاهِ؛
ڪامَڻِ! اَهِجي ڪُرَ جي، اَڏِ وَڏائِي آهِ؛
هِتِ مَ پارِڃ هيڪِڙو، پائُرَ جي پَساهَ؛

سَتي! سِيلُ نباهِ، مَليرِ ويندِينءَ ما رُئي.

4

سي ساهيڙيُون سا رِينِ تو، سِيلُ جنين جو سَچُّ؛
ما رُوءَ ريءَ مَ مَچُّ، سِيهو پانءَ سون کي.

5

ساهيڙيُون سا رِينِ تو، سَچ جنين جو سِيلُ؛
نَڪو قالُ نہ قِيلُ، اُنين جي اَدَبَ ۾.

6

جو ڏيهَ ڏاڏاڻيان آيو، ڏِنمُ تنهن طعنو:
"پائي ويهُ مَ پَلنگين، ڳچيءَ سِرِ ڳانو؛
مٿان لَڪَ لَطِيفُ چئي، ڪانءِ مَ خزانو؛
سَرتِيُنِ سِيلُ چَوايو، جورِ هَٽي جانو؛
ٿيو سَڏُ سَمانو، حَرَفَ لَٿي هيڪڙي."

7

مُون سين ما رُوئَڙيُون، ڪَهڙيءَ رِيتِ رُسَنديُون؟
چوٽيءَ ۾ چيڙُ پيو، پينَ رَتَ جَيُون؛
نيٽين نِندَ وِهُ ٿي، سا ري ساڏوهِيُون؛
هِتي جي هُيُون، نہ سُڌِ پِيينَ سِيلَ جي.

8

”سَنِي! تُنهِنجي سَتَ ۾، ڳالهه گهرجي ڳُجُّ؛
وَڍيو، چيرِيو، چچرِيو، پَر ۾ اُپِي پَچُّ؛
ساڻُ امانتَ اَچُّ، ته ٿئين سَمانِي ساڙيهَ ۾.“

9

جانڪِين سَنِئُن سِيرُ، تان ڪِينَ وِهَندِيَس ڪوٺَ ۾؛
سِپَ سَمُندِين سَپَجي، نَدِيءَ پِيي نه نِيرُ؛
جِئَن هُوءَ اَبرَ آسِري، تِئَن مُون مَن مَلِيرُ؛
ڪائُرَ پِينِ ڪِيرُ، جي امانَتَ اُتِ وَڃي.

10

جَرَ ۾ سِپُون جِيئَن، آهِينِ اَبرَ آسِري؛
جِئَن ڪُنجُون سا رِينِ روهَ ڪي، مُون تَنَّ اندرِ تِيئَن؛
هُتِ وَعدا وَڃڻَ جا، هِتِ نه پانِيُمِ هِيئَن؛
ڪونئُن وِهان ڪِيئَن، جي نَظَرَ بَندِياڻي نه هُئان؟

11

سِپَ سَمُندِين سَپَجي، اَبرُ آسا روسِ؛
ٻا ڙو پِئي نه ٻِيڙِي، مِنو مُنهِن لَڳوسِ؛
ماڻِڪُ تِي مِڙيوسِ، جِئَن تَنگُ ڪَڍِيائِين تارِ ۾.

12

سِکو سَپِ، سَرِتيُون! سِپُنِ مُلان سيرُ؛
پِيو مَٿائي نيرُ، اُپِيون اَبرَ آسِري.

داستان يارهون

1

مَلِيران مارُو، پَکي پيهي آئيو؛
وَرِيا واهارُو، هاڻُو سَپِ هِيڏا ٿِيا.

2

پَهي سُکَ پيرَنِ کِيهَ! کو نِينهَن نِياپو مارُئِين؟
اَتِ اُکَنڊِي آهِيان، تَنهِن آتَڻَ، تَنهِن ڏيهَ؛
سَنڊِي جا سا ڏِيهَ، کِهَ کَٿُوري پانئِيان.

3

سَکَرِ سيئي ڏِينهَن، جي مُون گهارِيا بَندَ مِ؛
وَسايَمِ وَڏَ ڦُڙا، مَٿي مازُيُنِ مِينهَن؛
واجهاڻِيَس وِصالَ کي، ٿِيَس ٿَهوارُون تِيئَن؛
نِيَرُ مُنهِنجي نِينهَن، اُجاري اَچو ڪيو.

4

عُمَرَ! اَڄُ گَذِيامِ، ڏوٿي اُنهِين ڏيهَ جا؛
پا راپا پِريُنِ جا، اُپِي اُن چيامِ؛
لِهي لوهَ پِيامِ، لُطفَ سانُ لَطِيفُ چئي.

## ابيات متفرقه

1

جُه سي لوڙائُو ٿِيا، جنِين پِرِ رَهَنّ؛
ما رُو منجِهه ٿَرَنّ، رَهِي رَهَندا ڪيترو؟

2

جُه سي لوڙائُو ٿِيا، جنِين سندِيءَ ڏِيرَ؛
ما رُوئڙا فَقِيرَ، ڪَنهِن دَرِ ڏِيندا دانهَڙِي؟

3

ما رُوءَ پاسِ مَلِيرَ ۾، ڏوئي مَرُ مَران!
پاڻِي واري پانهِنجو، وِيندِيائي وَران!
ٿورو مَنجِهه ٿَران، هُندَ لَڳِي لوئڙيا رِيِين!

4

ڪانڌُ نه ڪَندِيَسِ ڪو بِيو، ڪَتيروئي خُوبُ؛
ميروئِي محبُوبُ، اَسان ما رُو مَنَ ۾.

5

مُنهُن مُنهِنجو سُومِرا! مَرُ ميروئِي هوءِ!
متان مارُو چوءِ، تہ ڏوتوءِ ڏوراٽَنِ ۾.

6

جِت ڪَرَڙَ، ڪَنڊا ءِ ڪاهِيُون، پالَ، پَڪا ءِ پَڪَّ؛
سَرَهِيُون سي سَرَنِيُون، حاضُرُ پاسي حَقَّ؛
مارُوئَنِ سين ماٽِيان، شالَ مُندائِتي مَڪَّ؛
ڪِنڪارِيان خَلَقَّ، جا ٿَرَ جائِي ۾ ٿُوهَرين.

7

جي هِتِ هُئِي مارُئِي، تہ لَڌِيَمِ ڪَرَ ڪيٽاسِ؛
ارداسِيُمِ عُمَرَ ڪي، وِيجهو ٿي وَٽانسِ؛
جي نہ چَڏِيائِين ڪِ جَهليائِين، تہ پنهنجو اَنگُ آچِيانسِ؛
لاهي لوهَ لَطِيفُ چَئِي، هِتان هُندَ هَلانسِ؛
موڪي مَلِيرَ سامُهِين، وَٺِي بانهَن وَجانسِ؛
رَهِبَرُ ٿِي ريڙهيانسِ، سُنهاري ساٿِيہَ ڏي.

8

جِئَن ٻَنڌِيُون مَنجِهہ ٻَنڌِيرَ، تِئَن مُون مَنِ مارُوئَڙَنِ جُون؛
ڏِنِيُون لَسَ لَطِيفُ چَئِي، هِنئَڙي ڪي هَمِيرَ؛

وَڃِي مَنجهه مَلِيرَ، سَڀِ ڇوڙِينديَسِ سُومِرا!

9

سُٺِي ساڻيهَ ڳالهَڙِي، لَهِي وِيا لوهَ؛
اَندَرَ جا اَندوهَ، لَٿا ڏُکَ، سُکَ ٿِيا.

10

توکي توڙائِين لِکِي، عُمَرَ! اَچائِي؛
جنهن تو ساماڻِي، مامَ نہ پِڪِي ماڙُئِين.

11

مَ ڪِي روءُ، مَ رَڙُ ڪِي، هَنجُون هَڏِ مَ هارِ؛
تو تان بَندُ بِدا ٿِيو، بيڙِيُون نيٺِ ڀارِ؛
پُهچَندِينءَ پَنوَهارِ، سِڳھي سنگهارَنِ کي.

12

اَڄُ پِڙ ڇِڪِيَم چاڪَ، وَنهِيَن ويڙِهِچَنِ جا؛
سُورَنِ اِڇِي سُومِرا! اَندَرِ ڪِي اوطاقَ؛
ماڙُوءَ جي فِراقَ، هَڏَ مُنهِنجا ڪِپِيا.

# سُر ڪاموڏ

## داستان پهريون

1

تُون سَمو، آءٌ گَندِرِي، مُون ۾ عَيبَنِ جُوءِ؛
پَسِي راڻُنِ رُوءِ، مَتان ماڳَرِ مِٽئِين!

2

تُون سَمو آءٌ گَندِرِي، مُون ۾ عَيبَ اَپارَ؛
پَسِي لِيَّ لَغارَ، متان مَاڳَرِ مِٽئِين!

3

تون ٺمَاچِي تَڙَ ڌَڻِي ، آءٌ مُهاڻِي مَي؛
مُون کي ڏُهاڳُ مَ ڏي، آءٌ جا نالِي سُيَسِ تُنهنجي.

4

تُون ٺمَاچِي تَڙَ ڌَڻِي، آءٌ گَندِري غَرِيبِ؛
تو سين جامَ! قَرِيبِ، ڪِي ڏَنُ چَڏائي ڏيج مُون.

5

ڪِڪيءَ هاڻِيُون ڪا رِيُون، چِچِيءَ هاٿا چَچَ؛
پاندُ جنِين جي پاندَ سِين، لَڳو ٺِئي لَجَ؛
سَمو جامُ سُهَجَ، اُپو ڪَري اُنِ سين.

6

ڪا رِيُون، ڪوجِهيون، ڪُوڙِيُون، مُورِ نہ موچا رِيُون؛
وَنِي ويِشُون واٽَ تي، ڪِڪيءَ جُون ڪا رِيُون؛
اُنِين جُون آرِيُون، سمي ري ڪيرُ سهي!

7

گَندُ جِن جِيءَ گوڏِ ۾، پا ٻوڙا پوشاڪَ؛
اُنِين جِيءَ اوطاقَ، راڄا رِيجِهي آئِيو.

8

ڻِيا ٿَماچِيءَ جامَ سين، مُهاڻا مَحرُومَ؛
نَنڍِيءَ وَڏِيءَ گَند ريءَ، مَٿي ما ڙِيءَ ڏُومَ؛
جي ڪِنجُهرَ، جي رُومَ، سي سَڀِ اِنعامِي ڻِيا.

9

نہ وَڏي، نہ وِڪِڙي، نہ ماري نہ ڏاري؛
ڪارو وِڏائِين ڪُوهَ ۾، نِرِتُون نِهاري؛
سائِي پِرِ پاري، جا گهرِ سَمي جي سَپَجي.

10

نہ وَڏي نہ وِڪِڙي، نہ ڪَٽي ۾ ڪاري؛
اُهِجَ، سُهِجَ ساهِمِيُون، ڏُرِيان نہ ڏاري؛

سائي پَرِ پا ري، جا گهَرِ سَمي جي سَپَجي.

11

پا ٻوڙو پيشِ ڪَيو، ٿَون نُورِيءَ نيئي؛
حاضُرُ هُيُون هَڪِيُون، سَمِيُون سپيئي؛
نَوازي نيئي، ڳاڏِيءَ چاڙهِي ڳَندِرِي.

12

مُهاڻِيءَ جي مَنَ ۾، نه ڪِبرَ نه ڳاءُ؛
نيٺَ سِين نا زُڪَري، رِيجهايائين راءُ؛
سَمو سَپِنِ مُلاءُ، هيرِيائين حِرفَتَ سين.

13

نورِيءَ جي نِيازَ جو، عَجَبُ اَجَهلُ هوءِ؛
سَمو سِرُ سَپِنِ ۾، مي مُورِچيو سوءِ؛
اَچيو اُپِينَ پوءِ، حُجَتَ پِڱي راڻِين.

14

هَٿِين پيرين آرِڪَئِين، مُنهِن نه مُهاڻِي؛
جِنَ سَڳو وِچِ سُرِندَڙي، تِنَ راڻِيُنِ ۾ راڻِي؛
اَصُلُ هُئي اُنَ ڪي، اَهَلَ جاماڻِي؛
سَمي سُجاڻِي، ٻيڙو ٻَڌُسِ ٻانهَن ۾.

15

ٺھڙو ڪنجُھرَ ڪِينَ ٻيو، جھڙي سُونھَن سَندِ ياسِ؛
مَڏَ ، مِياڻِيُون، مَڪُڙا ، مِڙَئِي مَعافُ ٿِياسِ؛
مورِچَلَ مَٿانسِ، اُپو تَماچِيءَ تي ھٽِي.

16

ڪوءِ سَمِيُون! ٻَنِ سُومِرِيُون! جي اَچَنِ اُوچي ڳاٽِ؛
وَرُ سي ڪِنجُھرَ ڄائِيُون، جِن تَماچِيءَ جِي تاتِ؛
رائِيُنَ مُلان راتِ، ماڻڪُ مي پِرائِيو.

وائي

هِيري هَٿُ وِڏائِين، ويھي سائِين وِچ مِ.
نَوازِش نُوريءَ جي، آھي تَماچِيءَ تائِين.
گَندَگِيءَ گوشو ڪيو، عَطُرَ اوتَ اوتِيائِين.
اَنڌا مَندا آئِيا ، سَخا سَڌُ وِڌائِين.
پَسو جُودُ جُوانَ جو، ڪو ھَنڌُ ڪونہ مَٿِيائِين.
قِيمَت ڪَمِيڻَن سين، جَھڙِيءَ وَٺَ وَٺِيائِين.
موتِي مڇِيءَ ھَٿَ تي، ڪوڏِنِ جِئَن ڪَڍِيائِين.
ماڻڪَ مِياڻِنِ مِ، چِلُرَنِ جِئَن چِٽِيائِين.

ڏيئِي سونُ سُوال ۾، رُپِي راندِ ڪَيائِين.
پاڻِيَتَ آڻي پاڻَ سين، لَعلُون سَڀِ لُٽِيائِين.
فيروزا فَقِيرَنِ تان، گهوري سَڀِ گهورِيائِين.
اُتي عَبۡدُاللَّطِيفُ چئِي، اُچِلي اَمُلَ ڏِنائِين.

## داستان ٻيو

1

سِرُ سَلابَتَ سُپِرِين، مَرَڪَڻَ! تُون مَ مَرِيج؛
آهِيين ٿا رُ اکِيُنِ جو، وَٿان مُون مَ وَڃِيج؛
تَماچِي تِڳِيج، ڪو ڏِينهُن ڪِنجُهرَ ڪَنڌِيين.

2

هيتِ جَرُ مَٿي مَڃَرُ، پاسي ۾ وَڏَراهَ؛
اَچي وَڃي وِچَ ۾، تَماچِيءَ جي ساءَ؛
لَڳِي اُتَرَ واءَ، ڪِنجُهرُ هِندورو ٿِئي.

3

هيتِ جَرُ، مَٿي مَڃَرُ، پاسي پِرِين سَندامِ؛
ڪوڙِيين ڪاجَ سِڌامِ، اَڻَ سِڌو ڪونَ رهِيو.

4

هيٺِ جَرُ، مَٿي مَجَرُ، ڪنڌِيءَ ڪَوڙَ ترَنِّ؛
وَرِئي واھُوندَنِّ، ڪِنجُھرُ ڪٿُورِي ٿِئي.

5

سَمِيُون ڪَري سِينگارُ، راءُ رِيجهائڻ آئِيُون؛
جامَ ھَٿَ ۾ جارُ، جُلي جُبيرِن وِچَ ۾.

6

نُورِيءَ جي نَوازِيو، ٿِيو تَماچِي تي؛
گاڏِيءَ چاڙھيءَ گَندِرِي، ماڙِھُو ڪَيو مي؛
ڪِنجُھرِ چُوندا ڪي، تہ سَچُ سَپائِي ڳالھَڙِي.

7

جامان اڳِي جي جائِيُون، تِن جي نِرتِ نُورِيءَ ڪي ناہِ؛
نہ مَنَھِن نہ مارِڪي، نہ وَجَنِ ڪنھن وِھاڻءِ؛
سي ڪِنجُھرَ ڪَندِيُون ڪانہِ، جِن تَماچِي تَڪِيو.

8

نہ ڪَنھن جائُو جامَ ڪي، نَڪو جامَ وِياءُ؛
نَندِيءَ وَڏِي گَندِرِيءَ، سَپِنِ آہِ سِياءُ؛
”لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ“، اِيُ نِجابَتَ نِياءُ؛
ڪِبرُ ڪِبرِياءُ، تَخَتُ تَماچِي جامَ جو.

9

ٻَڪا ٻَڪا رِيو، ڄامُ تَماچِي آئِيو؛
ڳُوندَرَ لاهِيو، گَندِ رِيُون! آتَڻَ اُجا رِيو؛
ڪِنجَهرُ قَرارِيو، سَمي سامَ بَخشِي.

10

ڪوجو ڪامَڻُ مَي، آهي اڪَڙِيُن ۾؛
تَنُ تَماچِي ڄامَ جو، نا پُون پايو ني؛
عِشقُ اِئَن ڪَري، جِئَن چارو ڄامَ ڪُلهي ڪَيو.



# سُر گهاتو

## داستان پهريون

1

گَهنگَهرِيا گَهڻَ ڄاڻَ، موڙهِي مَتِ مَهائِيِن؛
وِيا ڳَڏِجِي وِيرِ ۾، پِيا مُنهِن مَهراڻِ؛
اڳيان پوِيان ٿاڻَ، وِيا وِيچارَنِ وِسرِي.

2

ماڪَ پِچائِنِ مولِهيا، مثان راتِ پئِي؛

اولِيون اُجَهڙَ لِڳيون، وِيا وَنجَهه وَهِي؛
ڪَلاچِيان ڪَهي، ڪَڏهِن ڪونه آئيو.

3

ڪو جو ڦَهَرُ ڪلاچ ۾، ڳهڙي سونئي؛
خَبَرَ ڪونه ڏئي، رَچَ ڪُڇا ڙي رَنڊِيا ؟

4

ڪالهه ڪَلاچِيءَ ويا، چَنيُون ڪٽي چُڳيرَ؛
پائُرَنِ پيرو نه ڪيو، اَڏَنِ ڪِي اويرَ؛
اهڙِي خاصِي ڪيرَ، ڪُنَّ ورائي جَهلِي.

5

تَرِيُون پَسان نه تارِ ۾، جُهڳا جاءِ نه ڪَنِ؛
مادَرِ! ملاحَنِ، ماڳِ نه ڏِويا مَڪُڙا.

6

ڏِهاڙِي ڏِٺَم ڪيتِرا، جنِين مارِيو موڪَ؛
گَهرَ ۾ ڳها تُونُئَرَنِ جا، ٿا مارِينِم ٺوڪَ؛
لَڏي وِڃان لوڪَ، اُونهي ويا اوهِري.

7

اُپِي اوسِڙان اُسَ ۾، جَهليو ڪُنَّ ڪِنارَ؛

ڳاٺُو ڳَهِرِ نہ آئِيا، وَڏِي لِڳِيَنِ وارَ؛
هُيَسِ جنِين هارَ، سي موڙِي چَڙِهيا مَڪُڙا.

8

جِتِي ڳهوڙيو ڳاٺوئِين، تِتِي وارِيءَ ٻُٺَّ؛
سَهسين ساٿِي مُٺَّ، سَرُ سُڪو، سُونڳِي ڳيا.

9

مُون اُڏا رِيا مَڇَڙا، اللهَ! ڳاٺُو آڻِ،
مِيان! مُدارَنِ سين، مونکي، قادرَ! وِجُهہ مَ ڪاڻِ؛
هَٿَ مُنهِنجي هاڻِ، قَدُرُ لِڌو جِنِ ري.

10

اَئِين جا لُڏو لوڏَ، اِيَ پَرِ ڳاٺُوئِڙَنِ جي؛
ڪُنَّ ڪلاچِيءَ ڪوڏَ، سُڪِ نہ سُتا ڪَڏهِين.

11

ڳهورِيندي ڳهورِيا، اڳهورِ ڳهورِيائُون؛
مَيڪَرُ مارِيائُون، مَلاحَنِ مُنهَن سَنَرا.

12

جِنَ جُهڳا پائِيين جهولَ ۾، اِنَ نہ مَرَنِ مَڇَّ؛
سَبَرَ ڏارِ سَمُنڊَ جا، ڪي رائُون رَڳُيون رَڇَّ؛

هِي چارُون ۽ چِچِّ، اجا اوڙاهُ آ ڳاهُون ٿِيو.

# سُر سورٺ

## داستان پهريون

1

اَللهَ جي آسَ ڪري، هَليو هِيائين؛
چارَڻَ ٻَڌا چنگَ کي، جُهوڙا ۽ جهائين؛
ڏوِلي راءِ ڏياچَ جي، ڏُوران ڏِنائين؛
وَينَتِي واحِدَ دَرِ، تَنهِن ويرَ ڪَيائين؛
”سَڀاجها سائين! راءُ رِيجهائين راڳَ سين.“

2

”پَرِديسان پندُ ڪَري، هلِي آيو هُون؛
اُونچو تون عرش تي، آن پورو مٿي پُون؛
ڪِيئَن تُسَندين تُون؟ هِيُ سِرَ سوالِي مَڱڻو.“

3

”پَرِديسان پندُ ڪَري، سُٽَي آيُسِ شانُ؛
مَڱان ڪَهڙِي مَتِ سين؟ نِسورو نادانُ؛
سو ڪو ڏِيا رئِين ڏانُ، جو طَمَعَ کي تَرڪُ ڪَري.“

4

”سَردِيءَ سالِمُ نه رَهان، گَرمِيءَ ٿِيان گداز،
اَمَنُ ڏيچ اَمانَ تون، سائِلُ هَٽي سازُ؛
رَبابِيءَ کي رازُ، خالِصُ ڏيچ خَلِيلَ جو.“

5

”تو دَرِ آيُس راڄيا: جاڄڪُ وني جِيُّ،
ڪَنان ’نارُ حامِيَه‘، هانِ بَچائِج هِيُّ؛
والي! ڏِيا ريئِي وِيُّ، جِتِ آهي ’جَنّاتُ عَدنِ‘.“

6

”پِيا دَرَ ڏيئِي پَنَ کي، آيُس تُنهِنجي دَرِ؛
سُونها را سورَٺِ وَرَ! ڪا مُنهِنجي ڪَرِ؛
پلا! پيري پَرِ، پالهو پاندُ پينارَ جو.“

## داستان ٻيو

1

جاڄڪُ جُهوناڳَڙهَ مِ، ڪو عَطائِي آيو؛
تَنهِن ڪامِلَ ڪَڍي ڪِينَرو، ويهِي وَڄايو؛
شَهرُ سَجو ئِي سُرَ سين، تَندُنِ تپايو؛
دايُون دَرِماندِيُون ٿِيُون، ٻانِ ٻاڏايو؛

چارڻ ٿي چايو، ته ماري آهي مڱڻو.

2

ٽِرٽِي تَندُ ٽِيازَ سين، ٻُرائي ٻيجَلَّ؛
راجا رَتولَنِ ۾، اونائي اَمُلَّ؛
رازُ ڪَيائين راءَ سين، ڪَنهن موچاريءَ مَهَلَّ؛
”اَنَا اَحمَدُ بِلا مِيمِ“، سَينَ هَنئي سائَلَّ؛
ڪَنهن ڪَنهن پيئي ڪلَّ، ته هَرِدوئي هيڪُ ٿِيا.

3

ڪِنين ڪِنين ماڙُهين، پيئي ڪَلَ ڪائي؛
رَسيا جي رَمزَ کي، تن پا رسِي پائي؛
”اَلاِنسَانُ سِرِّيۡ وَ اَنَا سِرُّهٗ“ ورتي اِيَ وائي؛
راجا راڳائي، هَرِدوئي هيڪُ ٿِيا.

4

سِرَ جي هُئائين هَليو، چارَڻُ چِتائي؛
سو مُوڙا جَهلي نه مالَ جا، ٿو ماڻڪ موٽائي؛
”تو دَرِ آئُسِ تي، جِئَن تو ناهِ نه سِکيو.“

5

”جي مِيراثِي مَڱڻا، آءٌ پُڻِ مَنجهان تَنِ؛

ڪِي ڪَهُ مُنهِنجي ڪَنِ، اِرْٿَ مَنجها ران اُنِ جي.“

6

”ڪا جا ڳالِه ڳَرِي، ٻِيجَليا ! ٻُڌاءِ مُون،
پيئين جِئَن ڪِرنا رَ مِ، تَندُنِ تانُ ڪَري،
ڪِ تو پَنڌُ پري، ڪِ مَڱَ جهَلِيندين ؟ مَڱَڻا !“

7

”مَڱَ نہ جهَلِيان مُورَهِين، نہ مُون پَنڌُ پَري،
ڳِڻِي آئُسِ ڳالهڙي، ڳُجهي تو ڳَري،
سا سَمِجهج سورَٿِ وَرَ! وِيندُسِ ڪِينَ وَري،
پَريان پيرَ پَرِي، تو لَءِ آيو آهِيان.“

8

سِرُ مَڱِي سِرُ گُهري، سِرَ رِءَ ٿِئي نہ صلاحَ،
غَرِيبَنِئُون نہ گُذري، ٿو ماري مِيرَ مَلاحَ،
نايو نَوابَنِ جا ، سورِيو ڪَڍِي ساهَ،
خالقُ سَنجِهہ صُباحَ، ڪونہ ڇَڏِيندو ڪِٿَهِين.

## داستان ٽيون

1

ڪِي جو ٻيجَل ٻولِيو، ٻِنِيءَ وِيهي ٻانَ؛
راجا رَتولِن ۾، سيباڻو سُلطانَ؛
”آءُ مٺا هُون مَڱڻا! مُقابِلِ ميدانَ؛
گهورِيان لکَ، لَطِيفُ چئي، تُنهنجي قَدمَنِ تان قُرِبانَ؛
مَٿو هِيءُ مِزمانَ! هَلِي آءُ ته هِتِ ڏِيَنءِ.“

2

”آءُ مٺا هُون مَڱڻا! چڙهي ۾ چَوڏولَ؛
توکي گهوٽَ گهُرائِيو، راڄا مَنجِهه رَتولَ؛
ٻيجَلَ! توسين ٻولَ، وِهاڻِيءَ وَڏَڻَ جِي.“

3

مَحَلين آيو مَڱڻو، ڪَڙِي سازُ سِرِي؛
لَڳِي تَندُ تُنيرَ جِي، ٻِيا ڪوٺَ ڪِرِي؛
هَنڌين ماڳين هُوءِ ٿِي، تُنهنجِي ٻيجَلَ! دانهَن ٻُرِي؛
سِسِي تَنهِن سُلطانَ کان، اِڇِي گهوٽَ گهُرِي؛
جُهونا ڳَڙهُ جُهرِي، ٻُوندي جهانءِ جَهروڪَ ۾.

4

ڏاتارَ ۾ مَگڻي، ڪونہ وسِيلو وِچ؛
سائِي تالَ تَندُنِ جي، سائِي چارَڻَ چِتِ؛
جي هِتِي جي هُتِ، تہ ڳالهِ مِڙيائِي هيڪڙِي.

5

”جاجِڪَ! تو جُهارُ، ڏَهَ پيرا ڏِياڄُ چئِي؛
جَنهِن ۾ مالُ نہ مِرِيءَ جيترو، تَنهِن تون طَمَعدارُ؛
جي اچيئِي ڪَمِ ڪَپارُ، تہ وِيهَ پيرا وِڏي ڏِيَنءِ.“

6

”ٻيلي! ٻئِي پارَ، جان مُون نيڻَ هَٿِي نِهارِيا؛
چوري رَکِيَم چِتَ ۾، ڏِسِيُنِ جا ڏاتارَ؛
هِيُ سِرُ توهان ڌارَ، ٻِيجي ڪَنهِن نہ ٻولِيو.“

7

”سوجِيُ، مَگَڻهارَ! مَ هوءِ، جَنهِن تو مَٿي سِرَ سَٿو ڪَيو؛
جو مُون مُل مُورِ نہ سَپَجي، تان جي سو گهُرِيوءِ؛
تان جُڳان جُڳِ ڏِنوءِ، ڏُنگو ڏاتارَنِ کي.“

8

”مَٿو مَٿائِين گهورِيان، مَٿو تو مَٿاءِ؛

هَڏو هِيُ هَٽِ ڪَري، جاجِڪَ! وَهِلو جاءِ؛
تُون سين اَئِيراءِ، جِمَ واڇا ۾ وِلهو وَهِين.“

9

”مَٺو مُورِ نه پاڙِيان، تُنهنجي تَندُ تَنوارَ؛
سِرَ ۾ سَچَڻَ ناهِ ڪِي، موٺُ مَ، مَڱڻارَ!
ڪِينهي منجِهه ڪَپارَ، لَڇيندو ٿو لاهِيان.“

10

”سؤ سِرَنِ پائي، جي تَندُ بَرابَر تورِيان؛
اُتَلَ اوڏانهين ٿِئي، جيڏانهن پيچَل پُرائي؛
سَڪِڻو هَڏُ آهي، سِرَ ۾ سَچَڻُ ناهِ ڪِي.“

11

”مَٿي اُتي مُنهنجي، جي ڪوڙين هُوَنِ ڪَپارَ؛
نه وارِيو وارِيو وَڍِيان، سِسِيءَ ڪي سَوَ وارَ؛
نه پِڻُ تَندُ تَنوارَ، مُوهان مٿائُون، مَڱڻا!“

12

”جو تو ڏِيَڻُ، ڏِياچَ! لاهِيو اِي سِرُ سَپڪو ڏي؛
ڪِي ناڻه جهِڙو ڏي، جو سَنَدَ ٿِئي سُوالِين.“

13

پَسِي پاڻُ پُرِ ٿِيو، سندو جادِمَ جُودُ؛
مَگَ وِهاڻِيءَ مگَڻا! مَٿو هيرَ مَوجُودُ؛
بَلَڪِ آهي بُودُ، ناڪَسِيءَ، نابُودُ مِ.

14

چارَڻَ چَنگُ ڪُلهي ڪَري، پيرَ پُرِي پاتا؛
صَدا جي سَيَّدُ چئي، وائِي ڪَيائِين واتا؛
تَنهِن تي راءُ راضِي ٿِيو، دِلِ وڏِيءَ داتا؛
مَرڪي مَرُ ماتا، رُوڙِي راءِ ڏِياچَ جي.

## داستان چوٿون

ا

رِءَ مَصلِحَتَ مَگَڻا، قَصَرِ ڪِينَ اَچَنِّ؛
نُورُ تَجَلَّو نُورَ سين، ٿميو نينڻَ پَسَنِّ؛
خِيمي مِ ڪَنگهارَ جي، چاندُوڻا چِمڪَنِّ؛
لَڏائِين لَطِيفُ چئي، سَندا ڏاڻَ ڏِسِيَنِّ؛
تيلان مُلڪَ ڏَٺِيَنِّ، مَچِيو مَگڻهارَ ڪي.

”مَرُ نه آئين، مَگڻا! مامَ پَرُوڙِي مُون؛
جيڪا ڳاهَ ڳالهائِين، سا سَڀِ سَمجهِي سُون؛
تَنهِن ۾ تُسِجَ تُون، جيڪِي پوَئِي پَٽَ ۾.“

3

”چارَڻَ! تُنهنجي چَنگَ جو، عَجَبُ آهِم اِيُّ؛
هَٽِي آيو هَٿَن سين، جِئَرو رکِيو جِيُّ؛
راتِ مُنهنجو رِيُّ، ڪاٽِيو تو ڪُماچَ سين.“

4

”تانُ نه آهي تَندُ جو، رُون رُون ڪري رازُ؛
هَٽَندَ ڙَ سَندا هَٿڙا، سَڀِڪو چئي سازُ؛
سَٽَ ڏيئي شَهبازُ، ٿِيُ، نه ٿوڪُ پِرائِين.“

5

”تَندُ تُما رِيءَ تانُ، ڪَهِيو سو قَبُولُ پِيو؛
سِرُ نه آهي سَٽَ ۾، پَرَ بِيو ڪِي مَڱَجِ دانُ؛
خاڪِ، مِٽِي ڪا بانُ، ڪاٽِيا پوءِ ڪُجُهه نَهِين.“

6

”چارَڻَ! بولِ ڪِي بِيو، گُهرِيُءِ سو گهورِيان؛
گهُرُ، سورَتِ نه پَڙِي، جان تَندُنِ بَرابَرِ تورِيان؛

ڳَجهي آهِم ڳالهڙيِ، آءُ اوري، تان اوريان؛
ڪِ ڪُلَهنئُون ڪوريان؟ ڪِ، جاجِڪَ! جُسي سين ڏِيَنءِ؟"

7

ٿيئِي پَرچيا پاڻَ ۾، تَندُ، ڪَٽارو، ڪندُ؛
"تَنهِن جِهوئِي ناهِ ڪِي، جو تو، چارَڻَ! ڪَيو پَندُ؛
اِيُ شُڪُرُ اَلحَمدُ، جِئَن مَٿو گهُريوءِ مَڱڻا!"

8

ڪَنجهي ڪيرَتِ ڪِينَرو، واڄو وِلاتِي؛
هَنئِي تَندُ حُضُورَ ۾، تَنهِن پارِسَ پيراتِي؛
ڏِسَنديئِي ڏِياچَ کي، ظاهِرُ ٿيو ذاتِي؛
ڪَڍِي تَنهِن ڪاتِي، وِڌو ڪَرَٿُ ڪَپارَ ۾.

9

ڳُلُ چِنو ڳرِنارَ جو، پَٿَرِ ٿِيُون پِٿِنِ؛
سَهسين سورَتِ جَهڙِيُون، اُپِيُون اوسارِنِ؛
چوٿا چارَڻَ هَٿَ ۾، سِرُ سِينگاريو ڏِينِ؛
نا رِيُون ناڏَ ڪَرِنِ: "راڄا راتِ رَمَڪيو!"

10

سورَتِ مُئِي، سُکُ ٿِيو، خِيما هَنيا کَنگهارَ؛

ڻِيو راڳُ، رُوپُ سو، لَڳي تَندُ تَنوارَ؛
سو ڏِٺين پَٽين پارَ، پسو! راڄا راضِي ٿِيو.

# سُر ڪيڏارو

## داستان پهريون

1

ڏِنو مُحَرَّمُ ماهُ، سَنڪو شَهزادَنِ ٿِيو؛
جاٽي هيڪُ اَللهُ، پارَ وَڏَندِيُون جو ڪَري.

2

مُحَرَّمَ موٽِي آئيو، آئِيا تان نہ اِمامَ؛
مَدِيني جا ڄامَ مؤلا، مُون کي ميڙِئين!

3

مِيرَ مَدِينئان نِڪِري آئِيا نہ موٽِي؛
ڪارا رَڱِجِ ڪَپِڙا، اَدا نِيروٽِي!
آن تنِين لَءِ لوٽِي، جي مِيرَ مُسافِرَ رانئِيا.

4

سَخِتِي شَهادَتَ جِي، مِڙوئِي مَلا رُ؛
ذَرو ناهِ يَزِيدکي، اِيَ عِشَقَ جوآٿا رُ؛

ڪُسَڻَ جو قَرارُ، اَصُلُ اِمامَنِ سين.

5

سَخِتِي شَهادَتَ جِي، نِسورو ئِي نازُ؛
رِندَ پَرُوڙِينِ رازُ، قَضِيي ڪَربَلا جو.

## داستان ٻيو

1

چَندَ وِهاڻِيءَ چِڙهيا، مَلَّهہ مَدِيناَن مِيرَ؛
اُنِ سين طَبَلَ، بازَ، تَبَرُون، ڪُندَ، ڪَٽارا، ڪِيرَ؛
عَليءَ پُٽَ اَمِيرَ، ڪَندا راڙو رُڪَ سين.

2

ڪَربَلا جي پِڙَ مِ، خِيما کوڙِيائُون؛
جهيڙو يَزِيدَ سامُهون، جُنبِي جوڙِيائُون؛
مُنهُن نہ موڙِيائُون، پَسِي تاءُ تَرارِ جو.

3

ڪامِلَ ڪَربَلا مِ، اَهلِ بَيّتَ آئِيا؛
ماري مِصرِيُنِ سين، تن ڪافِرَ ڪَنبايا؛
سَچُ ڪِہ ٻِيِيءَ جايا، هَهڙا سُورِهَ سُپِرِين.

4

كامِلَ ڪَربَلا ۾، آيا جُنگ جُوان؛
ڏَرتي ڏُبي، لَرزِي، ٿَرٿِليا آسمانَ؛
ڪَرَهِ هُئِي ڪَان، هو نَظارو نِينهَن جو.

5

دوسِتَ ڪُهائي دادُلا، مُحِبَ ما رائي؛
خاصَن خَلِيلَنِ ڪي، سَخِتيُون سَهائي؛
اَللهُ اَلصَّمَدُ بي نيازُ، سا ڪَري، جا چاهي؛
اِنَهِين مَنجِهه آهي، ڪا اُونهي ڳالهِ اِسرارَ جي.

## داستان ٽيون

1

ڏِنو ڪالهَ ڪَنهِين، جُهونجها رِڪو جهڳِڙو؛
هاٿِيُن هَڏَ مُڇائِيا، ريلو رَتَ نَئِين؛
پانئِن سا سَنئِين، جِئان جِيءُ جوکو ٿِئي.

2

آيا، اُجارِين؛ تَنڪ، تَرارِيُون تِئُرا؛
سانگِيُون سائُن هَٿَ ۾، ڪُلَهنئُون نہ لاهِين؛

اُپا ٿِي آهِينِ، مُهائِي مَرَڻَ تي.

3

هٽَنَ، هَٽَڪلَنُ، ٻيلِي سارَڻُ؛ مانجِهيان اِيُ مَرڪُ؛
وِجَهنِ تان نہ فَرَقُ، رُڪَ وَهندِيءَ راندِ ۾.

4

ٻهادُرَ گڏِيا ٻهادُرين، ڪَڙِڳَ ڪِلوِل ڪَنِّ؛
وِجَهنِ ڏَڙَ ڏَڙَنِ تي، هاڪارِينِ هٽَنِّ؛
ڪِرَن، ڪَندَ نَچَنِّ، رِڻُ گَجِيو، راڙو ٿِيو.

5

هوڏانهن هُنِ هاڪارِيو، هيڏانهن هِي هَٽَنِّ؛
سُرِنايُونءِ سُندِ ڙا، ٻِنِين پارِ ٻُرَنِّ؛
گهوٽَنِءِ گهوڙَنِّ، رِڻَ ۾ لائُون لَڌِيُون.

6

گهوڙَنِءِ گهوٽَنِ، جِئَڻَ ٿورا ڏِينهَڙا؛
ڪَڏَهِن مَنجِهہ ڪوٽَنِ، ڪَڏَهِن واهي رِڻَ جا.

7

جِهمَندِيُون اَچَنِ، جهولِيُون جُهونجِهارَنِ جُون؛
پايو ٻُڪَ ٻُهارَ جا، اُنِ جُون وَهُون واڪا ڪَنِ؛

پِٽِنِ پا رَ ڪدَنِ؛ رنِ گَجيو، را ڙو ٿِيو.

8

”ڪانڌَ! ڪَلارين ڪَپڙين، وَرَ! وِناهِيو آءُ؛
جِتِ سانگِئَنِ جِي سَٿِ وَهي، اُتِ وِڪَ وَڌندِي پاءِ؛
نان تان پَؤَ مَ پاءِ، جان جان نُوڏين نہ چَڙِهين.“

9

’پَگو‘ آئُون نہ چَوان؛ ’ما رِيو‘، تہ وِسَهان؛
ڪانڌَ مُنهَن ۾ ڏَڪَڙا، سيڪِيندي سُونهان؛
تہ پڻ لَجَ مَران، جي هُوَنسِ پُٺِ ۾.

10

مُنهَن مَٿاهان جن جا، سي پِٽيو ڪَدَنِ پاَرَ؛
”جيڏِيُون! هِنَ جُهنجهارَ، اُجاري سَڀِ اَڇا ڪَيا.“

11

مَرُ مَرِين، آئُون رُئَنءِ! موٽِي آءُ مَ، ڪانڌَ!
ڪَڇَنِ وَڏا پاندَ، جِئَڻَ ٿورا ڏِينهَڙا.

## داستان چوٿون

1

ڪا جا ڏُري ڏُنگري، ڪو جو وَريو واءُ؛
عَليءَ شير وِياءُ، رِڻَ ۾ پِيَن راتِڙي.

2

جهيڙو لاهِ، يَزِيدَ! عَلِيءَ جي اولادَ سين؛
سا نہ پَسَندين عِيدَ، جا هُوندِي مِيرَ حُسينَ سين.

3

ڪُوفِيُن ڦِرُڪيو، ٿِيا جَماتِي يَزِيدَ سين؛
پَلِيتَن ڪي پِڙَ ۾، وَرِنهُ وَرِ پِيو؛
سَڏَ رِ هونِ سِهو، شيرُ شَهادَتَ رَسِيو.

4

ڪُوفِيُن ڪاغَذُ لِکِيو، وِچِ وِجهي اَللهُ؛
”اَسِين تابِعَ تُنهنجا، تُون اَسانجو شاهُ؛
هيڪَرَ هيڏي آءُ، تہ تَخُتُ تابِني تُنهنجي.“

5

ڪُوفِي ڪَربَلا ۾، پاڻِي نہ پِيا رِينِ؛

اُتي عَليءَ شاهَ کي، شَهزادا سا رِيِنِ؛
نِڪِريو، نِها رِيِنِ؛ چَڙهُه، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!

6

پِرهَ پَکِي آئيو، ڪَربَلا مان ڪَهِي؛
روضي پاسِ رَسُولَ جي، تَنهِن هلِي هاڪَ هَنئِي؛
”ڏِنِيَمِ رُڪَ رُئِي، چَڙهُه، مِيرَ مُحَمَّدَ عَرَبِي!“

## داستان پنجون

1

حَسَنُ ناهِ حُسينَ وَٽِ، بيِلي نہ ڀاهُون؛
سا ڙِيه شَهزادَنِ جو، آهي اڳاهُون؛
يَزِيدَ! جُلاهُون، تيلان ڪَرِئين تَڪِڙيُون؟

2

ڪِلي وِيرَ ڪَنَڪَ ۾، هَيءِ! جي حَسَنُ هو؛
پيڙهو پيڙهو پَنهنجي پاءُ سين، پَتَنگَ جِئَن پيو؛
آهي ڪيرُ بِيو، جو ڪَري هَلان مِيرَ حُسينَ تان؟

3

ڪِلي وِيرَ ڪَنَڪَ ۾، سائُو سَڀِ نہ هُوَنِ؛

پڙَ تي سيئَي پُوَنِ، موٽَڻُ جنِين ميهڻو.

4

ڪِلي وير ڪَٽَڪَ ۾، پاڪَر جو پائي؛
اَجا اُنَ کي جِئَڻَ جو، آسانگو آهي؛
سُورِهُ سو چائي، جو رُڳوئي رِڻِ گهڙي.

5

سُورِهَا! مَرِين سوپَ کي، تہ دِلِ جا وَهمَ وِسارِ؛
هَڻُ پالا، وِڙهُ پاڪُرين، آڏِي ڍالَ مَ ڍارِ؛
مَٿان تيغَ ترارِ، مارِ تہ مَٿا رو ٿئين.

6

حُرُّ هَلِي آئيو، ماٺِهي مَردانو؛
”آهِيان عاشِقُ آڳِ جو، پَتَنگُ، پَروانو؛
مانَ راضِي ٿِئي، رَسُولُ رَبَّ جو، نَبِي تونانو؛
هِيُ سِرُ سَمانو، گهوٽَ! مَٿان ئي گهورِيان.“

7

هُئِي هِدايَتَ حُرَّ کي، اَزَلَ ۾ اَصلا؛
چَڙهِي آئيو جَنگِ تي، هلِي هُنَ پارا؛
اِيندي چيائين اِمامَ کي: ”گهورِيُسِ آن مَٿاءِ“؛

”لَا يُكَلِّفُ اللّٰهُ نَفۡسًا اِلّا وُسۡعَهَا“، جيڪا پُڄندِيَ سا؛
گھوٽَ بہ لڳا گھاءَ، سر پڻ شيرُ شَهِيدُ ٿِيو.

8

پاوَنگُ اُپو پِڙَ ۾، هَٽِي هَزارِي هولُ؛
جَوَهَرَ ۽ جَڙاءَ سين، ڪامِلَ سِرَ ڪَنگولُ؛
رَتو رَتَ رَتولُ، مولھيو مِيرَ حُسينَ جو.

9

ڏاڙهِي رَتَ رَتِياسِ، ڏَندَ تہ ڏاڙهُونءَ گُلَ جِئَن؛
چوڏِهِينءَ ماهَ چَندَ جِئَن، پِڙَ ۾ پا ڳَڙِياسَ؛
ميڙِي ۾ مُحَمَّدَ جي، مَرُ مَرڪِي ماسِ؛
تَنهِن سُورِهَ کي شاباسِ، جو مَٿي پِڙَ پُرزا ٿِئي.

10

ڪَڪِرا ڪَربَلا جا، مادرِ ٿي ميڙِياسِ؛
ڦَٽَنِ تان رَتَ ڦُڙا، عَلِيءَ ٿي اُگھِياسِ؛
مِڙَئِي معافُ ڪَياسِ، خالقَ بَدِلي خُونَ جي.

# داستان ڇهون

1

ڪَؤنر، ڪِلي جا ڪوڏِيا! جانڪِي تائِين جِي؛
مَٿان اَڙِن اُسِري، رُڪَ پيالو پِيُ؛
ڳاهُ ڳِجُهنِ جو ٿِيُ، وِيئي جن وَرِهَ ٿِيا.

2

چَيِرِ جِئَن پِهُون، تِئَن رِڻ ڳِجُهنِ رانئيو؛
وَنڪا وَنڪَنِ گڏِيا، ڊوڙِيو ڏِيَنِ ڊَهُون؛
مُهاَيِنِ وَهُون، نِيرُ مَهانگو ڪَندِيُون.

3

ڪُوپا ڪِلي ڪوڏِيا، راوَتَ ڪِينَ رَهَنِّ؛
سائُنِ سِرَ فِدا ڪَيا، اَڳِيان اِمامَنِّ؛
"يُجَاهِدُونَ فِى سَبِيّلِ اللّٰهِ"، ڪَمُّ اِهو ئِي ڪَنِّ؛
حُورُون هارَ ٻڌَنِّ، سِهرا شَهِيدَنِ کي.

4

جَنَّتَ سَندِيَنِ جُوءِ، فائِقَ هَليا فِردَوسَ ڏي؛
فانِي ٿِيا 'فِى اللّٰهَ' ۾، هُوءِ سين ٿِيا هُوءِ؛

رَبَّ! ڏيکا رِئين رُوءِ، اُنِين جي اِحَسانَ سين!

5

حسَنَ، مِيرَ حُسينَ کي، رُنو تِنِ تولَنِ؛
گهرِ ما ڙُهين، جهنگِ مِرُوئين، اُپَنِ مِ مَلَڪَنِ؛
پَکِيُنِ پاڻُ پَچا ڙِيو، تہ لَڏيو هوتَ وَجَنِ؛
اَلا! شَهزادَنِ، سوپُون ڏِئين، سَچا ڏَٽِي!

6

حَسَنَ، مِيرَ حُسينَ جو، جن نہ هِنئَڙي جا رُ؛
خالِقُ، رَبُّ جَبّارَ، ڪِينَ مَرهِيندو تن کي.

# سُر سارنگ

## داستان پهريون

1

آ گَمِيو آهي، لَڳَہ پَسُ! لَطِيفُ چئي؛
وُنو مِينهُن وَڏَ ڦُڙو، ڪَڍو ڏَڻَ ڪاهي؛
چَنَ چِڏي پَٽِ پَئو، سَمَرُ سَنباهي؛
وِهو مَ لاهي، آسِرو اَللهَ مان.

2

آ گَمِ ڪَيا اَللهَ، لَڳَہ پَسُ! لَطِيفُ چئي؛

پَلرَ جي پالُوٺَ سين، پَٿَنِ جهليا پاهَ؛
واحِد وَڏائي ڪَيا، مَٿي گَسَن گاهَ؛
سانگِيُنِ وَرِيا ساهَ، اُنُنِ آبُ آگُوندِ رو.

3

آگَمَ اِيَ نه اَنگَ، جهڙو پَسَڻُ پرينءَ جو؛
سيڻَنِ رِءَ سَيَّدُ چئي، رُوحَ نه رُچَنِ رَنگَ؛
سَهَسين ٿِيا سارَنگَ، جاني آيو جُوءِ ۾.

4

جاني آيو جُوءِ ۾، ٿِيو قَلبَ قَرارُ؛
وَهِلو وِچائِين وِيو، ڪَري غَمُ گُذارُ؛
نِظارو نِروارُ، پِي پَسايو پانهِنجو.

5

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، تاڙي ڪِي تَنوارَ؛
هارِيُنِ هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ؛
اَڄُ پڻ مُنهنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪَيا.

6

اَڄُ پڻ اُتَرَ پارَ ڏي، ڪارا ڪَڪَرَ ڪيسَ؛
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ڪَري لَعلُ لِبيسَ؛

پِرين جي پَرديسَ، مُون کي مِينهَن ميڙيا.

7

اَڄ پڻ اُميدُون، آگَمَ سَندِيُون اُپَ ۾؛
ساوڻُ پَسِي، سَرَتيُون! سَڄَڻُ سا رِيو مُون؛
آئُون آسائتِي آهِيان، مانَ پِڄائي پُون؛
گَهرِ نہ گهرجِين تُون، مُندَ مڙيئِي مِينهَن جِي؛

8

اُتران ٿي آئيُون، ڪَري هَڪَلَ هُوءِ؛
پَري تَلَ تَرائيُون، جوڙي هَلِيُون جُوءِ؛
پَسو جا پَنِ ۾، ڪَٿورِيءَ خوشِبُوءِ؛
اَچي رُوبرُوءِ، اُنيُون روضي تان رَسُولَ جي.

9

پِيَّ پَسايو پانهِنجو، نِظا رو نا گاهَ؛
لَٿو ڪَٽُ قَلُوبَ تانِ، ٿِي وِرُوهَڻَ واهَ؛
اُميدُون اَرِواحَ، پِيَّ پَسندي پُنيُون.

10

وَسَڻُ اَڪَڙيُنِ جِنَ، جي هُوند سِڪَئِين، مِينهَن!
نہ هُوندَ راتو ڏِينهَن، بسِ بُوندَ يَنئُون نہ ڪَرِين.

11

گامَ گُنديءَ گَنجَ، اَبَرَ ۾ اُهاءُ ٿِيو؛

پَسِي پَرِ پِرِيُن جِي، ڏُور ٿِيا سَڀ ڏَنجَ؛

شالَ وَسندَو سَنجَ، عاشقَ تي اوهِيڙا ڪَري.

12

اَڳَڻِ تا زِي، ٻَهَرِ ڪُندِيُون، پَکا پَٽِ سُنهَنِ؛

سُرَهِي سيجَ، پاسي پِرِينَ، مَرُ پِيا مِينهَن وَسَنِ؛

اَسان ۾ پِرِيَنِ، شالَ هُوَنِ بَرابَر ڏِينهَڙا.

13

بَرَ وَڻا، تَرَ وَڻا، وَڻِيُون تَرايُون؛

پِرِهَ جو پَٽَنِ تي، ڪَنِ وِلوڙا وايُون؛

مَکَڻَ پَرِينِ هَٿَڙا، سَنگها رِيُون سايُون؛

سا ري ڏُهن سامُهِيُون، ٻولائِيُون، رانِيُون؛

ٻانِهِيون ۾ ٻايُون، پَکي سُنهَنِ پانهنجي.

14

بَرَ وَڻا، ٿَرُ وَڻا، وَڻوجيسَرُ ميرَ؛

آڳَمَ ڪَري آئيُون، پائُرِ پَري پِيرَ؛

لاٿائُون، لَطِيفُ چئي، وانڍِيُنِ مَٿان ويرَ؛

سَرَها ڪَيائُون سيرَ، سَرَهيُون سَنگها رِيُون ٿِيُون.

15

ٻَرَ وَڻا، ٿَرَ وڻا، وَڻي ڪَڇَ ڪِنارَ؛
پوڻيا ڙِيءَ پَٽَنِ تي، ڏِسُ! نايائُون نارَ؛
سَباجهي سَتارَ، لاٿا ڏُرتَ ڏيهَ تان.

16

سارَنگَ! سارَ لَهيجِ، اَللهَ لَڳِ اُڃِيَنِ جي؛
پاڙِي پُوڄَ پَٽَنِ ۾، اَرزان اَنَّ ڪَريجِ؛
وَطَنُ وَسائيجِ، تہ سَنگها رَنِ سُڪُ ٿِئي.

17

سارَنگَ ڪي سارِيِنِ، ماڙهُو، مِرگهہ، مينهِيُون؛
آڙِيُون اَبرَ آسِري، تاڙا تَنوارِيِنِ؛
سِپُون جي سَمُوندَ ۾، نَئِين سِجَ نِهارِيِنِ؛
پَلَرُ پِيارِيِنِ، تہ سَنگها رَنِ سُڪُ ٿِئي.

وائي

مُنهِنجي سَيّدُ سارَ لَهندو؛ مُون کي آهِ اُميدَ اَللهَ ۾.
سَجِدي پئي سُپِرِينءَ، زارِيُون زورِ ڪَرِيندو؛

اُمت ڪارڻ احمدُ اُتِ، پرِملُ پاڪُ پئندو؛
صُورَ ڏَڪاءُ ٿِيندو، اکِيُون سَبِ سِجُ ڪَيندو؛
ميڙُو ٿِيندو مومِنين، اُتِ مُحَمَّدُ مِيرَ مَلهندو؛
نفسَاً نِفسِي سڀڪو ڪَري، داتا دَرِ دوڙندو؛
مُهتُ ڏِيندُسِ مَولو، اُتِ بَدِيُون بَخِشائيندو.

داستان ٻيو

1

سارنگَ سائي سِٽَ، جَهڙِي لالِي لاکَ جي؛
اِئَن سي اُڀِن اَنگِيا، جِئَن سي چُنيءَ چِٽَ؛
بَرِسيو پاسي پِٽَ، پِرِيائين ڪُنَ ڪِراڙَ جا.

2

پِرِي پِٽَ تي آئِيو، سارَنگُ سُهجِ مَنجهان؛
ڪِڙِيُون ڪَٽَڻَ هارَ جِئَن، وِجُون اُتَرَ واءِ؛
سُرَها سَبِزا ٿِيا، ڊامَڻِ ڊِبَ ڪَيا؛
پَهرِي پِئنئان، پِرِيائين ڪُنَ ڪِراڙَ جا.

3

پِرِيائين ڪُنَ ڪِراڙَ جا، وُنو وارِياسو؛

ڪُٽيتِيءَ ڪِنوَڻِ ڪَيو، ڇَڳو ڇؤماسو؛
ماڪاڙِيءَ تان موٽِيو، ڏيُّي پَبَ پاسو؛
خالِقَ ڪَيو خاصو، ڇِيهو ڇُڪِيءَ ڪَنڌِين.

4

ڇِيهو ڇُڪِيءَ ڪُنڌِين، ڪَيائِين گَڙَنگَ تي گُلَ؛
هَڏاڪُٽيان هَليو، پَري تَرائُون تَلَ؛
آنداٰئِين آبَ اُڇَلَ، مَٿي باغَ بَهارَ ٿِي.

5

اَڄُ رَسِيلا رَنگَ، بادَل ڪَڍِيا بُرجَنِ سين؛
سازَ، سارَنگِيُون، سُرَندا، وَڄائِي بَرُ چَنگَ؛
صُراحِيُون سارَنگَ، پَلِٽيُون راتِ پَڏامَ تي.

6

مِينهان ءِ نِينهان، بَئِي اڪَر هيڪِڙيِ؛
جي وَسَڻَ جا ويسَ ڪَري، تہ ڪَڪَرَ ڪَنِ ڪيِهان؛
بادَلُ ٿي بيِهان، جي آڳَمَ اَڇَڻَ جا ڪَرِين.

7

ڪُڻِڪَنِ ڪانڌُ ڇِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسِيو جِهجَنِ؛
وَرَ رِءَ وانڍِيُنِ اَڏِيا، پَڪا سي مَ پُسَنِ؛

اُتَرُ ڏاهي اُنِ جا، تہ ڪَنهن کي ڪارُون ڪَنِ؛
وارِثُ وَري تَنِ، اَچي شالَ اولو ڪَري.

8

ڪُڙڪَنِ ڪانڌُ چِتِ ڪَيو، جُهڙُ پَسِيو جُهڙڪَنِ؛
سُڻِيو رَڙِ رَعِدَ جي، ڪَلِيُون ڦِيُون ڪَنبُنِ؛
ڪَلِيُون ڪِينَ ڪُڇَنِ، ويچارِيُون وَرَنِ ري.

داستان ٿيون

1

گَنيرَ گَتِ سِڪَنِ، چَلڻَ جي چاهَ پِئي؛
هِندوا حيرتَ ۾ پيا، لالِي ڪِي لَبَنِ؛
چِمڪَنِ چوڏَس چَندَ جِئَن، وِجڙِيُون وَهِسَنِ؛
لوچَنِ ٿا، لَطِيفُ چئي، پَسڻَ لاءِ پِرِيَنِ؛
ڪَيسَرَ قَرِيبَنِ، سَنباهي ساڻُ ڪَنيا.

2

مندَ ٿِي مَندَلَ مَندِيا، ڪي اوهِيڙَنِ اوڪَ؛
چاچَرِ ٿِي چَنَنِ ۾، مينهِيُون چَرَنِ موڪَ؛
سَرَهِيون ٿِيُون سَنگها رِيُون، پُويو پائِنِ طَوقَ؛

ميها ، چِپڙَ، ڦنگِيُون، جِتِ ٿِيَنِ سَپِيئِي ٿوڪَ؛
لاهِئِين مَٿان لوڪَ، ڏولائي جا ڏِينهَڙا.

3

مُندَ ٿي مَندَلَ مَندِيا، تا ڙي ڪِي تَنوارَ؛
ها رِيُنِ هَرَ سَنباهِيا، سَرَها ٿِيا سَنگهارَ؛
اَجُ مُنهِنجي يارَ، وَسَڻَ جا ويسَ ڪَيا.

4

مُحِبَّ مُنهِنجا سُپرِين! آڻيئي اَللهُ؛
توکي سارِيو ساهُ، اُڪَندِيو آهُون ڪَري.

5

آڳَمَ ڪَيو اَچَنِ، سَچَڻَ سانوَڻَ مِينهَن جِئَن؛
پاسي تِنِ وَسَنِ، جي سَپُ ڄماندَرُ سِڪِيا.

6

اُوچڻَ گُهرِجي آجِڪو، جُهوپو سَهي نہ سِيُ؛
سُڻائِج سُوَڙَ کي، حالُ مُنهِنجو هِيُ؛
اَگڻَ آيو ٿِيُ، تہ ڍولِيا! ڪَنهن ڍِنگِ ٿِيان.

7

ڪانڌَ! تُنهنجي پاندَ ري، سَنجهي سيءَ مَران؛

ڪامِلَ! ڪَپاھُنَ ۾، پيئِي تا رَ ٽَران؛
تا رِيءَ تو ٽَران، جِئَن وَرُ وِھاڻِيءَ وارِئِين.

8

ڪانڌَ! تُنھنجي پاندَ ري، سيءَ مَران سَپِ راتِ؛
ڪامِلَ! ڪَپاھُنِ ۾، جَھپَ نہ اچي جھاتِ؛
اَچِين جي پِرِپاتِ، تہ آئُون سِيُّ نہ سارِيان.

## داستان چوٿون

1

سَجَڻَ سانوَڻَ مِينھَن جِئَن، جُھڪِڪَنِ پاسي جھوڪَ؛
ڏِيندا پاھُ پَٽَنِ کي، مَنجھان مِينھَن موڪَ؛
لَسَ پيارِينِ لوڪَ، آگَمَ ڪَيو اڪِيُنِ سين.

2

واھُندان وِجُون ٿِيُون، کِڙِيُون ڏُنھن ڪَنپاتَ؛
ڪُنڍِيُون ڪاھي گَسِ ڪَرِيو، وَچُون ڪَرِيو واٽَ؛
سَنگھارَنِ سُکُ ٿِيو، لَٿِي اُجُ اُساٽَ؛
جُھڙُ ڦُڙُ ڏيئي جھاتَ، پُسائِيندِيُون پَٽِيُون.

3

سَجو صافُ نہ اُپري، سَرِلي وِچان سِجُ؛
مُنهُن چَڙهيو ماڙهن کي، ڏِئي وڏائُون وِجُ؛
هِنئَڙا! کَپُ مَ کِجُ، سِکَها مِلَندءِ سُپرين.

4

ڏَٺِ ڏِري پَٺِ پيئُون، ٿيا وَلها رَنِ ويَ؛
سِجُ، چَندُ نہ پا ڙِيان، سيڻَنِ جي شَبيہَ؛
جي جانِي اَندرِ جِيءَ، سي پِرين پيهي گهرِ آئِيا.

5

ڏَٺِ ڏِري پَٺِ پيئُون، وِڄُنِ کَيا ڏَرَمَ؛
واحِدَ وَڏائي کَيا، کُنڊِنِ ساڻُ کَرَمَ؛
سَنگها رَنِ شَرمَ، رَکُ مُنهنجا سُپرين!

6

موتِي ماندانِ جِي، واري کَيائِين وارَ؛
وِڄُون وَسَڻ آئِيُون، چَوڌِس ۽ چوڌارِ،
کي اُتي ويئُون اِستَنبولَ ڏي، کي مَٽِيُون مَغرَبَ پارَ؛
کي چِمڪَنِ چِينَ تي، کي لَهَنِ سَمَرقَندِيُنِ سارَ؛
کي رَمِي ويئُون رومَ تي، کي کابُلَ، کي قَندارَ؛
کي دَهلِيءَ، کي دَکَنِ، کي گُڙَنِ مَٿي گِرنارَ؛

ڪَنهِين جُنبِي جيسَلمِيرَ تان، ڏنا بيڪانيرَ بَڪارَ؛
ڪَنهِين پُجُ پِجائِيو، ڪَنهِين ڍَٺَ مَٿي ڍارَ؛
ڪَنهِين اَچي اَمرَڪوٽَ تان، وَسايا وَلهارَ؛
سائِيَمِ! سَدائِين ڪَرِين، مَٿي سِندُ سُڪارَ؛
دوسَ! مِٺا دِلدارَ، عالَمُ سَڀِ آبادِ ڪَرِين.

7

موٽِي مانداڻِ جي، جُڙِي ڪَيائِين جوڙَ؛
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ٻَهِ ٻَهِ ٻَڌائُون ٻوڙَ؛
اَنِ جا عالَمَ ۾، لَکين لَٿِيا ڪوڙَ؛
سارَنگَ لاتي سوڙَهہ، ساندَهِ سُهائو ٿِيو.

8

حُڪُمُ ٿِيو بادَلَ کي، تہ سارَنگَ ساٺَ ڪَجَنِ؛
وِڄُون وَسَڻَ آئِيُون، ٿَهَ ٿَهَ مِينهَن ٿَمَنِ؛
جِنِ مَهانگو لَهِي ميڙِيو، سي ٿا هَٺَ هَٽَنِ؛
پَنجَنِ مَنجهان پَندِ رهَن ٿِيا، اِئَن ٿا وَرِقَ وَرَنِ؛
ڏُڪارِيا ڏِيهَ مٺا، شالَ مُوذي سَڀُ مَرَنِ؛
وَرِي وَڏي وَسَ جُون، ڪَيُون ڳالهِيُون ڳُنوارَنِ؛
سَيّدُ چوي سَپِنِ، آهِ توهِ تُنهنجي آسِرو.

9

اَندَرِ جُهڙُ جُهورِ وَهي، ٻَهَرِ ڪَڪَرُ نہ ڪوءِ؛
وَسائيندي وِڄُڙي، حُبَّ جنِين کي هوءِ؛
لالَنُ جنِين لوءِ، تن اوڪاڻِين نہ اکيُون.

10

آ ڳِمِجي آئيُون، اُتَران ڪَري اُورِ؛
جي پِرين هُئَڙا ڏُورِ، سي مُون کي مِينهَن ميڙيا.

وائي

آئي مُندَ مَلارَ، آئون کِهنبا ڪَندِيَسِ ڪَپِڙا؛
وَسَڻَ جا وِسَ ڪَيا، اَڄُ مُنهنجي يارِ؛
لارَ لائيندي وَڇُڙا، پِنڙَسِ پَنِيا وارَ؛
پَکي آءُ پِرِين تُون، لَهُ مُنهنجِي سَيّدُ! سارَ.

# سُر آسا

## داستان پهريون

1

لوچان ٿي لاحَدَ ۾، هادِيءَ لَهان نَہ حَدُّ؛
سُپيرِيان جي سُونهَن جو، نَڪو قَدُ نَہ مَدُّ؛

هِتِ سِڪَڻُ بي عَدَدُّ، هُتِ پِرِينءَ پَرِوا ناهِ ڪو.

2

”آئُون“ سين اُنَ يارِ، ڪَڏِهن تان ڪونَہ پيو؛
”اِنَّ اللّٰهَ وِتْرٌ يُّحِبُّ الْوِتْرَ“، نيئي ٻيائي ٻارِ؛
هيڪڙائيءَ وَٽِ هارِ، هَنجُون جي هُئَڻَ جُون.

3

ٻَنِ! ٻيائي، سُپِرِين! پاٽان مُون ڪي پَلِ؛
”آئُون“ اورِيان جَهلِ، توکي رَسي ”تو“ ڏِٽي.

4

هُو پڻُ ڪونهي هِنَ ري، هِيُ نَہ هُنهان ڌارَ؛
”اَلْاِنْسَانُ سِرِّيْ وَ اَنَا سِرُّهٗ“، پَرُوڙِج پَچارَ؛
ڪَندا وِيا تَنوارَ، عالِمَ عارِفَ اَهڙي.

5

جان جان پَسِين پاڻَ کي، تان تان ناهِ نَمازَ؛
سَڀِ وِڃائي سازَ، تِهان پوءِ تَڪبِيرَ چَئُو.

6

جان جان پَسِين پاڻَ کي، تان تان ناهِ سُجُودُ؛
وِڃائي وُجُودُ، تِهان پوءِ تَڪبِيرَ چَئُو.

7

نا بُودِيءَ نيئي، عَبۡدَ کي اَعليٰ ڪَيو؛
مُورَتَ ۾ مَخفِي ٿِيا، صُورَتَ پڻُ سيئي؛
ڪَبِي اِتِ ڪيهي؟ ڳالهہ پِرِيان جي ڳُجَهہ جِي.

8

جن وِڃايو وُجُود کي، سي فاني ٿِيا ”فِي اللهَ“ ۾؛
نہ تِن قِيامُ نہ قُعُودُ ۾، نہ ڪو ڪَن سُجُودُ؛
جيلان ٿِيا نابُودُ، تيلان ڳَڌِيا بُودُ کي.

## داستان ٻيو

1

اُپِرَنۡدي ٿِي سِڄ، پِرِين جي نہ پَسَندِيُون؛
ڪَڍِي ٻيئي ڏِڄ، اکَڙِيُون ڪانگَنِ کي.

2

نيرانا ٿِي نيڻَ، نيئي آڇ پِرِيُنِ کي؛
سَتَرِ ڪاڏا ڪيڻَ، جہ ڏِٺو مُنهُن مَحۡبُوبَ جو.

3

تِن نيڻَنِ ڪِي نيرانِ، جِنِ سا جُهرُ سيڻَ سانپيڙِيا؛

جِيءَ، جُسي ۽ جانِ، ڪَرَ حُضُورِي حَجُّ ڪَيو.

4

اڪِيُون عَلَي الصَّباحِ، دوستُ ديکَڻَ آئُيُون؛
اُپيندِيُون اَرِداسَ ۾، بِي نہ ڪَندِيُون ڪاءِ؛
رَچَندِيُون رِءَ پاهَ، پَرِچَندِيُون پِرِينءَ سين.

5

وَسَنِ ۽ وَهسَنِ، ڏِيها ڙِي ڏِسَڻَ لَءِ؛
ڏِسِي ڏِسِي آئُيُون، توءِ تَلاشُون ڪَنِ؛
ڍاپيو نہ ڍاپَنِ، پَسَڻَ مَنجهان پِرِينءَ جي.

6

اَکَڙِيُون اَکَڙِيُن تي، ڏَمَرَ ڏوسَ ڪَرِينِ؛
جيلانہَ سِڪَڻُ سِڪِيُون، تيلانہَ دَعوىٰ مَنجِهہ دَڙِينِ؛
کِلَنِ ۽ کَرِينِ، رُسَنِ پَرِچَنِ پاڻَ ۾.

7

اَکِيُنِ کي آئُون، جان ڪِي جُهلُون پائِيانِ؛
لوڪُ لَتا ڙِي نِندَ ۾، ساجَنُ سوناَئُون؛
مُون کي مارِيائُون، پاڻَ پَرِچِي آئُيُون.

8

اکِيُنِ پَنهَنجِي مَتِ، پاڻَ سين پاڻِهين ڪَئِي؛
اُتي وَڃِي لَڳِيُون، جِتي جانِ ڪَپَتِ؛
نَہ ڪا ڳالِهہ نہ ڳَتِ، جِيَّ ڏِني رِءَ نہ جُڙِيي.

9

اکَڙِيُنِ آرو، مُونهان پُڇِي نہ ڪَيو؛
اُتي وَڃِي اَڙِيُون، جِتي چَوَڻَ نہ چارو؛
هِينئَڙو ويچارو، واٺُون جَهلِيو وِجُهلي.

10

اکِ اُلِتي ڏارِ، وَنءُ اُلِٽو عامَ سين؛
جي لِهوارو لوڪُ وَهي، تُون اُوچو وَهُ اوپارِ؛
مَنجهان نُوچَ نِهارِ، پُرُ پُنِيرو پِرِينءَ ڏي.

11

تان جي ٿِيَنِ سامُهان، پُنِيرا سُونهَنِ؛
سَنئُون وَرائي سُپِرِين، مُنهُن جي ماڻڌي ڪَنِ؛
رَڳُون سَڀِ رَچَنِ، تَنَ ۾ تازائِي ٿِئي.

12

اکِيُون سي ئِي ڏارِ، جِنِ سان پَسِين پِرِينءَ کي؛
ٻِئي ڏانهن ڪِيمَ نِهارِ، گهڻو رِيسارا سُپِرِين.

## داستان ٽيون

1

ديکُ مَ ڏُون سين ڏَنِ، هِي جي مجازِياڻيُون مُنهَن ۾؛
ڪِينَ نہ سُڃاتو سُپرِين، نِهاري نيڻَنِ؛
پِرِين سي پَسَنِ، ٻَئِي جنِين ٻُوٽِيُون.

2

مجازِي مَ مَٽِ ڪَرِ، پَنِيُون اِئَن نہ پيرِ؛
پُڇِي ڏِئَين نہ پيرِ، هارِي! حَقِيقِيءَ جي.

3

سَنئِين سُونهائي سَپَڪا، ڪا مُون مُنجهائي؛
طَلَبَ ۾ تَحصِيلَ، اورِيان ٿِي آهي؛
مان تَنُ تِتِ لائي، جِتِ آهِ نہ ناهِ ڪا.

4

جِتِ آهِ نہ ناهِ ڪا، اِيُ خاڪِيءَ جو خِيالُ؛
جانِبَ جو جَمالُ، پَسَڻان ٿِي پَرِي ٿِيو.

5

جان تَنُ ڪَيوءِ نہ ڏِيئَن، سوئِرِيان ٿِي سَنِهڙو؛

پِرِين پائِيندا ڪيئَن، توکي اکڙيُنِ مِ ؟

6

اکيُنِ مِ ٿِي وِهُ، نہ آئُون واري ڍَڪِيان؛
توکي ڏِسي نہ ڏِيهُ، آئُون نہ پَسان ڪِي بِيو.

7

ڪَر ڪي ڪَپُرُ ڪاءِ، نانگُ مَٽِيا رو نِڪري؛
اُپو جو اوناءِ، سُرِ پُرِ سَندِي سَجَڻِين.

8

سَجَڻَ سَنئيُون ڪَنِ، لوڪان ليکي وِنگيُون؛
سَندِي سُپِرِيَنِ، پَرِ پَرُوڙَڻُ ڏاکڙو.

9

حوصِلو حَيرَتَ مِ، ڪَري ڪِينَ دَرڪُ؛
جو حُسُنَ سَندو حَقُّ، سو ڪُورُ پَرُوڙي ڪِينَ ڪِي!

10

حوصِلو حَيرَتَ مِ، وَڃِي ٿِيو ويچُون؛
مُحبَتَ جُون ميچُون، ڪُورُ پَرُوڙي ڪِينَ ڪِي.

11

مُئي هاٿِيءَ تي مامِرو، اَڃِي ڪَيو اَنڌَنِ؛

مَنا ڙِينِ هَٿَ سين، اکِئين ڪِينَ پَسَنِ؛
”فِي الحَقِيقَتَ“ فِيل ڪي، سَچا سُڃاڻَنِ؛
سَندِي سَرِدارَنِ، بَصِيرَتَ بِينا ڪَري.

وائي 1

مُنهَن مَنجِهه خَلِيلُ، اَندَرِ آذَرُ آهِئين.
سَدَ مَ ڪَر صِحَّتَ جِي، اَجا تُون عَلِيلُ؛
نالو ناهِ نِفاقَ جو، جِتي رَبُّ جَلِيلُ؛
مُنهَن ۾ مُسَلمانُ تُون، قَلبُ تان قَلِيلُ؛
والِيءَ جي وِصالَ ۾، دوئِي ناهِ دَلِيلُ؛
اَلا! عَبدُاللَّطِيفُ چَئِي، سَچو رَڪائِجُ سِيلُ.

وائي 2

مَؤتَ مُندَ نہ آهي، تائِبَ ٿِيو تَڪِڙا.
”عَجِّلُوا بِالتَّوبَةِ قَبلَ المَوتِ،“ ويهُ تُون ويرَمَ لائي؛
پِريان ڪارَڻِ پاڻَ ڪي، سِکو ويهُ سَنباهي؛
اَجَلُ اَسارَنِ ڪي، ڪامَ وَٺي ٿو ڪاهي؛
وِڌائِين وَڌَڻَ لَءِ، ڳَنُ ڪُها ڙِيءَ پاهي؛
عِما رَتُون اَنڌَنِ جُون، ڏاهِيو ٿو ڏاهي؛

نِبا گهوٽ گهَرَنِ ڏي، ڪَنهن وَڏِيءَ ويرَ وَناهي؛
اُتي، عَبۡدُاللَّطِيفُ چَئي، ٻِنا ڪَفَنَ پَراهي.

## داستان چوٿون

1

مَحرُومَ ٿِي مَرِي وِيا، ماهِرَ ٿِي نه مُئا؛
چِڙِيءَ جيئَن چُهنجَ هَڻِي، لَڌِيائُون لُئا؛
حُبابَ ٿِي هُئا، اِنهِيءَ واديءَ وِچَ ۾.

2

اَسِين سِڪُون جن کي، اَسِين پُڻِ سيئِي؛
"لَمۡ يَلِدۡ وَلَمۡ يُوۡلَدۡ"، وَنءُ اوڏانهِين پيهِي؛
تِهان مَنجهيئِي، پا رِکَ! پَرِکِج حَقَ کي.

3

ڏِسَڻُ ڏِسِين جي، ته هَمه کي حَقُّ چَئِين؛
شا رِڪَ! شَڪُ مَ ني، اَنڌا! اِنهِيءَ ڳالهِ ۾.

4

آڏو جو اِثباتِ کي، سو شِرڪُ لاهي شَڪُ؛
هُئي جنهن ۾ حَقُّ، تنهن نَفِيءَ جِهو ناهِ ڪو.

5

اِنَ پَرِ نہ اِيمانُ، جِنَ ڪَلِمي گو ڪوتائِين؛
دَغا تُنهنجي دِلِ ۾، شِرڪَ ۽ شَيطانُ؛
مُنهَن ۾ مُسَلمانُ، اَندَرِ آذَرُ آهِئين.

6

ڪُوڙو تُون ڪُفرَ سين، ڪافِرُ مَ ڪوتاءِ؛
هِندُو هَڏِ نہ آهِئين، جَڙِيو تو نہ جُڳاءِ؛
تِلَڪُ تِنِين کي لاءِ، سَچا جي شِرڪَ سين.

7

مُنهُن تہ آهيرِيان ٿِي اَجرو، قَلبَ ۾ ڪارو؛
ٻَهران زيبُ زِبانَ سين، دِلِ ۾ هَچارو؛
اِنَ پَر ويچارو، ويجهو ناهِ وِصالَ سين.

8

تُون ڪا ڪانِي پاءِ، وَنِ ۾ وِصالَ جي؛
دُوبِينائِي دُورِ ڪَرِي، مَعرِفَتَ مَلهاءِ؛
سُپيرِيان جي سُونهَن ۾، رُخنو ڪونَ رِهاءِ؛
اکِ اَشَهَد چاءِ، تہ مُسَلمانِي ماڻئين.

9

سُرمُون سِياهيءَ جو، رَنن کي رِهاءِ؛
ڪانِي ڪا رائيءَ جي، مُڙسُ ٿي مَ پاءِ؛
اَکِيُنِ ۾ اَٽڪاءِ، لالائي لالَنَ جي.

10

سُرمون سُرخِيءَ جو، جَڏهن پاتو جن؛
تَڏهن ڏِٺي تن، رَوْنَقَ رِيٿي جهِڙي.

11

سُرْمون سُفيدِيءَ جو، جَڏهن وِڌو جن؛
تَڏهن ڏِٺي تن، اَڇائي عالَمَ ۾.

12

مُون تان لِڪائي گهڻو، روئَڻَ ڪِي روشَنُ؛
رَسِيو ريزالَنِ کي، مَنجهان زَردِيءَ ظَنُ؛
ويِري مُون وَرَنُ، ڳالِهِ ڪَيائِين ڳُجهِ جي.

13

لَکين سَئين مَهراڻَ، آئِي سَپِ اُڏَميا؛
سَڙان مَنجهِين مانَ، ٻَهَرِ ٻاڦَ نه نِڪري.

14

”پاڻُ“ پَردو پاڻَ کي، سُڻي ڪَرِ سَنڀالَ؛

وِڇان جو وِصالَ، سو تان ھُئَڻُ ھِنَ جو.

15

”پاڻُ“ پَردو پاڻَ کي، طالِبَ! سُڄِ تُون؛
نَڪا ھان نہ ھُون، پَردا سَڀِ پاسي ٿِيا.

16

”مُون“ مُونھِين ۾ سَپَجي، مُون کي ”مُون“ جُڳاءِ؛
مُونھِين جي ساڃاءِ، مُونھِين مَنجھان ”مُون“ ٿِئي؛
اُنھِين اِئن جُڳاءِ، آن کي اِئن نہ چَوَڻُو.

17

گُندِي نِينھَن نہ سَپَجي، ٿُھَ نہ پَچي ماھُ؛
ڪَچِيءَ پَرِ ڪِئاءُ، ٿِئي سَماجوڳُ سَڄَڻين؟

18

نَظَرُ نِزدِيڪ ڪونِ، سَھِي نہ سَگھان ساعَتَ سِيئَن؛
پَسَڻُ پَري سَندونِ، آئُون نالي ڳِيڙي نِجُھران.

19

مُون کي مُون پِرِيَنِ، ٻَڌِي وِڌو ٻارِ ۾؛
اُپا اِيئَن ڇوَنِ، مَچُڻ پاندُ پُسائِين.

20

پيو جو پاتارِ، سو ڪِئَن پُسَڻَ کان پاڻِهو رَهي؟
سالِڪَ! مُون سيڪارِ، ڪو پهُه اِنهِين پاندَ جو.

21

ڪَرِ طَرِيقَت تَڪِيو، شَرِيعَتَ سُجاڻُ؛
هِنئُون حَقِيقَتَ هيرِ تُون، ماڳُ مَعرفَتَ جاڻُ؛
هوءِ ثابُوتِيءَ ساڻُ، تہ پُسڻان پاڻِهو رَهين.

22

ڪُوڙِي ڪِج مَ ڪَڏَهِين، ڦِڪِي پائِج ڦانگَ؛
ساري سَناسِيُنِ جِئَن، لائِقَ! رَکِج لانگَ؛
تہ چارَئِي چُنِيءَ پاندَ، اوسا ڳِنهي اُڪرِين.

23

سُتوئِي سيجَ گُهرِين، جَفا ڏِئِين نہ جانِ؛
صُلِحَ رِيءَ سيڻانِ، مَتان نُونڊين نہ چڙهِين.

24

صُلِحُ جِنِ سَجَڻَ سين، سيجَ ماڻِيندا سي؛
”اَلَّذِينَ اٰمَنُوۡا وَكَانُوۡا يَتَّقُوۡنَ“، اِنَ پَر اُپا جي؛
نيئِي نُونڊين تي، ڏِکي چِٽِي چاڙِهيا.

25

جي ٿِيا حَلَّ حَبِيبَ سين، سُمهڻُ تن ثَوابُ؛
نيڻَ هيرائي ننڊَ سين، خوش ڪَيائُون خَوابُ؛
اوسيڙو عَذابُ، دِليان تَنِين دُورِ ٿِيو.

26

تَنُ تَسبِيحَ، مَنُ مَڻيو، دِلِ دَنبُورو جَنِ؛
تَندُون جي طَلَبَ جُون، وَحدَتَ سِرِ وَڄَنِ؛
”وَحْدَهٗ لَا شَرِيْڪَ لَهٗ“، اِهو راڳُ رَڳَنِ؛
سي سُتائي جاڳَنِ، ننڊَ عِبادَتَ اُنِ جِي.

وائي

ڪِي اُنهين مَنجهِ آهي، هُو جي جُهونا پَسجَنِ جُهوپڙا.
اِنَ دَرِ سيئِي اَڳِهيا، جن کي ڪونَ ڇتائي؛
ڏاريان پاڻَنِ ڏاريو، پاڻُ پَريان سين ڪائي؛
”اِنَّ اَوْلِيَائِيْ تَحْتَ قَبَائِيْ“، پَنهنجا پاڻَ پَهرائي؛
”لَا يَعْرِفُهُمْ غَيْرِيْ“، پَرَ کي ڪِينَ پَسائي؛
پَنهنجِي ڇَڏِي پَٺَ ۾، رِڙُهُ اُنِين جي رائي؛
خِدمَتَ ڪَرِ خُلْقَ سين، پاندُ ٻَڇِيءَ ۾ پائي؛
اَدِيُون! عَبْدُاللَّطِيفُ چَئَي، اِتاهِين ڪِي آهي.

# سُر رپ

## داستان پهريون

1

گُوندَرَ ڪَيو غَرَقُ، ماءُ! مُنهِنجو چِندُ ڙُوءَ؛
ڏُکوئِنِ مَرَڪُ، مَٿي سَگَرَ پَنڌ ڙَو.

2

گُوندَرَ گَڏِياسِ، صِحتَ نِيَڙِيَمِ سَڄَڻين؛
مادَرِ! ما رِياسِ، ڦُوڙائي پِرِينءَ جي.

3

گُوندَرَ هَٿَ نہ پيرَ، وِرِهُ مَنجِهينِ وَهَٽوءَ؛
ڪُڙِهِ مِ قطارُون ڪَري، سُورَنِ لايا سيرَ؛
مُون جِئَن گهاري ڪيرَ، هيڪِلي رِءِ سَڄَڻين؟

4

اُنبي جِئَن مورَنِ، اوِيرَ وَلَها رَنِ مِ؛
سا پَرِ گُوندَرَ ڪَنِ، جُہ ڦُوڙائو سَڄَڻين.

5

ٻَرَنِ مِ ٻَرَهيج، روئي ڪَجِ مَ پَڌِرا؛
تان سُوراٽي سَهيج، جان لا هِيندَ ڙُ ڪو لَهِين.

6

ڳُرَ ۾ ڳُجهو روءُ، پَڌَر وِجُهه مَ پَرِينءَ ري؛

سُورَنِ سُپَرُ هوءُ، هِنئَڙا ! ڪُمَ ڪَنِ جِئَن.

7

جاءِ نہ سَچو ڏِينهُن، هِنئَڙو اوني وَڳَ جِئَن؛

مُون پِريان سين نِينهُن، چِنَڻَ ڪارَڻِ نہ ڪَيو.

8

پَلَ پَلَ ۾ پَلِيانسِ، پَلُ نہ رَهي پِرِينءَ ري؛

جِئَن جهوريءَ ڪان جَهلِيانسِ، جِهڄِيو تِئَن جهوريءَ پَوي.

9

ڪَڪَرَ مَنجهِ ڪَپارَ، جُهڙُ نيٽَنئُون نہ لَهي؛

اَجُ مُنهنجي چِتَ ۾، اُتا پِرِين اَپارَ؛

آءُ سَڄڻ! لَهُ سارَ، وِرهَ ويڙهِي آهِيان.

10

مُون مَنجهيئي مِينهُن ڪوهُ ڪَرِيندِيَس ڪَڪَرين ؟

سَرَلو سارو ڏِينهُن، مُون پِريان جو نہ لَهي.

11

جُہ سي سَنپرِ جَنِ، سَہَ تنين سين اورِيان؛

لُنءُ لُنءُ هيٺِ وَڄَنِ، رَڳُون رَبابَنِ جِئَن.

12

چِتُرُ رَهي نہ چِٽُ، وِيٺِين واڳيو نہ رَهي؛
رَئيءَ لِئِجي نِٽُ، هِنئَڙو واٽَ وِرِڪَ جِئَن.

13

چوري چوري چِٽُ، جان نَيَڻءَ وِهاڻِيءَ نِڪِران؛
نِينهُن ڳُهرائي نِٽُ، پِرِيان سَندي پيرَ ۾.

14

چِيتا رِيان چُٽِڪَنِ، وِسا رِيان نہ وِسِرِي؛
وِيرو تا رَ ڌُڪَنِ، سَڄَڻَ پِڪِي هَڏَ جِئَن.

15

چِيتا ري چَونَدِياسِ، ڳالِهيُون سَپوئِي سَڄَڻِين؛
جُہ مُقابِلِ ٿِياسِ، تہ سَپِ وَڃَنِم وِسِرِي.

## داستان ٻيو

1

سَڄَڻَ سان نہ پيٺَ، ڳُجُھ ڳَرهِيان ڪِنِ سين؛
ڳالِهيُون اِنهِيءَ ريٺَ، سَلا ٻَڌي مورِيُون.

2

ڳالھيُون پيٽَ وَرَنِ ۾، وَڏي وَٺَ ٿيُون؛

پَرَ سين مُون نه ڪَيُون، گوشي پِرِين نه گڏِيا.

3

گَوني ۽ گُوني، پِرِين پَٽائين گَجَ جِئَن؛

جي مَنَ مجُوني، سي ڪِئَن وَجَنِ وِسِرِي؟

4

اَندَرِ اَندَرِيُون، جِئَن سي وانجھيءَ لَٿِ ۾؛

مُون تَنَ تيتِرِيُون، ته "ڪِئَن مِلبو سَڄَڻين؟"

5

جِئَن سي ڪُوھِيءَ نارَ، وَھَنِ واريءَ ڳاڏُئان؛

هِنئَڙو پِرِيان ڌارَ، نِيرِيانسِ نه نِبري.

6

سَبَرُ سِئُّ پيو، نه مُون سَوَڙِ، نه گَبَرو؛

نه مُون ڪانڌُ، نه قُوتُ ڪي، جوپَنُ وَھي وِيو؛

تِنين حالُ ڪِھو، نِڌَرَ جِنِين نِڀُرا؟

7

اُتَرُ اوتُون ڏي، نه مُون سَوَڙِ نه گَبَرو؛

سِيُّ سا رِينديُون سي، جنِين نِڏَرَ نِجُهرا ؟

8

اُتَرُ ڏِني اوتَ، نہ مُون سَوَڙِ، نہ گبَرو؛
چا رَئي چُنِيءَ پوتَ، مُون ريڙهِيندي راتِ گئي.

9

نِينهُن نهائِيَنءَ جان، ڏَڪِيو ڪوهُ نہ ڏِڪَئِين ؟
جَرَ جيري چڙِهي، تہ ڪِئَن پَچَندا ٿانءَ ؟
سَندي ڪُنيا ران، ڪَنِ ڪَريجا ڳالهڙِي.

10

نِينهُن نهائِيَنءَ جِئَن، ڏَڪِيو ڪوهُ نہ ڏَڪَئِين ؟
جَرَ جيري چڙِهي، تہ رِجَ پَچَندا ڪِئَن ؟
تُون پڻ ڪَريج تِئَن، جِئَن ڪنيا رَڪَرِن ڪَمَ سين.

11

نِهائِيَنءَ ڪان نِينهُن، سِڪُ مُنهِنجا سُپِرِين!
سَڙِي سا رو ڏِينهُن، ٻَهَرِ ٻاڦَ نہ نِڪري.

12

نيڻَ نِهائِين جان، سُتِي لوڪَ ڏِڪِيان؛
اُجهامِيو ٻَران، توکي سا رِيو سُپِرِين!

ڪي جو ڪُنڊپا رَنِ، مِٺيءَ پائي مَنيو؛
تَنهن مان ٿِرَ جيتِري، جي پَئي خَبَرَ ڪرَنِ؛
هِي تان هُوندَ مَرَنِ، هنِ اَگِڙِ اوراتو ٿِئي!

# سُر ڪاهوڙي

## داستان پهريون

1

ڪاهوڙِيُنِ خَفِيءَ سِينِ، سوجهي لَڌو سُبُحانُ؛
عاشِقَ اَهڙِي اَکَرِين، لَنگهيا لا مَڪانُ؛
هُوءِ ۾ ڳَڏِجي هُوءِ ٿِيا، بابُو جي بِريانُ؛
سَپوئي سُبُحانُ، آيو نَظَرُ اُنَنِ جي.

2

مُون سي ڏِٺا، ماءِ! جنِين ڏِٺو پِرينءَ کي؛
رَهِي اَچِجي راتڙِي، تن جُنگَنِ سَندِيءَ جاءِ؛
تِنِين جِي ساڃاءِ، ٽُرهو ٿِئي تارِ ۾.

3

وِيئُون پَبِ پَئي، ڪيرُون ڪاهوڙِيُن جُون؛
آئُون تن ڏوٿِيُنِ جو، پُڇان پيرُ، پَهي!

رُجُنِ راتِ رَهِي، ڏُونگر جَنِين ڏورِيا.

4

تُون هَڏِ ڪُجا ڙِيا، سَنجهي سَعيو نہ ڪَرِين؟
سَوارا سَندَ ڪَٽِي، ڪاهوڙِي وِيا؛
آڻِيندين ڪِيا، ڏُٿُ ڏوراڻي ڏيهَ جو؟

5

ڏوٿِي سا ڏورِين، جا جُوءِ سُئِي، نہ ٻُڌِي؛
پاسا مَٿي پاهَڻين، ڪاهوڙِي ڪوڙِين؛
وِڃا اُتِ ووڙِين، جِتِ نِهايَت ناهِ ڪا.

6

يَڪُلِيا پُوٽَنِ، ڏَڙَ ڪي گَڏِيو ڏُوڙِ ۾؛
ٻَالِهُون، ٻَهِلي لوڪَ سين، پَڌرِ پَئي نہ ڪَنِ؛
ڪا مُلِ آهي تَن، مُون پِريان جي ٻَالهِڙي.

7

تان وَنئُن ويهي آءُ، اگَڻِ ڪاهوڙِيُن جي؛
جوشَ ڏِناءُون جِيءَ ڪي، لِڪائي لوڪاءُ؛
ڏوٿِيُنِ ڪنهن ڏُکاءُ، سُمهِي سُک نہ ماڻِيو.

8

ڏُٺُ نہ ڪُنُو ڏوٿِيين، جيڪي ڏُٺُ ڪَرِينِ؛
اُهُجَا ٽِيُون عالمَ جُون، اوريائين آٽِينِ؛
تِهان پوءِ ڏسِينِ، پِريان سَندِي ڳالهڙِي.

9

جي ڪو ڏُٺُ ڪَري، ته ڏُونگَرَ ڏورَڻُ ڏاکڙو؛
چِپَرُ ڪِينَ ڏِئي، سُوڪڙِيُون سُٽَنِ ڪي!

10

مُون ڪاهوڙِي لَکِيا، گهَرِين نہ گها رِينِ؛
واحِدَ لِڳ وِلهُنِ ۾، رويو جَرُ ها رِينِ؛
گُوندَرِ گُذارِينِ، جہُ ڏوٿِي ڏُٺَ گَڏُ ٿِيا.

11

ڪاهوڙِيُنِ ڪَٽِي، ساجُهرُ ٻَڏا سَندِرا؛
ڏورِيندي ۾ ڏُونگَرِين، ڪَيائُون پاڻُ پَٽِي؛
ڏُکَنِ ڏِيلُ هَٽِي، چيهُ لَڌائُون چِپَرين.

12

ڪَنَنِ نہ ڪَيڪانَ، پَندَ پَراهين هَلِيا؛
ڏوٿِيَرا ڪَنهن ڏُٺَ ڪي، جُنِبيا ڏُنهَن جابانَ؛
ڪاهوڙِيُنِ اُهجاڻَ، اَنگ نہ سَڃِي اِڳِڙي.

13

سُڪا مُنهَن سَندِن، پيرين پُراڻا ڪيٽڙا؛
سا جُوءِ ڏوري آئيا، سُونهان جتِ مُنجَهن؛
ڳُجها ڳُجهيُون ڪَن، تهان پَراهين پَنڌَ جُون.

14

سُڪا سَندَ ڪَچُنِ ۾، ڪَرِڪَڻا پيرين؛
ٿِمَندي نيڻين، آن ڪي ڪاهوڙِي ڳَڏِيا؟

## داستان ٻيو

1

پِيوجن پَرو، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جو؛
ڇَڏي ڪيٺُ ڪَرو، لوچي لاهوتي ٿِيا.

2

پيئي جن پَرڪَ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جي؛
واري سَپُ وَرقَ، لوچي لاهُوتي ٿِيا.

3

پيئَي جنِين باسَ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ جِي؛
چَڏي سَڀِ لِباسَ، لوچي لاهُوتِي ٿِيا.

4

ڪَهڙو اَٿيئَي ڪامُ، گَنجي ڏُونگَرَ گامَ ۾؟
پَسِي تنهن پاهڻَ کي، اَچي نہ آرامُ؛
مَتان ڏُونگَرَ ڏورِئين، اُجِهين ڪُهُ عَوامُ؟
هَرا ڪَري حَرامُ، ڪامُ نہ ڪاهوڙِي ٿِئين.

5

ڏِيُهہ ڏِيهائِي ناهِ، جِتي پيرُ نہ پَکِيان؛
تِتي ڪاهوڙِيان، وَرَ ڏِيئُي وَڻَ چُوندِيا.

6

جِتِ نہ پَکِيءَ پيرُ، تِتِ تِمڪي باهِڙِي؛
پِيو باڙِيندو ڪيرُ، ڪاهوڙِڪِيءَ ڪيرَ ري؟

داستان ٽيون

1

اَچي پِيا آٿ ۾، واٿَ وِڃائِي جَنِ؛
اُوءِ بصِيرَ بَرَّنِ ۾، اَندا ٿِيو اُپَنِ؛
ڪَنَن آڏِيُون تا ڙِيُون، ڳُنگَن جِئَن گهُمَنِ؛
فِراقِيءَ فرمان جو، آهي ٻَرُ ٻوڙَنِ؛
لَنگها ٿِيا لاهُوتَ کي، سُتا پِيا سِڪَنِ؛
ڪَپَتِ ڪاهوڙِيَنِ، آهَ اُٿِئي پِئي نہ لَهي.

2

ڏِسِي ڏوري ڏُونگَرَين، واٿَ وِڃائِي جَنِ؛
ڳُرَندان ڪِي پَرُوڙِيو، رَندُ سي نہ رِڙهَنِ؛
بِيئِي دارَ دَيُون ڪَيو، پِيرَتِ تان نہ پُڇَنِ؛
ڏُوڙِپِرِيان لَءِ ڏارِ ڪَيو، وِيچارا وِجَهنِ؛
خَبَرَ ڪاهوڙِيَنِ، آهي لِکَ لاهُوت جي.

3

ڪُپيرِيءَ ۾ پِيرُ، ڪَنهِين پاتو پِيرِيِنِ؛
جِيان مُنجهہَ ما ڙُهِئِين، سَجَهہَ تِيان ئِي سِيرُ؛
اُنَ پُون سَندو پِيرُ، ڪوڙِنِ مَنجهان ڪو لَهي.

4

سُونهَپَ ۾ سَپَ گهٽا، مُنجهہُ ماڪِي هوءِ؛

پَرو تَنهين پوءِ، جو اُجهي پوءِ اُنِ تان.

5

ڏوري ڏوري ڏيهَ، ماءِ! ڪاهوڙي آئيا؛
مَيَنِ پيرين ڪيهَ، ڪُهُ ڄاڻان ڪَنهن پارَ جِي.

6

جَهنگَلِ هَليا، سي نه پُليا، راهَ هَليا ڦُرجَنِ؛
اَوَجهڙِ سي نه پَوَنِ، بيئي جنين ڇڏيُون.

7

جَهنگَلُ آهيڙيُنِ کي، پَنَڌُ ڪَيو رُوندو؛
نه ڪُتا، نه ڪوڙڪُون، چَڙهِيو اُپو چُوندو؛
هَڏهِين نه هُوندو، اِنهان پوءِ عالَمَ ۾.

8

وَرُ سا سُڄِي ويڙهه، جنهن ۾ سَڄَڻُ هيڪڙو؛
سو ماڳُ ئي ڦيرِ، جِتي ڪوڙِ ڪُما ڙُهئين.

9

ڪارِي راتِ، اَڇو ڏِينهُن، اِيُّ صِفَتان نُور؛
جِتي پِرِينءَ حضُورُ، تِتي رَنگُ نه رُوپُ ڪر.

10

ڏُونگَرِين ڏِسِجَنِ، اَجُ پِڻُ رُيُون اُنِ جُون؛
ڏوٿِيَڙا ڏُٺَ كِي، آرا ڙان اَچَنِ؛
خِيما كاهوڙِيَنِ، اَجُ نہ اُنهِين پيڙِيين.

11

كاهوڙِي كَرا، سُوڌِي خَبَرَ پَكِيا؛
سوجهي جن كَيا مَٿي اَگَڻِ آهِرا.



# سُر بروو سنڌي

## داستان پهريون

1

ڇا كِي وَڃيو ڇو، ٻيلِي ٿِئين ٻِيَنِ جو؟
وَٺُ كَنجَكَ كَرِيمَ جِي، جَڳَ جو والِي جو؛
سَؤِكو هُوندو سو، جنهن جو عِشقُ اَللّٰهَ سين.

2

جِئَن كا كانِي كانهَن، لُسَندي لاتِيون كَري؛
اَچِي پَئِي اوچِتِي، دَرِدَ پِريان جِي دانهَن؛
وِيچَ! ڏَنِيئِين كُهُ بانهَن؟ سُورَهِنئِين كِي سامُهان.

3

ڏَرَتِي ڏُونهَ جِنَ، سِرَ پَرِ سُپِيرِيُنِ ڏِي؛
لَڳو آهِ، لَطِيفُ چئي، تَنُ پريان ڏِي تِنَ؛
حاصُلُ تِني هِنَ، قَرِينو قَرِيبَ جو.

4

لَڳِيءَ جو، لَطِيفُ چَئي، نڪو قال نہ قِيلُ؛
لِڪئي لاٺون ڪوڙِيُون، نيڻين وَهي نِيرُ؛
هِنئَڙا! ٿِيُ سُڌِيرُ، ڪالهہ قَرِيبَنِ لَڌِيو.

5

ڪي اوڏائي ڏُورِ، ڪي ڏُورِ بہ اوڏا سُپِرِين؛
ڪي سَنپِرجَن نہ ڪَڏهِين، ڪي نہ وِسرَنِ مُورِ؛
جِنَ مينهِن ڪُنڍِيءَ پُورِ، تِنَ دوسِتَ وَراڪو دِلِ سين.

6

ڪوٺي ڪُنائُون، اَڄُ پِڻ اکِڙِيُن سين؛
ماسُ وِراهي هَليا، ڪَرنگُلُ چِڏِيائُون؛
”وَتَوَاصَوْا بِالْحَقِّ وَتَوَاصَوْا بِالصَّبْرِ“ اِئين اُتائُون؛
مُئي ما رِيائُون، کِلِي کَاڌيو سَجَڻين.

7

ما ڙهُو گهَرِن مالُ، آئُون سَڀ ڏِينهَن گهران سُپِرِين؛
دُنيا تَنهن دوسِتَ تان، فِدا ڪَرِيان فِي الحالُ؛
ڪَيَسِ نامَ نهالُ، پَسَڻُ تان پَري ٿِيو.

8

ڪَڏَهِن طاقِيُون ڏِيِن، ڪَڏَهِن کُلَن دَرَ دوسِتَن جا ؛
ڪَڏَهِن اَچان، اَچَڻُ نہ لَهان، ڪَڏَهِن ڪونِيو نِين؛
ڪَڏَهِن سِڪان سَڏَ کي، ڪَڏَهِن ڳُجهاندَرَ ڳَرَهِين؛
اَهڙائِي آهِين، صاحِبَ مُنهنجا سُپِرِين.

9

صُورَتَ گهڻو سُهڻا ، ٽاٽا سَندَنِ ٽُوهَ؛
ريلو ڏِئِي رُوحَ، جو ڪائِي، سو ڪامِي مَري.

داستان ٻيو

1

جانِبَ! تُون جيڏو، آهِين شانَ شَعُورَ سين؛
مُون تي ڪَرِ، مُنهنجا پِرِين! توهُ تُسِي تيڏو؛
اِيُ ڪامِلَ! ڪَمُ ڪيڏو؟ جِئَن نوازِينم نِگاهَ سين.

2

جانِبَ مُنهنجي جِيءَ ۾، تُنهنجي طَمَعَ پوءِ؛
وَٹُ ڪاتِي، وَڍِ اَنگُڙا، اَدَبُ ڪَرِ مَ ڪوءِ؛
پانيان پالُ سَندوءِ، جي ساجَنَ! سَنئُون نِها رِئِين.

3

جانِبَ! اِيئَن نہ جُڳاءِ، جِيئَن ما رِيو، موٹِيو نہ پُڇِين؛
رَتِيءَ رَتُ نہ سِنجُري، سِڪَ تُنهنجي ساءِ؛
اَسان تو ئِي لاءِ، پَرِ ۾ پُوڄائُون ڪَيُون.

4

جَڏهِن پَوي يادِ، صُحبَتَ سُپِرِيُن جي؛
فَرِيادُون فَرِيادِ، ناگَهَ وَڃَن نِڪِيو.

5

ڪَڙو مَنجِهه ڪَڙيِ، جِيئَن لُها رَ لِپيٹيو؛
مُنهِنجو جِيُ جَڙيِ، سُپِرِيان سوگهو ڪَيو.

6

نا زَ مَنجها ران نِڪرِي، جَڏهِن پِرِين ڪَري ٿو پَندُ؛
پُون پڻ ”بِسمِ اَللهُ“ چئِي، راهَ چُمي ٿِي رَندُ؛
اُپِيُون گهٽي اَدَبَ سين، حُورُون حَيرَتَ هَندُ؛
سائِنءَ جو سَوگَندُ، ساڄَنُ سَپَنئان سُهڻو.

7

فانِي نِي فانِي، دُنيا دَمُ نہ هيڪڙو؛
لَٿي لوڙهُ لَٿَنِ سين، جوڙِينديءِ جانِي!
ڪوڏَرِ ۽ ڪانِي، آهي سِرِ سَيَڪنهِين.

8

اَڄُ پڻُ اَنگَڻِ اَنگ، هٿان حَبيبَنِ جي؛
جا پَرِ سَوَنِّيءَ سَنگَ، سا پَرِ سُورَنِ سان ٿِئي.

9

اَڄُ پڻُ جُڙيَمِ جوڙَ، دوسِتُ پيهي دَرِ آئيو؛
سُڪَنِ اَچِي ڏُکَنِ کي، مُحڪَمُ ڏِني موڙَ؛
جا پَرِ ڪَنِّيءَ ڪوڙَ، سا پَرِ سُورَنِ سان ٿِئي.

داستان ٽيون

1

عِشقُ اَهڙِي ذات، جو مانجهي مُنجهائي مَيَنِ کي؛
ڏِينهان ڏورَڻُ ڏونگرين، روئَڻُ سَڄِيائي راتِ؛
اُٿي ويٺي تاتِ، مِيان! مَحبُوبَنِ جي.

2

يارُ سَڏائي سَپُڪو، جاني زِباني؛
آهي آساني، ڪَمَ پئي ٿي ڪَلَ پَوي.

3

آدِمِيُنِ اِخلاصُ، مَٿائي مانو ڪَيو؛
هاڻِ ڪائي سَپُڪو، سَندو ماڙُهُوءَ ماسُ؛
دِلبَرَ! هِنَ دُنيا ۾، وَڃِي رَهندو واسُ؛
پئي سَپُ لوڪَ لِباسُ، ڪو هِڪَڙِلِ هُوندو هيڪِڙو.

4

شُڪُرُ گَڏِياسُون، سپِرِين! جِئَري، جاني يارَ!
ويٺي جن جي وَٽِ ۾، ڪوڙين ٿِيا قَرارَ؛
ڏَڻِيَم! ڪَرِ مَ ڏارِ، پاڙو تِن پِرِيُنِ کان.

5

ڪوڙِي، ڪَڻُ مَ سُپِرِين! ڪَنيئي تان ڪوڙِ؛
عادَتَ جا اڪِيُنِ جِي، سا نيئي نِباهِج توڙِ؛
مُون ۾ عَيبَنِ ڪوڙِ، تُون پاڻُ سُجاڻِج، سُپِرِين!

6

ڪِئان سِڪِئين سُپِرِين، ڪاسائِڪِي ڪارِ؟
تِڪِي ڪاتِي هَٿِ ڪَري، مُنِيءَ سين مَ مارِ؛

چوري چاڪَ نِهارِ؛ سورَنِ سانگهيڙا ڪَيا.

# سُر رامڪلي

## داستان پهريون

1

نُورِي ۽ نارِي، جوڳِيڙا جَهانَ ۾؛
ٻَري جن ٻارِي، آءٌ نه جِئندِي اُنِ ري.

2

جوڳِيَڙا جَهانَ ۾، هُئا مَنجِهه حَمامَ؛
آرامان اَرَڳُ ٿِيا، اوڏا نه آرامَ؛
ڪَيائون قِيامَ، آءٌ نه جِئندِي اُنِ ري.

3

وارو! ويراڳِيُنِ کي، ويلَ مَ وِسارِيجِ؛
قَدَمُ ڪاپَڙِيُنِ جا، لِيلائي لَهِيجِ؛
پِيرَتَ پَسِيو پَٿَ جي، وَڃَڻُ کي وِڃِيجِ؛
راتو ڏِينهَن رِڙهِيجِ، آءٌ نه جِئندِي اُنِ ري.

4

واڄَٽَ ويراڳِيُنِ جا، مُون وَٽِ وَڏي وَٽُ؛
سونُ سَپوئِي سِڱِيُون، پَسِي ڪِينَ مَ ڪَٿُ؛

وِساهي وِيَل ڪَنهِين، پُورَبِ وِيندو پَٽُ؛
هَلُ! ڪَنِياڻُون هَٿُ، آءٌ نه جِيئَندِي اُنِ رِي.

5

واڃَٽَ وِيراڳِيُنِ جا، مُون وَٽِ وَڏو مالُ؛
مَقالان مَهَندِ ٿِيا، ڪونهي وَٽِنِ قالُ؛
حاصُلُ جِنِين حالُ، آءٌ نه جِيئَندِي اُنِ رِي.

6

جان ڪِي مُون ڪي نِي، پَڳه پائي پانَ ڏي؛
پَهَ پَرُوڙِيَمِ پَٽَ جا، مَنجهان ڪِينرَ ڪي؛
هاڻي جي هِنئَي، آءٌ نه جِيئَندِي اُنِ رِي.

7

سَتَرُ سِڱَڙِيُنِ سين، لَحظي لاٿائُون؛
ڪِينرَ ڪُنِي آهِيان، اُنِهن جي آئُون؛
مُون ڪي مارِيائُون، آءٌ نه جِيئَندِي اُنِ رِي.

8

ميڙِيو پانُ پِرِيون ڪيو، جوڳِي جَلائِينِ؛
سامِي سِڱَڙِيُنِ سين، خودِيءَ کي کائِينِ؛
هُو جي تارِ تِڳائِينِ، آءٌ نه جِيئَندِي اُنِ رِي.

9

پَسِيو آسَڻَ اُنِ جا ، اُدُوها اَچَنِ؛
ڪِينرَ ڪاپڙِيُنِ جا ، صُبُحَ تان نه سُجَنِ؛
جي رائي منجِهه رَهَنِ، آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

10

آسَڻَ وَٽِ آهُون ڪَرِيان، وَسِ نه مُنهِنجي واٽُ؛
لَڱُمِ لاهُوتِيُنِ جو، ڪِينرَ مَنجهان ڪاٽُ؛
هَلڻَ ڪي هَيهاتُ! آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

11

وَتِنِ وِيڙهي آهِيان، ڏِسِيو ڪِينَ ڏِسانِ؛
جَنهِن جِهوڳي ناهِ ڪِي، سا ڪا سُونهَن سَندِيانِ؛
پَسِيو ڪِينَ پَسانِ، آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

12

بابُو بِيڪا رِي ٿِيا ، اَڄُ نه آسَڻَ وَٽِ؛
خودِي ڪانئِي هَلِيا ، پِيرُ نه لائِي پَٽِ؛
"هَيءِ! هَيءِ!" جنِين هَٽِ، آءٌ نه جِئَندِي اُنِ ري.

13

بابُو بِيڪا رِي ٿِيا ، پَچِي چَڙِيائُون پاڻُ؛

نِسوروئِي نِينهَن جو، نانگَنِ وَٽِ نِدانُ؛
سِرِڪَندُ جَنين سانُ، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

14

نانگا نانيءَ هَلِيا، هِنگِلاجان هَلِي،
ديکِي تن دُوارڪا، مَهيسِئُن مَلِهي؛
آگِهُ جن عَلِي، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

15

پاڻهِين وينا پاڻَ سين، پَرِ ۾ پَرِياڻِين؛
سامِي سَفَرِ هَلِيا، آسَڻُ اُجهائِين؛
رُخِصَتَ رُئا رِينِ، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

16

جُزو وِچايو جوڳِئِين، ڪُلَّ سين آهِين ڪَمُ؛
آسَڻُ جِنِ عَدَمُ، آءٌ نہ جِئَندِي اُنِ ري.

وائي

سَندَ ڙِيانِ سِڱڙِي، ڳالِهہ ڳُجهڙِي، مُون ما رِيندي ڪَڌَهِين.
جا وَڄائِين جَنڙا، نہ تَنهِن نَڙَ جَهڙِي؛
مُرِليءَ ڪي جَنهِن ماتِ ڪَيو، نہ تَنهِن تُلِ تُنبَڙِي؛

تا رِيو جَنهِن توڏِيءَ کي، نہ سو ڳِهندُ نہ ڳِهندَ ڙِي؛
ڏا رِيو جَنهِن ڏِياچَ کي، تَندُئان تنهِن تِکڙِي؛
نہ سِري، نہ سِنڌُ ڪا، نڪا هِندُ هَهِڙِي؛
مِنائِيان مِنِي گهٽو، چَوندا جن چَکڙِي؛
وَنُن اونائي اُنَ کي، ويهُ مَ، ڪَڻُ وِکڙِي؛
بيخودِ بابُو سي ٿِيا، بُرَندِي جن بُڌَ ڙِي؛
جا سا راهيلَ سُبحانُ جِي، تَنهِن واڪاڻُ ڪهِڙِي؟
سَهَسين سُرودَنِ کي، پاٽان پوءِ وِجهندَ ڙِي؛
ڳهاندارَ مِرُون موهِيا، هِيءَ ما ڙُهو مُهَندَ ڙِي؛
اَديون! عَبۡدُاللَّطِيفُ چئي، هِيءَ مُئا جِيا رِيندَ ڙِي.

داستان ٻيو

1

ڪَيَمِ ڪاپِڙِيُنِ جي، پهرين ڏِينهن پَرُوڙَ؛
سَگها ساعَتَ نہ هڪڙِي، چا رئِي پَهرَ چُورَ؛
سدائِين سَيَّدُ چئي، هونِ سناسي مِ سُورَ؛
جوڳِي ساڻَ ضَرُورَ، لِڪا پُٺِن لوڪَ مِ.

2

وِيهي وِيراڳِيُنِ جو ٻِئي ڏِينهن ٻُڌمِ حالَ؛
اُنِ جا ڏاڍا ڏُورِڙ پِڪُلِيا، جاڳُوتا زَوالَ؛
تن جاڙِي جَتاڻُون چڙهِيُون، چوتا چَکَڳِيءَ چالِ؛
وِيچارا وُجودَ جِي، کَنهِن سان کَنِ نه ڳالِ؛
نانگا ٿِيا نِهالُ، لِکا پُٽَنِ لوکَ مِ.

3

ٽِئِين ڏينهن ٽِمڪائِنِ، ڏُونهِيُون دائِرَنِ مِ؛
ميڙِيو ڪَرَڄَ ڪانِيُون، جوڳِي جَلائِنِ؛
سَندِيُون ڪامَڙَ خَبَرُون، آديسِيُنِ آهِنِ،
ڳُجُهه نه ڳالهائِنِ، لِکا پُٽَنِ لوکَ مِ.

4

چوٿِين ڏِينهن چوڳانَ مِ، کَنهن جَنهن پَه پِيا؛
وَهَمَ پِرِيانِ جي وَڍِيا، تن مِ ڪُوڙَ ڪِها؟
اندَرِ آديسِيُنِ کي، اَڄَنِ جوشَ جِها؛
سامِي سونُ ٿِيا، لِکا پُٽَنِ لوکَ مِ.

5

کَنهن جَنهن پُورَ پَچائِيا، پَنجِين ڏِينهن پَئي؛
اَندَرِ آديسِيُنِ کي، سُورَنِ شاخَ ڪَئي؛

مُحَبَتَ جي ميدان ۾، لاشَڪُ پِيا لَهِي؛
تن کي ساري راتِ، سيَّدُ چئي، گُوندَرَ ساڻُ گَئي؛
ڪَريو سيڻَ سهي، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

6

پِيا ڪَنهن پَرياڻَ ۾، ڇَهين ڏِينهن ڇَٽِي؛
اَندَرِ آديسِيُن کي، ڏُريان ٿِي ڏَٽِي؛
بَرِي ٻاجها را ڪَيا، ڪانئِي خاڪَ ڪَٽِي؛
پِنيو پَنج ڪَٽِي، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

7

سَتين ڏِينهن، سَيَّدُ چئي، ڏاڃا ڏوتائُون؛
اُپِي اَلَکَ سامهُون، ٻانهُون ٻَڌائون؛
وَڏِيءَ ڪَنهن وِلاتِ جا، اُهيَ آندائُون؛
رُوحُ پَنهنجو رامَ سين، پَرِ ۾ پُوتائُون؛
ڪَٽِيو کِداڻُون، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

8

اَٺين ڏِينهن، اُپِي وِيا، جوڳِي جاءِ ٻَجاءِ؛
سا پَرِ سامِي سکيا، جا پَرِ جوڳَ جُڳاءِ؛
ويروتا رَ وُجودَ ۾، اُنِ کي رامُ رَهيوئِي آهِ؛

ڪَنهن جَنهن ڪمائِي لاءِ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

9

نائِين ڏِينهن نيٽانِ، اوجاڳِي اُجا رِيا؛
سَباجهي ٻاجَه ڪَئِي، سُجاٽي سيٽانِ؛
جِتي نَظَرُ ناٿَ جو، اُتي اوتا رانِ؛
اِهي اُهُجاٽانِ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

10

ڏَهين ڏِينهن ڏِکَ ٿِيا، پِرِينءَ پا ٻوهِيا، پَسُ؛
وَرقَ جي وِصالَ جا، سي واري ڪيائُون وَسُ؛
لَذائُون، لَطِيفُ چئِي، سَندو گُروءَ گَسُ؛
جوڳِيُنِ ڪَٿِيو جَسُ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

11

وَريو ويراڳِيُنِ جو، ڪا رِهين ڏِينهن ڪَرَمُ؛
جوڳِيُنِ جا ٿائُون پُنِيُون، هَلِي وِيا حَرَمُ؛
دائِم جَهلِيو دَمُ، لِڪا پُٽَنِ لوڪَ ۾.

12

مَنَ مُرادون پُنِيُون، ٻا رِهين ڏِينهن ٻَئِي؛
جوڳِي اِنَ جا ٿا ڪي، ٿي سِڪِيا سَپِيئِي؛

سَمانا سيئَي، جي گرَ گڏِجي آئيا.

## داستان ٽيون

1

سَدائِين سَفَرَ ۾، رَمَنِ مٿي راهَ؛
پُرَنِ پُورَبَ پَنڌَ ڏي، مَنجِھ موالِي ماهَ؛
جِنِ اَلکَ سين آگاهَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

2

نِڪرُ ناهِ ڪُلهي ڪَري، هو مَ هُوندَنِ جِيئَن؛
لاهُوتِي، لَطِيفُ چئي، هُونِ نہ آديسِي اِيئَن؛
سي ڪاپڙِي ڪِيئَن، جي ڏارِين تَعَلُقُ ترَ جيترو؟

3

ڪَنَ ڪَٽَ، ڪاپَٽَ، ڪاپڙِي، ڪَنوٽِيا ڪَنَ چِيرَ؛
سَدا وِهَنِ سامُهان، عاشِقَ اُتَرَ هِيرَ؛
تَسا ڏِئِي تَنَ کي، سا ڙِياڙُون سَرِيرَ؛
جي فَنا ٿِيا فقِيرَ، هَلو! تَڪِيا پَسُون تِنِ جا.

4

سامِي ڪامِي پِرِينءَ لَءِ، ڪُسِي ٿِيا ڪَبابُ؛

جَهِڙو ڏِسَن ڏوهَ کي، تَهِڙو تِن ثَوابُ؛
اوتِين اَرِتي گا ڏُئون، مَنجهان اکِيُن آبُ؛
سَندو ذاتِ جَوابُ، تُون ڪِئَن پُڇِين تِن کي؟

5

سامِيُن سِڱُ ڪُلَهَنِ تي، سَنڱُ مِڙوئِي سُورُ؛
ڪَهَندا وِيا ڪابُلَ ڏي، ڪو جو پيِڙُنِ پُورُ؛
مَڙهِيءَ جو مَذڪُورُ، ڪاله ڪَندا وِيا ڪاپَڙِي.

6

سامِي! مَڙهِي سَندِياءِ، سامُهِين مون سيلَه ٿِي؛
سا تان ڪُهُ اَڏياءِ، جان نانگا وَڃِين نِڪِري؟

## داستان چوٿون

1

جي پانئِين جوڳِي ٿِيان، ته سَڱَ سَپيئي ڇِنُ؛
وڃِي دَرِ دوسَتَنِ جي، نانگا! ڪِيمَ نِنُ؛
پَٽ تِنِين جي پِنُ، جِنِ بُجِهي نه بُجهيو.

2

جي پانئِين جوڳِي ٿِيان، ته سَڱَ سَپيئي ٽوڙِ؛

جي چاوا نہ چاپَندا، جِيُّ تنين سي جوڙِ؛
تہ تُون پُڇِين توڙِ، مُحَبَّتَ جي مَيدانَ ۾.

3

جي پانئين جوڳِي ٿِيان، تہ مَنُ پُوري، منجِھ مارِ؛
دائمُ دُونهين دِلِ ۾، مَنَ سين مالِها وارِ؛
سَہُ سَيڪا آرِ، آڳي جي اَدَبَ سين.

4

جي پانئين جوڳِي ٿِيان، تہ ڪِين پيالو پِيُّ؛
ناہِ نِهاري هَٿِ ڪَري، "آءٌ" سين اُتِ نہ پِيُّ؛
تہ سَندو وَحدَتَ وِيُّ، طالِبَ! توڙان ماٽئين.

5

جي پانئين جوڳِي ٿِيان، تہ مُنهَن ۾ مُندا پاءِ؛
ڪَنين ڪِينَ وِجائيو، جِنِ ۾ ڪوڙين ڪَڪَرَ وِڌاءِ؛
چِڏِ چادَرَ، ٻَڌُ چَمِڙا، جُتِي تو نہ جُڳاءِ؛
تہ سامِيڙا! سَندِياءِ، گُرَ وَٽِ ڳِلا نہ ٿِئي.

6

جوڳِيُنِ جوڳُ جُڳاءِ، جوڳُ پِڻُ سُونهي جوڳِين؛
جوڳِيُنِ سَندِي جانِ ۾، ڳُجُھ ڳُجھاندَرُ آہِ؛

هاءِ! مُونهِين کي واءِ! جا آءٌ جوڳُ نہ سِگھي.

7

جوڳَ نہ جوڳو تُون، ڪَرِين پَچارُون جوڳَ جُون؛
هِڪڙو پَنڌُ پِريُنِ جو، ٻِي تُنهنجِي پُون؛
سامِي سيٽِنِ ڏُون، رُئَندا ئِي رَتُ وِيا.

8

جوڳِي هُونِ نہ جِئَرا، پائي جوڳُ مَ جِيُّ؛
ها رِيا! هِنِ ڪَنَنِ سين، سُڻُ سَنِيهو اِيُّ:
"وِجائي وُجُودَ کي، پاڻان پاسي ٿِيُّ"؛
هَڏَهِين ڪونهي هِيُّ، اَسا را! "آءٌ" چَوِين!

9

جان ڪي جوڳِي ٿِيُّ، نا تہ نِرجا! وَنُّن نِڪِري؛
ڪوهُ ٿو ڪَنَ ڪَپائِين، جان نہ سَهِين سِيُّ؟
پَڄُ! پَراهُون ٿِيُّ، مَتان ٻِيا لَڄائِين.

10

جوڳِي ٿِيَنِ نہ يارَ، ڪَنهِين سين قَرِيبُ ٿِي؛
مانِ مُلاقِي اُنِ سين، جَنِ پُورَبَ جي پَچارَ؛
اَنئِي پَهَرَ اُنِ جِي، آهِ نانِيءَ ڏانهَن نِهارَ؛

لائي وِيا لَطِيفُ چئي، اَندر مَنجهه اَپا رَ؛
سامِيُنِ سانڍُ، سَتار! لاهُوتِي لالُ ٿِيان.

11

گولا جي گِراهَ جا، جُونا سي جوڳِي؛
ڦِٽَلَ سي ڦوڳِي، جِنِ شِڪَمَ سانڍِيا.

12

ڪَنَ ڪورائي، ڪاپڙِي، جِندا! ٿِيُّ مَ جوءِ؛
سِرَ سِپاهِيُنِ وِڪِيا، سو ڪِ نه، سامِي! سوءِ؛
جيڪِي پُڇِين، پُڇُ سو، گُنگا نِيَنِ نه گوءِ؛
وَڃُ لاهُوتِي لوءِ، عِجزَ ڪي آجو ڪَري.

13

نِسوروئِي نِينهَن جو دِلِ ۾ دُودُ دُکاءِ؛
آٽي آڳِ عِشقَ جِي، ٻاري جانِ جَلاءِ؛
جِندا! اِيئَن جُڳاءِ، جِئَن آتَشان آبُ ٿِئي.

14

هُو جي ڪَنَ ڪَپارَ جا، سُوڏو سو نه سُڻِنِ؛
اَندَرِ جي آهِنِ، سُرُ سَنِيهو اُنِ سِين.

## داستان پنجون

1

مُونا طُور سِينا ۽ سَندا سَنياسِيُنِ؛
پُورَبِ ڪَنيو نہ پاڻَ سين، ٻُودُ بيراڳِيُنِ؛
رِدا آهي رازَ جِي، اَوچَڻُ آديسِيُنِ؛
قُربُ ڪاپڙِيُنِ، نَهَن چوٽِيءَ سِيئَن ڏِڪيو.

2

مُونا جن مِحرابُ، جُسو جامِعَ تِنِ جو؛
قِبلي نُماءُ قَلبُ ڪري، تَن ڪي ڪَيائُون طوافُ؛
تَحقِيقَ جِي تَڪبِيرَ چئِي، جِسمان ڪَيائون جوابُ؛
تِنِ ڪَهڙو ڏوهُ حِسابُ، جن هِنئَڙِي هادِي حَلُ ٿِيو.

3

مُنهُن مِحرابُ پِرِينءَ جو، جامِعَ سَڀِ جَهانُ؛
فَرَهِيءَ تان فُرقان جِي، ڪاٿِياٿون قُرآنُ؛
اُڏامِي اُتِ وِيو، عَقُلُ ۽ عِرفانُ؛
سَپوئِي سُبحانُ، ڪاڏي وڃي نِيَتِيان.

4

مَنجِهہ مُحَبَتَ مَچُ، ٻَهَر ڏُوڏا ڏُوڙِ سين؛

چَڊِيائُون چُرَ لِهِي، ڪُوڙُ، ڪُلڪَڙُ، ڪَچُ؛
اَوَگُڻَ اوڏا نه ٿيا، گُڻُ ڪَيائُون گَچُ؛
جِئَن سَڙَنِ، تِئَن سَچُ، جِئَن سَڙَنِ، تِئَن سَنرا.

5

ڪيهي ڪامَ ڪاپڙي، ٿا اَهڙِي رَوِش رَوَنِ؟
نڪا دِلِ دوزَخَ ڏي، نڪي بِهِشتُ گُهرَنِ؛
نَڪو ڪَمُ ڪُفارَ سين، نَڪا مُسلمانِي مَنِ؛
اُپا اِئَن چَوَنِ، ته پِرين ڪَجو پانهنجو.

6

نا اُميدي آجِڪو، اَوچَتُ آديسِيَنِ؛
سَدا سُکِ وَسَنِ، طالبَ اوءِ تَقدِير جا.

7

نا اُميدي آجِڪو، اَوچَتُ آديسِيُنِ؛
ڪَڏهِين تا زِيءَ پُٺِ تي، ڪَڏهِين هيٺ هَلَنِ؛
سامِيڙا سَمُوندَ ۾، تنبي جِئَن تَرَنِ؛
جي واڳوءَ واتِ وِجَنِ، ته ڪُسَنِ، ڪُڇَنِ ڪِينَ ڪِي.

8

لالَ ڪي لالُ ٿِيا، لالُ لَنگِهيو جَنِ؛

عَدَمَ جي اوڙاهَ تي، ڪَيا آسَڻَ آڏوڻِيَنِ؛
گَردانِيو گُنگَنِ، گِرداب کي گِيانَ سين.

9

وِلهُون، ويلا، واوَ، جوڳِيُنِ جَهلِيا جانِ ۾؛
اَجهو رِءَ اَللهُ، ڪونهي ڪاپَڙِيُنِ جو.

10

نا مُرادِي نِجُهرو، عَدَمُ اوتا رونِ؛
رَضا راجُ سَندونِ، مُورُ نه مَگَنِ ڪِي بِيو.

## داستان ڇهون

1

ڪَنهِن جنهِن ڪُنا ڪات، جِنَ سامِي مُورُ نه سَنرا؛
ڏِينهان ڏِکِي ڏِيلَ ۾، سُورُ سَچائِي راتِ؛
سَندي جوڳِيان ذاتِ، جِيجان! هوءِ جَڏائِڙِي.

2

رُوح ۾ رَهِيُنِ رامُ، بَهرِ بولِيُنِ ڪِي بِيو؛
پِيالو پُرُ ڪري، جوپَ پِيتاڻُون جامُ؛
تِهان پوءِ تَمامُ، تنِ تَڪيا تاڪي ڇَڏِيا.

3

مَٿا مُوءِ ٿِيانِ، سَدا سُوئِيتا ڪاپَڙي؛
ڪوني ڪَنهِن نہ پُڇيا، ڪي اَندَرِ اَندوهِيانِ؛
جيڪا ڄَما رانِ، سا مَنجِهہ گُوندَرَ گُذرِي.

4

وِيني جَنهِين وَرِهَ ٿِيا، مَٿي سين ميري؛
اِکِيون جَنهِن جُون اَلَکَ ڏي، پُون ڏي نہ پيري؛
ڪا راٽِيان ڪَڪا ٿِيا، ڄَراٽِيا جيري؛
لُڙڪَ لال لَطِيفُ چئي، ڪنبي ۽ ڪيري؛
نِينهُن نہ نِبيري، سُورَ چَرندي سَنَرو.

5

نانگَنِ ڪِينَ نَمايو، ناٿُ نَمايو نِينهَن؛
مَڙهِنِ اُٿا مِينهَن، جوڳِيان سَندِيءَ ذاتِ ڪي.

6

نَڪِي نَمَنِ ناٿَ ڪي، ناٿُ نہ نَمائِنِ؛
جاٿا ڪَنِ نہ جوڳَ ڪي، جوڳُ نہ جُها رِينِ؛
آديسِي آئِنِ، اُهيجا ٽِيُون اَلماسَ جُون.

7

هَرَ هَرَ ڪَنِ اُميسَ، ڏُوَنِ ڏِهاڙِي ڏوتِيا؛
جن نہ ماڙِي ميسَ، ناٿُ نہ نَمِي تن کي.

8

ڳُهندِنِ پاسي ڳِهندَ، ڳَڏُ ڳُڏا رِيِنِ گودَڙِيا؛
پَليتِيءَ ڪان پاڻهنجا، پاڪُ رَکِياءُون پِندَ؛
نانگا ڪَنِ نہ نِندَ، وَجَنِ رُوندا رامَ ڏي.

9

تَهڙا ڪَرَجَ ڪَڪِرا، جَهڙا جائُنِ ڦُلَ؛
تِنِ سامِيُنِ جي سڌ مَران، جِن جي گودَڙِيُنِ مِ گُلَ؛
اندَرِ مُلان مُلَ، ٻَهرِ ڪوجها ڪاپَڙِي.

10

يادِ ڳُرو ڪَنِ گودَڙِيا، پَرِ بازارِ بِينا؛
پَڙهَنِ سُورَ سُبحانَ جِي، پِيَنِ تَنهِن پِينا؛
جيلان مُنهَن مِينا، تيلان نَشا چاڙِهياءُون نِينهَن جا.

داستان ستون

1

قُوتَ ڪَڙايا ڪاپَڙِي، طعامَ نہ طاماعُو؛

سَڀِنَ هَنياڱُون سُڄَ ۾، پَهرَ نه پيناڱُوَ؛
اَوسَرَ آسائُو، اُٿِي گُوندَرَ گَڏِيا.

2

پِنَنِ ڪِينَ پَٽُ ڪَٽِي، گُهرَنِ ڪِينَ گهران؛
مَهيسِي مخلُوقَ جي، اُپِينَ دُورِ دَران؛
پُڇَنِ ڪوهُ شَرعان، جُه اَندَرِ عَدالَتَ اُنِ جي؟

3

پِنَنِ جو پَٽُ ڪَٽِي، سو جي سُڄاڻِ؛
ته بَرَ ۾ بِيکَ لَهَنِ، پَهرَ نه پِنَنِ ڪاپَڙِي.

4

اَسُڪُ جن اَوِيرَ، سي ساجِهيءَ رَهَنِ سُمِهِي؛
لاهُوتِي لَطِيفُ چئي، آڏِي ڏِيَنِ اُلِيرَ؛
سُتو لوڪُ پَسي پِيا، سامي مٿي سَيرَ؛
ڪيڏانهُن ڪندا پيرَ؟ مِڙوئِي مٿو ٿيو.

5

وِڇِينءَ وِينا رَهَنِ، ساجِهيءَ رَهَنِ سُمِهِي؛
بُکَ مَرندي بِکِيا، ڪَنِهِن ڪان ڪِينَ گُهرَنِ؛
پيٽَ نه هيرِياڱُون پانهِنجا، چوري ساڻُ چَسَنِ؛

ڦَڪِي فَقِيرَنِ، ماڳيان پِنِي ماٺِ جِي.

6

ڪَشي سانُ ڪَشَنِ، ڏِيلَ ڪَيائون ڏُبِرا؛
پيٽَ نہ هيرِيائُون پانهِنجا، چوري سانُ چَسَنِ؛
اهِڙِيءَ راهَ رَسَنِ، ڪاپِڙِي ڪابُولَ ڪي.

7

آدِيسِي آديسُ، هِتان ڪَري هَلِيا؛
ڪاپِڙِيُنِ قَلْبَ ۾، ڪَيو ڏُوراٽو ڏيسُ؛
ويراڳِي نئون ويسُ، راوَلَ ڍِڪي رَميا.

8

آدِيسِيُنِ اَدَبُ، آهي اَڪَڙِيُنِ ۾؛
تن جو حَسَبُ نَسَبُ ناهِ ڪي، نہ اَما نہ اَبُ؛
سامِيُنِ ڪِي سَپين پرين، رُوحَ ۾ رَهيو ربُ؛
رِءَ لانگوٽِيءَ لَبُ، پاڇِي ڪَنِ نہ پانُ سين.

9

لُنگُ ڪَڍيائون لانگَ، موٽِي ڪَنِ نہ مَسَحُو؛
جا اِسلامان اَڳِي هُئِي، سا سُئائُون بانگَ؛
سامِي ڇَڏِي سانگَ، گَڏِيا گورَکناٿَ ڪي.

10

پُوڄا ڪارِ مَ پاڻَ ڪي، ڪوءِ راوَلَ! ٻِنِ رُڄاڻُ؛
لِباسان لَطِيفُ چئي، پَلِ وِيراڳِي! واڻُ؛
مَنُ ماري ڪرِ ماڻُ، تہ تِيرٿَ پَسِين تَڪِيو.

11

پُوڄا ڪارِ مَ پاڻَ ڪي، جوڳِي! رَکِج جوڳُ؛
خَلِقَ خادِمُ جِنَ ڪَرِين، اِيُ راوَلَ! وڏو روڳُ؛
پَڳَنِ ڪونهي پوڳُ، نانگا وَڃَنِ نِڳِيا.

داستان ائون

1

رَهِيا اَڄُ ئِي راتِ، صُبُحَ وِيندءِ صابِرِي؛
لُنءَ لُنءَ منجھہ، لَطِيفُ چئي، ڪَرِ تنين جي تاتِ؛
سَندِي جوڳِيانِ ذاتِ، ٻِئي پيري مَسَ مِڙي.

2

تان ڪِي ساٿَنِ اورِ، جان آهِنِ اوطاقُنِ مِ؛
ڏَہ ڏَہ پيرا ڏِينهَن مِ، پاڻُ مَڻانئُن گھورِ؛
وِيا جي هِنگلورِ، تہ ڪَرَمِ مِلَندءِ ڪاپَڙِي.

3

تان ڪِي وَڻِ وِيهُ، جان آهِين اوطاقُنِ ۾؛
سامِي سَفَرِ هَلِيا، ڏُورِ چِتائِي ڏِيهُ؛
ڇَڏِي سُکُ سا ڙِيهُ، مٿي گَنگا گَجِيا.

4

اَڄُ نه اوطاقُنِ ۾، جاڳُرُ جوڳِيڙَنِ جو؛
ساري سَناسِيُنِ کِي، رُئَندين تان رو؛
پَسُ! پارِيان تو، لاهُوتِي لڏي وِيا.

5

اَڄُ نه اوطاقُنِ ۾، طالِبَ تَنوارِينِ؛
آديسِي اُٿِي وِيا، مَڙهِيُون مُون مارِينِ؛
جي جِيَّ کي جِيارِينِ، سي لاهُوتِي لَڏِي وِيا.

6

اَڄُ نه اوطاقُنِ ۾، سندي جوڳِيُنِ جوڙَ؛
ساري سَناسِيُنِ کِي، کامِي ٿِيَسِ کوڙَ؛
مَنَ جنِين سِين موڙَ، سي لاهُوتِي لڏي وِيا.

7

اَڄُ نه اوطاقُنِ ۾، ڪَرڳَل ڪِينَ رُوئَنِ؛

نہ اُهي آديسِي اَسُڪا، جن سين مَڙهيُون سُونهَن؛
مَڙُهُ پُورِيائُون ماٿِ تي، واجَٿَ ڪِينَ وَجَنِ؛
وِيا نانگا سي نِڪِرِي، پِهرَ نہ پُورِيَنِ؛
سا رِيو سَناسِيُنِ ڪي، اولاڪا اَچنِ؛
لاڄُون لاهُوتِيَنِ، جوڙي ڏِنيُون جِيَّ ڪي.

8

اَڄُ نہ اوطاقُنِ ۾، دُونهِين، ڏُنڌُ، نہ لاٺَ؛
وِيا ويراڳِي، نِڪِرِي، چِٽَ چَڪائي چاٺَ؛
آءٌ ما رِيَسِ تَنهِين ماٺَ، جِيجان! جوڳِيڙَنِ جي.

9

جِياسُون جوڙَ ٿِي، جوڳِيءَ لاٿو جارُ؛
سندو پُورَبَ پارُ، آڇِيائِين اَنڌَن ڪي.

10

هيءُ! جي هُئا هِتِ، نہ مَتِ هُوندَ حَقُّ ٿِيو؛
مَٽِيُون، مُورَتَ، مَتِ، مانَ وِسرِيُون ڪِي لهان.

داستان نائون

1

بُکَ وِڏائُوَن بُکَرِيِن، جوڳِي ڪندا جُڄَ؛
طَلَبَ نہ رَکَنِ طَعامَ جِي، اوتِيو پِيَنِ اُڄَ؛
لاهُوتِيُنِ، لَطِيفُ چئي، مَنُ ما ري ڪيو مُڄَ؛
سامِي جهاڳِي سُڄَ، وَسَنئُن ڪِي ويجها ٿِيا.

2

نہ ڳِندا نہ ڳَبَرِي، نہ لانگوٽِي لِڪَ؛
جيڏَنهِن پَرِيِن وِڪَ، تيڏَنهِن صاحِبُ سامهُون.

3

ڪِچِي ڪاچوٽِي، نانگَنِ پَڌِي نينهَن جِي؛
جَهِڙا آيا جَڳَ ۾، تَهِڙا وِيا موٽِي؛
اُنِيَن جِي چوٽِي، پُورَب ٿِيندِي پَڌِري.

4

جِنَ ٿا پُڇَنِ اَنَّ کي، تِنَ جي پُڇَنِ پَنڌُ؛
نہ رِڙهِي لَڏائُوَن رَنڌُ، لَٿِيَنِ لُکَ لَطِيفُ چئي.

5

جا بَرادَ بُتَنِ جِي، سا اُڄَ بُکَ آديسِيَنِ؛
روزا رِندَ رَکَنِ، عيدَ نہ اوڏا ڪا پَڙِي.

6

جَنهن سَناسِيءَ سانڍيو، گَندي ۾ گِراهُ؛
اُنهيءَ ڪان اللهُ، اَڃا اَڳاهُون ٿيو.

7

وِينو پُڇين پَرُ، ڪَر ڪا هِنئارَ هَلَڻَ جي؛
اَڄُ آديسِي! مَرُ، صُباحَ مَرندو سَڀُڪو.

8

پرِيندئِي پيرِ ٿيا، چڏي گنجو گامُ؛
گُروءَ سندي گَسَ ۾، جِن ڪَيا تَنَ تَمامُ؛
ويهي ڪَيو نہ وِچَ ۾، تِنِ آديسِيُن آرامُ؛
رَهَ ۾ گَڏِيُن رامُ، پَنڌان چُٽا ڪاپَڙِي.

9

اَڪِيُون، آلو ماهُ، سدا سَناسِيُن جُون؛
واري نيڻَ نِنڊاهُ، جاڳي جَهِليا جوڳِئِين.

10

اڃا سي آهِينِ، جي سَزاوارَ سِڱِنِ جا؛
وِينا وَڃائِينِ، جي سَناسِي! سُڻِئِين.

11

مَرَڻُ مُسَلَّمُ جِنِ، واحِدُ تِنِ نہ وسري؛

مٿي سَڳَرُ ڪاپَڙي، ڪا نانگا نِندَ نہ ڪَنِ؛
نيڻَ سدائين تِنِ، اوجاڳِنِ اُجا رِيا.

12

ڏورَڻُ گهَڻو ڏاڪِڙو، ڏورِج مَ رِءَ ڏِئي؛
تان تان هوئِج حُجري، جان سين يارُ جِئي؛
جڏَهِن پاسي پاڻَ ٿِئي، تڏهِن چڏِج تَڪِيو.

13

ڏورِ مَ ڏِٺان ڏارَ، ڏورَڻُ گهَڻو ڏاڪِڙو؛
ڪوڙين لکَ هَزارَ، اِنَ اُونداهِيءَ اَنڌا ڪيا.

14

توجو ڏِٺو پانئِيو، سا سُورَجَ سُهائي؛
اَنڌَنِ اُونداهِي، جي راتِ وِهامِي ڏينهُن ٿِيو.

15

ناٿُ جَنهِين نِنڊِ، تِتِ نہ نِهارِيو جوڳِئين؛
ڪي ڪُوِساهِيا ڪاپَڙِي، پُرِيا پَراهين پَنڊِ؛
هُو هِنهِين هَنڊِ، ٿي هُنهَئِين وِيا هِنگلاجَ ڏي.

16

ناٿُ جَنهِين نِنڊِ، تِتِ پڻُ نِها ريو جوڳِئين؛

سي سُوِسا هِيا ڪاپَڙِي، پُرِيا پَراهين پَنڌِ،
هُو هُئُو هِنَ هَنڌِ، هُنِ هِنگِلاجان هَٿِ ڪيو.

17

گُذَرَ گَئي گُذِرانُ، ڪِينَ قَبُولِ ڪاپَڙِيَ؛
عَلِيءَ جو مَيدانُ، سَڪَرُ سَناسِيُنِ ڪي.

18

هُو جي ٿِيا هَرِڪيسَ، تِنِ لِڳي ڪِينَ لِباسَ سين؛
وَتَنِ وِلهي ويسَ، لاهُوتِي لَطِيفُ چئي.

19

ٻُکَ اُنِين جي ٻِکِيا، ڏُوڙِ اُنِين جو ڏُوپُ؛
ڪَيائُون سوئي رُوپُ، جِئان لوڪَ لَڄَ ٿِئي.

20

سِڱِيُون، سيلِيُون، گَبَرِيُون! ٽِيئي ٽولَ ٽِڳو؛
پَٽُ هَٽِي پَٽَ سين، پيرِي تِنِ پِڳو؛
لاهُوتُ جِنِ لَڳو، سي مَڙِهيان مُورُ نه نِڱِيا.

21

ڪوءِ گودَڙَ! ٻِنِ گَبَرِيُون! نيئي ڪِدائُون ڪانءِ؛
جيڏانهين جوڳُ وِيو، نيڻَ تيڏانهِين نانءِ؛

پُٺوِ اِئَن پانءِ، تہ سِڳيون شُومَتَ هَٿَ جُون.

22

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا مُون کي ٿِي مَرڪُ:
چيلا! ما ري چَرخُ، اوڍي ويہُ اَدَبَ سين.

23

جا گُرَ ڏِني گودِڙِي، سا ٿِئي لاهِيندي لَڄَ:
سندا تنهن سُهَجَ، چيلو چوندو ڪيتِرا ؟

24

جا گُرَ ڏني گودِڙِي، سا مُون گهٽِي سُهاءِ:
نيئِي رَساٽِي ماءِ، اوڍِئِين جي اَدَبَ سين.

25

اَندَرِ رِلا رِليُون، ٻَهَرِ پَٽولا:
اِنَ پَرِ ڪاپَڙِي، گُڏَہَ جا گولا.

26

ٻَهَرِ رِلا رِليُون، اندَرِ پَٽولا:
اِنَ پَرِ ڪاپَڙِي، خدا جا گولا.

27

گُلَ گُلَ پَسِي گودِڙِيا، گهٽا مَ پائِيجِ:

سوئي سُجاڻيج، هِيُّ هُو آهي هيڪِڙو.

28

پَٽَ چڏِيائون پَٽَ ۾، ڏَندَ چڏِيائُون ڏِسُ!
آلائُشان اَگي ٿِيا، موٽي ٿِيَنِ نہ مِسُ؛

# سُر ڪاپائتي

## داستان پهريون

1

توڙي تُون ڪاتارِ، جِمَ هيڪِلي پيرِئين؛
ڏِني ڪا ڏُئارِ، صَرافَ اِنهين سُٽَ ۾.

2

جان ڪَتين تان ڪِتُ، هِيءَ هَڏِ وِهاڻي؛
ڪاپائتي سَپَڪا، ڪِتي سيباڻي؛
جا تو جِن جاتي، تِنِ هَٿان پَهي نہ چڏِي.

3

هيءَ هَڏِ وِهاڻي، جان ڪَتين تان ڪِتُ؛
ڪو پنهجي عِيدَ ڪي، پيري ڪَجِ پَرَٿُ؛
مَتان روئين رَتُ، صُباحَ وِچَ سَرِتيين.

4

ڪَنَڻَ جي ڪانہ ڪَرِين، سُتي ساهين هَڏُ؛
صُباحَ ايندءِ اوچِتو، عيدَ اَڳھا ڙَنِ ڳَڏُ؛
جتِ سَرتِيون ڪَندءِ سَڏُ، اُتِ سِڪَندِينءَ سينگارَ کي.

5

اَڄُ پڻ اُڃهڻَ کي مَرِين، نَڪِي ڪِتُءِ ڪالَ؛
پوري! توسين پالَ، ڪانڌُ ڪَرِيندو ڪيترا؟

6

اَڄُ پڻ اُڃهڻَ کي مَرِين، نَڪِي ڪِتُءِ ڪالَ؛
مونا اُنجي اُڪَڙيا، اَرٽَ ڏِرڪِي مالَ؛
هَيءِ! تِنِين جي حالَ، جن ڪاپِي منجهان ڪِينَ ڪَيو.

7

سي تو ويهي وِڃائِيا، جي ڪَنَڻَ سندا ڏينهَن؛
اَرِٽَ اوڏي نہ ٿِئين، پورِي! پوري سِيئَن؛
ڪَنڌُ ڪَٽَندِينءَ ڪِيئَن، اَڳِڻ عِجِينَ جي؟

8

سونَ سا رِيڪا هَنڙا، ڪوهُ نہ ڪَتِين رَڏِ؟
ويهي ڪُندَ، ڪاپو ڪَرِ، ڳُھُون گوهِيُون چَڏِ؛
نہ صَرافاٽي سَڏِ، مَرڪِيو هُوندَ مَٽائِين.

9

پَڳو ئي پيرِ، جانسين رَتو راسِ ٿئي؛
بُرِيءَ بيڪارِيءَ سين، هارِي! پاڻُ مَ هيرِ؛
ڪِٿُ ڪَتِيندِيُون ڪيرِ، نَئِن سين نہ ڄاڻِجي؟

10

پيرِئِن ۾ پانئِين، اِئَن وِڏُوڙو ڪانڌُ؛
ويٺِي اورِ اَرَٽَ سين، ڳِچِيءَ پايو پانڌُ؛
نہ تُنهِنجو ئي وِڙواندُ، ڪِتو وِتو نہ ٿِئي.

11

چائُتِ پائي چِتَ ۾، سَنهو ڪَتيو جَنِ؛
تِنِ جو صَرافَنِ، ڏُڪو داخِلِ نہ ڪَيو.

12

مُحَبَتَ پائي مَنَ ۾، رَنديا روڙِيا جَنِ؛
تِنِ جو صَرافَنِ، اَڻَ تورِيو ئي اگهائِيو.

13

ڪو جو وَهُ ڪا پائِيَنِ، ڪنبَنَ ۾ ڪَتَنِ؛
ڪارَڻِ سُودَ سَوارِيُون، آٽَڻَ مَنجھ اَچَنِ؛
اُنِ جِيءَ سُونهَنَ، سَيَّدُ چئِي، صَراف ئي سِڪَنِ؛

اَڳِيا سُتَ سَندَنِ، پائي ترازِيءَ نہ تورِيا.

14

سُٿُ اُنِين جو سَڦُرو، جي پَرِ ۾ پِچائِين؛
آوازُ اَرٿَ جو، ساهَ نہ سُڻائِين؛
لِڪايو، لَطِيفُ چئي، ڪَنبِيو ڪَتائِين؛
جي ماڻڪَ موٽائِين، توءِ مُلھ مَهانگو اُنِ جو.

15

ڪي اوپِنِ عَرَبَ ۾، ڪي ڪابُلَ مَنجھ ڪِتَنِ؛
سُٿُ اُنِ جو سَڦَرو، مَٿِيو ماڻڪَنِ؛
قادرَ ڪِيمَ ڪَڍَنِ، ٿيلهي ٿُلهي وارِيُون.

16

پيرِئِين، ءِ پانئِين، پانئُ پَچي چَڍِ؛
ڪِتو وِتو پورِهيو، هوڏَ وِجهنديءَ هَڏِ؛
هِتي ڏِيدو مَتِج ڏَڏِ! جتي ڏَڪَنِ ڏهَسئي وارِيُون.

17

اولياڻِيانِ اَرٿَ، ڪيڏانهن ڪَتَڻَ واريون؟
پَهِيُون مٿي پَٽَ، لِڙجَنِ لاڪِيڙَنِ جُون.

18

ڪَتي ڪَتي ڪالهَ، اَڄُ نه آتَڻِ آئيُون؛
اَرَٿُ اُکلي مالهَ، پُوري ويئيون ڀَڃُهرا.

19

نه سي وَوُڻَ وَٽَنِ ۾، نه سي ڪا تا رِيُون؛
پَسِيو با زا رِيُون، هِنئَڙو مون لُوڻُ ٿئي.

20

تاڃِي توريائُون، عَيبَ نِڪتا اُڳِيان؛
ڪوني ڪا پائِيُنِ ڪي، پَرِ ۾ پُڇيائُون؛
اُگَلڙي آءِ، مُون ڪان پڙا پيڳا نه ٿِيا.

وائي

ڪا هِنئَين سين لاءِ پوري! ڪا هِنئَين سين لاءِ.
تُنبائي تاڪِيدَ سين، جِنِ پچايو پاءُ؛
لَسي تَندُ، لَطِيفُ چئي، هَلي تِنِ هَٿاءُ؛
پَهيُون تُنهِنجُون جِهرِڪَنِ جهورِيُون، ٻِيُون اُڏايُون واءَ؛
اَرَٿَ پاسي اوجِهرِين، توکي سُمهَڻَ آيو ساءُ؛
آڏيءَ، عَبْدُاللَّطِيفُ چئي، رِوئي رِيجهائِجِ راءُ.

# سُر پورب

## داستان پهريون

1

ڪري، ڪانگَ! ڪُرنشُون، پيرين پرينءَ پَئُج؛
آءٌ جو ڏِيَنئِي سَنِيهو، وِچ مَ وِساريج؛
اَللهَ لِڳِ، لَطِيفُ چئي، ڳُجهو ڳالهائيج؛
چُئان تِئَن چئيج، تہ ڪِنيا تا ! خوش ٿئين.

2

آءُ اُڏامِي، ڪانگڙا ! پا رانيان پَچارِ؛
ويهي هِتِ وِصالَ جو، تان ڪو ترُ تنوارِ؛
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏيسارِ، سي اُڏامِي آڻ پرين.

3

پا رانيان پَچارِ، مٿي لامَ لَطِيفُ چئي؛
ڦيرِ مَ فَضِيلَتَ تُون، جا ڪُرَ اَوان جي ڪارِ؛
جي ڏِني ۾ ڏينارِ، سي اُڏامِي آڻِ پرين.

4

وَهِلو وَرُ، وَريا پِرِين، آءُ ڪانگا ! لَنئُن لاتِ؛
وِيا جي قَلاتِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

5

ڪانگَل! سي ئي ڪوٺِ، پِرِين جي پَرڏيهِ وِيا؛
جنِين رِءَ جَهانَ ۾، اکڙِيُن اَروٺِ؛
اللهَ لڳِ، لَطِيفُ چئي، ڪَچِ ڳا راچو ڳوٺِ؛
جي ڏَمرِيا ڪَنهِن ڏوٺِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

6

پِرِين جي پَرديسَ ۾، تِن جي ڪانگا! ڪَڄِ خَبَرَ؛
تہ سَڀِ مَڙهايان سونَ سِين، پکِي! تُنهِنجا پَرَ؛
گُهمِي مَٿان گهرَ، ڏِجِ پارانيا پِرِينءَ کي.

7

ڪڍِي، ڪانگا! تو ڏِيان، هِنئُون ساڻُ هَٿَنِ؛
وَجي ڪاءُ وِلاتَ ۾، اکِيان عَجِيبَنِ؛
پِرِين مانَ چوَنِ، تہ هِئَن قُرِبانُ ڪيرُ ٿِئي!

8

ڪانگَل قَرِيبَنِ جا! اچِي وائِيءَ وَڻُ؛
تو ۾ بُوءِ بَهارَ جِي، مُشڪَ ڪَٿورِيءَ مَڻُ؛
اچِي عَجِيبَنِ جو، اورانگهِجِ اڱڻُ؛
تو کي پَسِي تَڻُ، سُورَنئان صافُ ٿِئي.

9

آندِيُون ڪانگ قَرِيبَ جُون، اَڄُ واڌائيُون واهَ؛
مَنَ مُرادُون پُنيُون، ٿِيون سَرَهائيُون ساهَ؛
آندا پِرِينِ اللهَ، سَڌَ مُنهِنجا ساب پِيا.

10

ڪانگَل! تُنهِنجِي چانگَ، جَڙو جِيُ جِيا ريو؛
مٿان لاٿِمِ لَتَ ڏِيو، ٻولِئِين سِرِ ٻيلانگَ؛
اُڏِرُ مٿان ڦانگَ، تہ گهرِ آوَنِ سُپِرِين.

11

ڪانگَل! نيئِي ڪانگِ، مُنهِنجِي ڏي مَحبُوبَ کي؛
”لالَنَ! لايئِي ڏِينهَڙا، ڪَنهِن سِٽاٽي سانگِ؛
اَوان رِءَ اَڙانگِ، وِيئِي وِرِهَ وَسائيان.“

12

رِءَ پِرِيان پَرديسَ ۾، وِرِهَ وَڌِي ڪِي وَسَ؛
اکِيُون پارِ پِرِيُنِ جي، ٿِيُون گامَ نِهارِينِ گَسَ؛
ڏِيندا پانڌِي ڏَسَ، ڪِيڻءَ جُون آٽي خَبَرُون.

13

زاغَ! تُنهِنجِي ذاتِ جو، ٿورو مَٿي مُون؛

اُڏامِجِ، عَبدُاللّطِيفُ چئي، صُبحَ سيٹَنِ ڏُون؛
ڪَجِ وينتِيُون وِترِيُون، ٻاجھائِج ٻھُون؛
تہ ”لالَنَ! ڪونَ لَھُون، جِھو تو جَھانَ ۾.“

14

قَرِيبَنِ جو ڪانگڙو، مٿي ٿا رَ ٽِلي؛
ڪَٹِيو ڪِنيا تو خَبَرُون، ڪِيرُون ڏِيو ڪِلي؛
لائي جَنھِن لالَنَ سان، مُنھِنجي باتِ ٻلي؛
سو وَرُ چَشِمَنِ سان چَلي، جو دَربارِي دوسَ جو.

## داستان ٻيو

1

تَن اکِيُنِ اُتان سُکَ، کِلندي کَٽَنِ جي؛
پِرِيُنِ پا ٻوھَڙَ سان، ڏُورِ ڪَيا سَبِ ڏُکَ؛
ما ڙُھنِ ليکي ٻُکَ، سامِي سُورَ سَنا ڪيا.

2

سامي چائِين، سُکُ طَلبئِين، سِڪِئِين نہ، سامِي!
اَچا اورِئِين پَندَ ۾، وينئِين وِسامِي؛
گُرَ کِي تُون نہ گَڏِئِين، چائِين اِنعامِي؛

دائمُ مُدامِي، پورو رَهِج پِرِينءَ سين.

3

پُورَبِيا پُوري وِيا، آسَڻَ آڏِيءَ راتِ؛
سُيَمِ نہ سَنياسِيُنِ جُون، پَچا رُون پرِپاتِ؛
ڪا جا جوڳِيءَ ذاتِ، مِٿَ نہ معذُورَنِ جا.

4

مٿي راهَ رَوان ٿيا، پُورَبِ پُورِيائُون؛
هي گهرُ گهورِيائُون، آڳانڍِيائُون اڳيان.

5

پُورَب پُورَب تَبِ ڪَرُون، جَب هِنئَڙي آوَنِ پُورَ؛
سِڪَندي ڪي سَڄَڻين، نِڪُون لائِيُون نُورَ؛
ما رِيَسِ تَنهِن سُورَ، جِئَن ساجَنُ سُڄي، نہ مِلِي.

# سُر پورب

## داستان پهريون

1

ڪري، ڪانگَ! ڪُرنشُون، پيرين پِرِينءَ پَئِجِ؛
آءٌ جو ڏِينئِي سَنِيهو، وِچ مَ وِسارِيجِ؛
اَللهَ لِڳِ، لَطِيفُ چئِي، ڳجهو ڳالهائِجِ؛

چُئان تِئَن چِئيجِ، تہ ڪِنيا تا ! خوشِ هُئِين.

2

آءُ اُڏامِيءِ، ڪانگڙا ! پا رانپانِ پَچارِ؛
ويهِي هِتِ وِصالَ جو، تان ڪو تِرُ تَنوارِ؛
جي ڏِسَڻَ ۾ ڏيسارِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

3

پا رانپانِ پَچارِ، مٿي لامَ لَطِيفُ چئِي؛
ڦيرِ مَ فَضِيلَتَ تُون، جا ڪُرَ اَوان جِي ڪارِ؛
جي ڏِنِي ۾ ڏينارِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

4

وَهِلو وَرُ، وَرِيا پِرِين، آءُ ڪانگا ! لَنئُن لاتِ؛
وِيا جي ڦَلاتِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

5

ڪانگَلَ! سي ئي ڪوٺِ، پِرِين جي پَرڏيہِ وِيا؛
جنِين رِءَ جَهانَ ۾، اکڙِيُن اُوٺِ؛
اللهَ لِگِ، لَطِيفُ چئِي، ڪَجِ ڳا راڇو ڳوٺِ؛
جي ڏَمِرِيا ڪَنهِن ڏوٺِ، سي اُڏامِي آڻِ پِرِين.

6

پِرين جي پَرديسَ ۾، تِن جي ڪانگا! ڪَج خَبَرَ؛
تہ سَڀِ مَڙهايان سونَ سين، پکِي! تُنهِنجا پَرَ؛
گُهمِي مَٿان گَهرَ، ڏِج پا رانپا پِرينءَ کي.

7

ڪڍِي، ڪانگا! تو ڏِيان، هِنئون سانُ هَٿَنِ؛
وَڃي ڪاءُ وِلاتَ ۾، اَڱيان عَجِيبَنِ؛
پِرين مانَ چَوَنِ، تہ هِئَن قُربانُ ڪيرُ ٿِئي!

8

ڪانگَل قَرِيبَنِ جا! اچِي وائِيءَ وَڻُ؛
تو ۾ بُوءِ بَهارَ جِي، مُشڪَ ڪَٿورِيءَ مَڻُ؛
اچِي عَجيبَنِ جو، اورانگِهج اَڱَڻُ؛
تو کي پَسِي تَڻُ، سُورَنئان صافُ ٿِئي.

9

آندِيُوَن ڪانگَ قَرِيبَ جُون، اَڄُ واڌايُون واهَ؛
مَنَ مُرادُون پُنِيُون، ٿِيون سَرَهائِيُون ساهَ؛
آندا پِرين اللهَ، سَڏَ مُنهِنجا سابِ پِيا.

10

ڪانگَل! تُنهِنجِي چانگَ، جَڏو جِيُ جِيا ريو؛

مٿان لامُن لَتَ ڏِيو، ٻولِئين سِرِ ٻيلانگ؛
اُڏِرُ مٿان ڦانگ، تہ گھرِ آوَنِ سُپِرِين.

11

ڪانگَل! نيئي ڪانگ، مُنھِنجي ڏي مَحبُوبَ کي؛
”لالَنَ! لائِئي ڏِينھڙا، ڪَنھِن سِٽاٽي سانگ؛
اَوان رِءَ اَڙانگ، ويٺي وِرِہ وَسائِيان.“

12

رِءَ پِرِيان پَرديسَ ۾، وِرِہَ وَڌي ڪِي وَسَ؛
اکِيُون پارِ پِرِيُنِ جي، ٿِيُون ڳامَ ٺِھارين ڳَسَ؛
ڏِيندا پانڌِي ڏَسَ، ڪِينءَ جُون آڻي خَبَرُون.

13

زاغَ! تُنھِنجي ذاتِ جو، ٿورو مَٿي مُون؛
اُڏامِج، عَبدُاللَّطِيفُ چئي، صُبحَ سيڻَنِ ڏُون؛
ڪَج وينَتِيُون وِتَرِيُون، ٻاجھائِج ٻُھُون؛
تہ ”لالَنَ! ڪونَ لَھُون، جِھو تو جَھانَ ۾.“

14

قَرِيبَنِ جو ڪانگڙو، مٿي ٽارَ ٽِلي؛
ڪَٽيو ڪِنيا تو خَبَرُون، ڪِيرُون ڏِيو ڪِلي؛

لائِي جَنهِن لالَنَ سان، مُنهِنجي باتِ بِلي؛
سو وَرُ چَشِمَنِ سان چَلي، جو دَرِبارِي دوسَ جو.

داستان ٻيو

1

تَن اکِيُنِ اُتان سُکَ، کِلندي کَنِ جي؛
پِرِيُنِ پا ٻوهَڻَ سان، ڏُورِ ڪيا سَڀِ ڏُکَ؛
ما ڙُهنِ ليکي ٻُکَ، سامِي سُورَ سَنا ڪيا.

2

سامي چائِين، سُکُ طَلِبئِين، سِکِئين نہ، سامِي!
اَجا اورِئِين پَنڌَ ۾، وِيئِين وِسامِي؛
گُرَکي تُون نہ گَڏِئِين، چائِين اِنعامِي؛
دائِمُ مُدامِي، پورو رَهِجِ پِرِينءَ سين.

3

پُورَبِيا پُوري وِيا، آسَڻَ آڏِيءَ راتِ؛
سُيَمِ نہ سَنياسِيُنِ جُون، پَچا رُون پِرِياتِ؛
ڪا جا جوڳِيءَ ذاتِ، مِٺَ نہ معذُورَنِ جا.

4

مٿي راهَ رَوان ٿيا، پُورَبِ پُورِيائُون؛
هي کُهرُ کُهورِيائُون، آڳانڍِيائُون اڳيان.

5

پُورَب پُورَب تَبِ ڪَرُون، جَب هِنئَڙي آوَنِ پُورَ؛
سِڪَندي ڪي سَڄَڻين، نِڪُون لائِيُون نُورَ؛
ماريَسِ تَنهِن سُورَ، جِئَن ساجَنُ سُڄي، نه مِلي.

## سُر ڪارايل

### داستان پهريون

1

”وَحدَهٗ“ وائي، چَڙَهندي چَيائين؛
سو لُڙُ لَنگهِيائين، جِتي پارَکَ پَکِيان.

2

ٻَگهِن سين ٻاڻُ هَٽِي، اُڏاڻو آڪاسِ؛
جِتي پِرِين سَنداسِ، سو سُر مَٿي هَنجَڙو.

3

اکڙيُون اوڙاهَ ۾، اُپو تَڪي تارِ؛
پَٿُون جي پاتارِ، هَنجُ تنين جو هيرَئُون.

4

وَڃِين نہ پيھِي، پِڻُ لَءِ پاتار ۾؟
ڪنڌِيءَ ۾ ڪيھِي، ھاڄَ تُنھِنجي ھَنجَڙا.

5

ٿِيو حُضُورِي ھاڻِ، سوجھا پِيَسِ سَرَ جي؛
ڪَندي لَڌِي ڪاڻِ، پَڪِيَڙي پاتار ۾.

6

اڇو پاڻِي لُڙُ ٿِيو، ڪالُورِيو ڪَنگَڻِ؛
اِيندي لَڄَ مَرَڻِ، تَنھِن سَرَ مٿي ھَنجَڙا.

7

ھَنجَڻِ سين ھيڪارَ، جي گَڻَ ڪري نِھارِئِين؛
بَگھِنِ ساڻ بِيھارَ، بيلَھ نہ بَڌِين ڪَڌِھِين.

8

آءُ اُڏامِي ھَنجَڙا! سَرَ ۾ سارِينئَي؛
مَتان مارِينئَي، پاڙِھيري پَھُ ڪَري.

9

ڪَوُنرَ پاڙُون پاتارَ ۾، پوُنر پِري آڪاسِ؛
ٻنِين سَندي ڳالِھڙِي، رازِقَ آندِي راسِ؛

تَنهِن عِشقَ کي شاباسِ، جَنهِن مُحبَتي ميڙيا .

10

ڪَؤنر پا ڙُون پاتارَ مِ، پَؤنرُ پري مِ سُجَ؛
ٻنِين سَندِي ڳالهڙِي، عِشق اِيُّ اُهجَ؛
توءِ نہ لهِين اُجَ، جي پيو ٻِئَ پاڻ مِ.

11

جيهَرَ لوڪُ جَهپَ ڪري، اوهيرَ اُڏامَنِ؛
پٿُون جي پاتارَ جا، چيتارِيو چُڻَنِ؛
ڪوهُ ڪَندا ڪي تَنِ، پا ڙِهيڙي پَهُ ڪَري؟

12

وِيا مورَ مَري، هَنجُ نہ رَهِيو هيڪِڙو؛
وَطَنُ ٿِيو وَرِي، ڪُوڙَنِ ڪانيَرَنِ جو.

داستان ٻيو

1

سو پَکِي سو پِڇرو، سو سَرُ سوئي هَنجُ؛
پيهِي جان پَرُوڙِيو، مون پانهِنجو مَنجُهہ؛
ڏِيلَ جَنهِن جو ڏَنجُهہ، سو مارِي ٿو مَنجِهہ ڦِري.

2

سَنها پانءِ مَ سَپَ، وياءَ واسِينگَنِ جا؛
جَنِين جي جهڙَپَ، هاٿِي هَنڌان ئي نه چُري.

3

آسَڻَ جن اَريجَ ۾، اُوءِ ڪَچَرَ وِهَ ڪَرِي؛
تِن جا مُنهَن مَلَڪَنِ جهِڙا، ڏِڪو نان نه ٿَري؛
جي اُنهِين ساڻُ اَڙي، ته ڪانهي جاءِ جَرِيءَ جي.

4

آسَڻَ جن اَريجَ ۾، تن جي وِهُ جو وَرَنُ بِيو؛
تن جو ڪَندو ئي ڪَمُ ڪَري، جي مَشِ پيرُ پِيو؛
پُرِيَنِئان آهي پَڌِ رو، تن نانگَنِ جو نِهو؛
ڪِلي ويلَ ڪِهو، جو سامُهون ٿِئي سَپَنِ ڪي؟

5

ڪَنهِن ڪَنهِن ڪاريءَ ذاتِ ڪي، مورَ بہ مَٿائِنِ؛
جي چَٽُرا چَڪِيا ڪَري، ته وَڳَ وَرائي ڏِينِ؛
ساٿَ سَمُورا نِينِ، جي مَنين پائي مونِيا.

6

پَهِرِين ڪاري نانگَ جِي، ڪو چِرڪِيلُ چيڙَ ڪَري؛

هي هَٽي ڏَنگَ ڏَسائيو، تہ ويجھو تان نہ وَري؛
جيڪي ٿَپِ مَري، جيڪي سِڪي صِحَتَ ڪي.

7

ڪَپُرَ! ڳا روڙِيُنِ سين، وڏو وِڏُءِ ويرُ؛
نانگَ! نہ ويندين نِڪِرِي، تو ڏَرِ مَٿي پيرُ؛
هِيُّ تِنِين جو ڏيرُ، جن جُھونا ڳَڙُھ جَلائيو.

سر پرپاتي

# سُر پرپاتي

## داستان پهريون

1

اِيُّ نہ پانَنِ پيرُ، جِنَّ ڪينرُ ڪِيرِيءَ ٿَنگِيو؛
سُونَها ري صُبُوحَ سين، وِڃِهي ويئين ويرُ؛
توکي چَوَندو ڪيرُ، ڪِيرَتَ ڏارَان مَگَّٽو؟

2

سُتو ڪِئَن نِندُون ڪَرِين، رو وِهاڻِيءَ روءِ؛
سُپان ساڙُ سندوءِ، پيو هُوندو پَٽَ مِ.

3

سيرانديءَ سا زُ ڪيو، سُمهِين سا رِي راتِ؛
جاجِڪاٽي ذاتِ، اِيَ هوءِ اڳهِين؟

4

جنِين سُکُ ناهِ ڪو، چا رَڻَ سي چَئجَنِ؛
رُجُنِ راهَ پُڇَنِ، مٿي ڪُلهَنِ ڪِينرا.

5

مُوڙهو پُٺين مَڱَڻا! ڪيڏانهن هُئين ڪالَ؟
لَنگها! چَڙ، لَطِيفُ چئي، اُجهڻ جا اَفعالَ؛
سَپَڙ دَرِ سُوالَ، ڪَرِ تہ قيمَتَ آڻئين.

6

چا رَڻُ لڱو، پَنڌُ گهڻو، ڪِي چوٽاڻيءَ چَئيج؛
هِتِ ڪِي هلائيج، اُتي آءُ نہ اچڻو.

7

جيڪِي ڏَڏَنِ ڏي، ڳُجِهيان ئي ڳُجَهہ ۾؛
سي جي سُڻَنِ ڪَڏهِين، ڪِرِتِ وارا ڪي؛
تہ سا زَ مِڙوئي سي، هُوندَ پِٺون ڪَنِ پَلَڪَ ۾.

8

اُتِ ڪِرِتِ وارا ڪيترا، ڪِرِتِ ڪَبو ڪوهُ؟

جيڪي بَندو ڪَمُ ڪري، سو مِڙوئي ڏوهُ؛
تون پا رِسُ، آءٌ لوهُ، جي سَچِين نه سونُ ٿِيان.

9

اُٺيو اَبوجهاءُ، سَپِڙَ جو سَڏُ ٿيو؛
جِنَ ائين ڪِيرَتَ ڪَٿُ نه سِڪِيا، تِنَ پاٽا رِيڏو راءُ؛
مڱو مون مُلاءُ، آءٌ اَوهان جو آهِيان.

10

ڏاتِ نه آهي ذاتِ تي، جو وَهي سو لهي؛
آريُون اَبوجَهنِ جون، سَپِڙُ جامُ سَهي؛
جو راءَ وَٽِ راتِ رهي، تَنهِن جُڪِي تان نه ٿئي.

11

ڏَڏُ ٿِي ڏانُ گُهريج تُون، چَڏِ وِڃا وِجائي؛
سَپِڙَ راتِ سَنباهِيا، تازِي تولائي؛
جو جاٽي نه ڳائي، تَنهِن سين ٻيلي ڏَٽِيءَ ٻاجَه ڪِي.

12

ٻِيو ليٽِين لُٽَ، سَچِيُون راتيُون سُمهِين؛
اُٺِي آذِيءَ نه ڪَرِئين، سَپِڙَ ساڻُ سَهٽَ؛
رُونجهي راتِ اُپِٽيا، پيِٽِنيئُون پاٽِيٽَ؛

ميڙهي تِئان مَٿَ، ڇُوندي پَرِيا چا رٽين.

13

ڏاتارَ ڏُکَ ڪَيا، پاڻا مَٿي مَگڻين؛
”مُون دَرُ ڇَڏِيو، مَگڻا! مَڱِين ڪوهُ ٻِيا؟
تَڏِهن تو پِيا، وِچان وِلَها ڏِينهڙا.“

14

مَڱُ تَنهِين ڪان، مَگڻا! جو ڏِيها ڙي ٿو ڏِئي،
ڪُوڙا دَرَ دُنِيا جا، جاچِڪ! مَڱِين جي؛
سُپان توهِين ڪي، موٽي ڏِيندا مُنهَن ۾.

15

ڪَڙَهَ اَگِيان ڪَپُ، ڏِهاڙِي ڏاتارَ جي؛
لَنگها! لاهِ مَ لِڪَ سِيئَن، مَٿان چانئُٽِ چَپُ؛
مَگڻها رَنِ مَپُ، ڪونهي ٻِيو ڪِيرَتَ ري.

16

سَپَڙُ ساهُ پَساهِ، جاچِڪ! جِمَ وِسارِئين؛
ريهي رُپي سَندِيُون، تَندُون تُنبي کي پاءِ؛
لَنگها! تون لِيلاءِ، اَگِيان وِچِي اُنَ جي.

17

تُون سَپَڙُ، آءٌ سيڪَڙُو، تُون صاحِبُ، آءٌ سَڳُ:
پُڇي تُنهِنجو پَڳُ، ڪُلهي پاتُمِ ڪِينَرو.

18

تُون سَپَڙُ، آءٌ سيڪَڙُو، تُون ڏاتارُ، آءٌ ڏوهُ:
تُون پارِسُ، آءٌ لوهُ، جي سَچِين تہ سونُ ٿِيان.

19

اُپِريو تارو، اُٿي وَرَ وِهاڳُ ڏي:
سَپَڙُ رِيسارو، چِتِ پِرِڪي چارَٽِين.

# سُر ڏهر

## داستان پهريون

1

ڪَرِ ڪي ڳالهَڙِيُون، ڪَندا! ڍورَ ڏَٽِيُنِ جُون:
ڪِئَن سي راتَڙِيُون، ڪَنهِن پَرِ ڏِينهَن گُذارِئين؟

2

جان تو هُئَڙو سُورُ، ڪَندا! ڍور ڏَٽِيُنِ جو:
مٿي لاٿُمِ بُورُ، موريءَ مَجَرَ نہ ڪَرِئين.

3

ڪَندا! تُون ڪيڏو، جَڏهِن پَرِيو ڍورُ وَهي؟
جَسودَنِ جيڏو، تو ڪو گڏِيو پَهيڙو؟

4

سَچُ ڪِ سُڪو ڍورُ، ڪنڌِيءَ اَڪَ ڦُلاريا؛
جُنگَنِ چَڏِيو زورُ، سَرُ سُڪو، سُونگي گيا.

5

سُڪي ڍورُ ڍَيُون ٿيو، ڪنڌِيءَ ڏِنو ڪائو؛
سو پاڻي پَنڌهَل ۾، اِڳيون نه آيو؛
ما ڙُهنِ ميڙائو، ڪَنهِين ڪَنهِين پيٽئين.

6

ڍورُ نه اڳِينءَ ڍارَ، مهَندِ مَلاحَنِ لَکيو؛
موڙي چوڙِيا مَڪُڙا، پَسِي پاڻيءَ پارَ؛
جَسودَنِ جيها يارَ، پِيَڙا وِيرَ وِماسَ ۾.

7

جان واهُڙَ ۾ وَهُ، تان تون، مَچَ! نه موٽئين؛
ڪائي ۾ ڪوه ڪَرِئين، پوءِ موٽَڻَ جو پَهُ؟
سِرَ مَٿي تُون سَهُ، مَهميزُون مَلاحَنِ جُون.

8

جان جَرُ هُئَڙو جالَ، تان تُون، مَڇَ! نہ موٽِئين؛
پَوَندِيءَ اَڃ ڪِ ڪالَ، سانپيُون سانگِنِ جُون.

9

جان جَرُ هُئڙو سِيرَ، تان تُون، مَڇَ! نہ موٽِئين؛
آڏا اَڏِي ڪِيرَ، گهٽَ بہ جَهلِيءَ گهاتُئين.

10

مَتو آهِين مَڇَ! ٺُلهو ٺو ٺُونا هَڻِين؛
جا تو ڏِنِي اَڇَ، تَنهِن پاڻِيءَ پُنا ڏِينهَنڙا.

11

ڪُندِي ڪَلِيُنِ وِچَ ۾، جَڏهِن هَنيائُون؛
موتِ نہ ماريائُون، ڏورِ ڏئِي وِيا ڏُکَ جِي.

وائي

لائِيءَ جا وَرَنَ ڪي، سا ڪانڌَ! مُنهِنجي ڪورا.
ماءُ! ما رِيندَمِ ڪَڏهِين، هِنَ پِرِينءَ جي هورا؛
اَچَنِ پِرِين پَيَڪيا، ڪَرَ پا پيهو جِئَن مورا؛
سيڻين سِرڪَندُ سَپَجي، پِيو عَطُرَ پِرِين اَتورا؛

چِپَرُ ڪَٿُورِي ٿِيو، ٻِي تازِي ڦُلَنِ ڦورا؛
اَلا! عَبۡدُاللَطِيفُ کي، سانوَل ميڙِ سَنپُوڙا.

داستان ٻيو

1

مَدِيني جا مِيرَ! سُڻُ مُنهِنجا سَڏَڙا؛
سَرَڻِ تُنهِنجي سِيرَ، تُون پارِ لَنگهائِين پِيَڙا.

2

ڏَڻِي! سو وارِئِين واءُ، جو ميڙائو سَڄَڻِين؛
وَهِيءَ واٽَ مَٿاءُ، هِنئَڙي آسَرَ مَ لَهِي.

3

نيڻَ جي نِهارِينِ، سي اَڄُ نه اوتِي آئِيا؛
هَنجُون نه هارِينِ، پاڻِي پُنهُونءَ ڄامَ ري.

4

نيڻَ نِهاري مُنهِنجا، روئِي ٿِيا رَتُ؛
پُنهُونءَ هوءِ پَهَتُ، ته پارِي نِيَنِ پاڻَ سين.

5

اَڄُ اَڱَڻُ ڪيٽانِ، آسَرَ لِڱِي سورِيانِ؛

ڏُونگَرِ ڏِينهَن لَڳَانِ، مانَ وَرِڪَنِ سُپِرِين.

6

اَللهَ جِئَن نالوءِ، تِئَن مُون وَڏو آسِرو؛
خالِقَ! تُنهِنجي ڪانڊِ جو، پَرو پاندُ نه ڪوءِ؛
نالو، ربَّ! سَندوءِ، رَهِيو آهِمِ رُوحَ ۾.

7

صاحِبَ! تُنهِنجِي صاحِبِي، عَجَبُ ڏِنِي سُون؛
پَنَ بوڙِين پاتالَ ۾، پَهڻَ تارِين تُون؛
جيڪَرَ اچِين مُون، ته ميرِيائِي مانُ لَهان.

8

جيڏو تُنهِنجو نانءُ، ٻاجَهه به اوڏِيائي مَڱانءِ؛
رِءَ ڻَنِيِن، رِءَ ڦُوِٽِين، تُون چِپَرُ، تُون چانءَ؛
ڪُجا ڙو ڪَهانءِ؟ توکي مَعلُومُ سَپِڪا.

9

سَتَرُ ڪَرِ سَتّارَ! آءٌ اُگهاڙِي آهِيان؛
ڍَڪِئِين ڍَڪَڻهارَ! ڏيئي پاندُ پَناهَ جو.

وائي

مُون کي ننڊَ نه نيڻين نيڻين، ڪالهُون پوءِ لَڪَن ۾.
موٺُ تُون آيَلَ! مُنهِنجي ماءُ! تان تو ڏُکُ نه ڪيڻين ڪيڻين؛
هُوءِ نه نينِمِ پاڻَ سين، جا ويند ڙِي سيڻين سيڻين؛
ڪالهُوٽيان اَجُ گهٽي، جهورَ ڙِي جهيڻين جهيڻين.
ٻِيُون سَڀُ واڳيُون وَرَنِ سين، آءٌ جا واڳڙِي ويڻين ويڻين.
هِنئَڙو ڏا ڙِهُونءَ گُلَ جِئَن، روئِي رَتڙو نيڻين نيڻين.
اَلا! عَبدَاللَطِيفُ چئِي، مُحِبَّ اسان تُون ميڙِين ميڙِين.

داستان ٽيون

1

ڪَرِ ڪو پيرو ڪانڌَ! مُون نماڻِيءَ جي نِجهري؛
پِرين! تُنهِنجي پاندَ، ڏِولا! ڏَڪِي آهيان.

2

جِئَن تون قائِمُ، ڪانڌ! تِئَن آءٌ وَرَ! وِلَهي نه ٿِيان؛
پَڪي چِنان پاندَ، ڳَنڍُ نه ڇاڙي ڪو ٻِيو.

3

ڪانڌَ ٻِيُنِ ڪيتِرا، مُون وَرُ وڏِي ڪانڌِ؛
پاٽا ڏَڪي پاندِ، جي ڏِسي ڏوهُ اکِيُنِ سين.

4

وَرَ سين وِڄهيو ڪانِ، ڪَرَ سين ڪِلَڻَ پائِين؛
پوري! مُندَ اَچانِ، ڪَڻَ چِڏِيو تُهَ ميڙئِين.

5

سُتا ! اُٿِي جاڳُ، ننڊَ نہ ڪَجي ايتِري؛
سُلطانِي سُهاڳُ، ننڊُنِ ڪندي نہ ٿِئي.

6

ڪِي سُمهُ، ڪِي جاڳُ، ننڊَ نہ ڪَجي ايتِري؛
اِيُ مانجهاندي جو ماڳُ، جو تو ساٿِيهُ پائِئيو.

7

جاڳَڻَ مَنجهان جَسُ، آهي اَدا ! جن کي؛
لاهي جو، لَطِيفُ چئي، مَٿان قَلبَ ڪَسُ؛
وَرنہَ! ڪَجان وَسُ، صُبحَ ساڻِ، سَيَّدَ چئي.

8

هِي تان ٿورَڙِيُون، جي تُون، پورا ! پَسِي پِلئين؛
راتِيُون ٻِيُون گهڻِيُون، جي تو اِيندِيُون هيڪِلي.

9

سُمَهڻان سا ڙو، جيڏِيُون! جيڏو ئِي ٿِيو؛

پِرِين سين پا ڙو، مُنهِنجو نِندَ نِيرِيو.

10

پِرهَ ڦُٽي، راتِ گَئي، جهيڙا ٿيا نَکَٽَ؛
ها رِي! وِيءَ وَٽَ، گَهٽا هَٽَندِينءَ هَٽَڙا.

11

پيئي جا پِرِياتِ، سا ماڪَ مَ پَسو ماڙُهئا!
روئي چُڙِي راتِ، ڏسي ڏُکوِيَنِ کي.

12

ڍولُ مَ ڪَٽي ٻانهَنڙِي، پِرهَ مَ ڪَٽي پاندُ؛
آءُ پَنهِنجو ڪاندُ، لوڪان لِڪي رائِيان.

13

ڦِريا پَسِي ڦِيڻُ، ڪَرِيَنِ ڪِيرُ نه چَکِيو؛
دُنِيا ڪارَڻِ دِينُ، وِڃائي وِلَها ٿِيا.

## داستان چوٿون

1

روهِ راماڻا ڪَنِ، اَڄُ پڻ هَلَڻَ ها رِيُونِ؛
ڪَرِڳُلُ ڪُونجڙِيَنِ، رائي مِ راتِ ڪَيو.

2

وَڳُرُ اُڪِيري سَرُ سارِيو، سُورَ چَري؛
جُهري جِهجَندي ڏِئي، سَنِيها ڪي سَڄَڻِين.

3

وَڳُرُ وِساري، وِينِءَ ڪِئُن ماٺِ ڪَري؟
ڪِ تو نه ماري، رُڻُ جُهڻُ سَندِي سَڄَڻِين؟

4

وَڳَرَ وِيا وَهِي، ڪالهَ تُنهِنجا ڪُونجَڙِي!
ڪَندِينءَ ڪُوهُ رهِي، سَرَ ۾ سُپِيرِيُنِ ري؟

5

وَڳَرَ ڪَيو وَتَنِ، پِرِتِ نه چِنَنَ پاڻَ ۾؛
پَسو پَڪِيَڙَنِ، ما ڙُهِنئان ميٺُ گهَڻو.

6

مَ لنئُن ڪُونجِي! ماٺِ ڪَرِ، چورِ مَ هِنئِين چاڪَ؛
ڦَٿِيُون جي فِراقَ، سي گَهِرِ گها رِينديُون ڪيتِرو؟

7

ڪُونجَڙِيءَ ڪالهَ لَنئِي، سَڄَڻَ وِڌَمِ چِتِ؛
آءٌ جِنين رِءَ هِتِ، گهَنگهَرَ گها رِيان ڏِينهَڙا.

8

اُتَرَ ڏي آلاپَ، ڪالَھُونڪَرَ ڪُونجَ ڪَري؛
پِرِين پَسِي مَنجھ خوابَ، وِهاڻِيءَ وائُون ڪَري.

9

ڪُونجُون ٿيُون ڪُڻڪَنِ آ، جيڪُسِ هَلَڻَ ها رِيُون؛
ٻَچا پوءِ اَٿَنِ، وَجَنِ وانڌا ڪَندِيُون.

10

آئُون ڍورَ ڍِرِي، اصُلَ سَندي آسِري؛
ڪَنيڙُ پُونءِ ڪَرِي، پاٽان پَير ڏُکويا پَکَڻِين.

11

ڪُونجَ نہ لَکِيو ٻانُڻُ، مارِيءَ سَندي مَنَ ۾؛
اوچِتي پَريانُڻَ، وَڳَرَ هَٽِي ويچُون ڪَيا.

12

ڪُونجَ! نہ پَسِين ڪَکَ، ڍَٻُ جَنھِن سين ڍَٻيو؛
مارِيءَ ماري لَکَ، وَڳَرَ هَٽِي ويچُون ڪَيا.

13

مارِي! مَرِين شالَ! ڍَٻَ وَجَنَئِي ڍَٻيُون؛
جِئَن تو اَچِي ڪالَ، وِڌو وِڇُ وِرهَنِ کي.

14

ڪَيرَ ڪَرِينديِ رِيسَ، آيَلِ! سَنگها رَنِ سين؛
جنِين جي خَمِيسَ، وا رِيُون وا ري چَڏِيُون.

15

جِينَ سي سَنگهارَ، اَجهي جنِين گها رِيان؛
ما نَ لَهنِئُون سارَ، وِچ وِلَهين ڏِينهَڙين.

16

جي پائين وَسَ چَران، ته سَنگها رَنِ سين لَڏِ؛
ته هاجي سَندِي هَڏِ، ڪُوڪَ نه سُڻين ڪَڏهِين.

17

مَنڊِيُون مَٿِ گُڙَنِ، جهوڪَ به سُونهَنِ پَهيڙا؛
سَندِي سَنگها رَنِ، جُوءِ جِئا ري جَڏَ ڙين.

18

جاگُو، جا ڙيجا! سما سُک مَ سُمهَو؛
پَسو، آن پا ريا، لاکو ٿو لوڙيُون ڪَري.

19

ٿا ٿُونڪِينِ پَلاڻَ، سَدا هَٽَنِ ڪَرِڪرا؛
لاکي لوڙائُنُ جا، اَهِڙا ٿِي اُهجاڻَ؛

ڏيئي تنگن تانَ، ڪُوڪَ ڪا رِيندا ڪَچَڙيي.

20

ريبا رَنِ! رِيجهاءِ، لاکو لُولائِنِ سين؛
سائُو مانَ سَندِياءِ، نَٿُ مَٿائي ناڪرُو.

21

لاکا لَکَ سُڄَڻِ، ڦُلاڻِيءَ پيرُ پيو؛
جَنهن پَرِ راڻا، راڄيا، ڪوٽَنِ مَنجهه ڪُنبَنِ؛
جَنهِن جو جا ڙيڄَنِ، سُتي سَنجهو نه لَهي.

22

لاکو لکِيءَ تي چڙهي، لَکِي لاکِي هيٺِ؛
سونهرايُون سِرِ ڪَيو، پيڙهي پَڌي بيٺِ؛
ڪَندو ڏَمرَ ڏيٺِ، صُباحَ سارُ سَپَڪَنهِين.

# سُر بلاول

## داستان پهريون

1

وِسَهُ اِنهِين ويڙَ کي، جِئَن دَعوَتَ ڪِي داتا؛
مَضْمَضَه واتا، وِجُهه نه ڏيئي واتِ ۾.

2

پيُ مَ طَهُورا، وانءُ اورانگهي اورِيان؛
وِچان جي وِصالَ کي، سي سَڀِ اُجُورا؛
حاصُلُ حُضُورا، سَمي جي سَڀِ ٿِئي.

3

سَما! تو سِرَ چَٽُ، ناتَ پاڳا را پُرَسَ ٻيا؛
ڳَهَڻَ! تُنهِنجي ڳِجَهِي، اچي جالَ جَڳَٽُ؛
جِنِ جيها ئي پَٽُ، تِنِ تيها ئي ٻِکِيا.

4

سمو تِنِ سَڏَ ڪري، جِنِ تي وڏو ويرُ؛
اُٿي تہ آجِي ٿِيان، پائي پاکوڙي پيرُ؛
تو رِءَ ٻيو ڪيرُ، سَرَڻِيُنِ جا سونا سَهي.

5

سَرَڻِيُنِ جا سونا سَهي، وَسِيلو وِلَهِنِ؛
لُڏي ڪِينَ لَطِيفُ چئي، اَڳِيان لالُ لَکَنِ؛
جِتِ ڪوڙين ڪِينَ ڪُڇَنِ، اُتِ پا ٻوهي پَڌِ رو.

6

تَڙِ تَڙِ ڪِيمَ تَرَسُ، سَرُ نِها رِجِ سَپَرو؛
ڏِينڌُءِ لَکَ، لَطِيفُ چَئي، راجَ راهُوءَ جي رَسُ؛

وِلَها جنهن وَنِهيا ڪَيا، پاڳَ تَنهِنجِي پَسُ؛
ڪوڙين لاهي ڪَسُ، جي ڳالهائي ڳاٺُ ڪٽي.

7

علاؤالدِّينُ آئيو، ڪَٽِي چَلِ چُڳيرُ؛
ڪَنهِين ڪِينَ هِمَٿيو، ڪانَ جَهلِيندو ڪيرُ؟
سُومِرِنِ سامَ ڪَئِي، اَبڙي ڪَيو اُٺَ پيرُ؛
هو مُهائِنِ مِيرُ، پر مَسِتُوراتِنِ ما رِيو.

8

سَرَٽِيُنِ جي سُکَ لَءِ، سامَ ڪَئِي سَردارَ؛
جي آيُون اَبڙي جي آڌارَ، سي سُونگ نه ڏِينديُون سُومِرِيُون.

9

ٻِيَنِ مِڙَنِي ڏِنيُون، ڏِئي نه ڏُونگَرَ راءُ؛
اَڻَ ڏِنِيُنِ آڏو ڦِري، ڏِنيُون ڏِئي ڪِئاءُ؛
لورِيُون لَکَ مَٿاءُ، اُنَ مَٿِري موٽائيُون.

10

اَبڙو اڳاهَنِ ۾، پَرَ جَهلو پا رِي؛
سَمي سُوالِيُنِ کي، ويلهَ وسا رِي؛
مَنهَن مُنِي جَکرو، طامائُنِ تا رِي؛

پُڇي سي پا ڙِي، جي عاجِزَ اَجورَنِ ۾.

11

اِبڙو اَگاهَنِ ۾، سَپَرُ جِئَن ٻيلي؛
سي پَٿَ ڪَنهِن نہ پُورِيا ، جي ٿو پِڙُ پيلي؛
سَجَڻَ سانوَڻَ مِينهَنءَ جِئَن، رُڃُون ٿو ريلي؛
اَڃَنِ جي ويلي، تِنِ بورَ بَخِشي پٿَ ڏَٽِي.

12

اَبڙو وَڏَ وَڙو، سُوَڙو، سَمو، سُونهن سَيَنِ؛
تَنهِن دَرِ سَپ اَڃَنِ، ڪَنڌُ نہ ڪَڏي ڪَچ ڏَٽِي.

## داستان ٻيو

1

جَڪِرو جوڙي، پاڻَ ڏَٽِيءَ پيدا ڪَيو؛
ڪيهَرَ جِئَن ڪَرُ ڪٽي، مُڇُون مَلُهِ موڙي؛
سَمُوندَ جِئَن سِيرَ ڪَيو، ٿو ٻا رِ جِئَن ٻوڙي؛
گهوٽُ چَڙهِيو گهوڙي، پيچِڻِ لائي پيچِرا.

2

جَڪِرو جَسَ ڪَرو، ٻِيا سَپِ اَنِيرا؛

جِيائِين جُڙيو جَڪِرو، تِيائِين نہ ٻِيا؛
مِٺي تَنهِن ماڳا، اَصُلُ هُئي ايتِرِي.

3

ڏِني جادَمَ جَڪِري، چِتِ نہ ٻِيا چَڙهَنِ؛
تہ ڪي ڪُوهَ ڪَڄَنِ، جہُ سَرُ لَپِي سَپَرو؟

4

هَٿان جادَمَ جَڪِري، وِٺي وِچ مَ پوءِ؛
پِي پِي سو پُرِ ٿيو، جو حاتِمَ پاسي هوءِ؛
ڪَيف ڏا ران ڪوءِ، جِئي ڪو مَ جهانَ مِ.

5

هَٿان جادَمَ جَڪِري، وِٺي پوءِ مَ وِچُ؛
”اچو! آيا نِچُ!“ سَمي وائِي واتَ مِ.

6

جَڪِري جِهو جُوانُ، ڏِسان ڪونَ ڏيهَ مِ؛
مُهَڙُ مِڙَني مُرسَلِين، سَرسُ سَندسِ شانُ؛
”فَكَانَ قَابَ قَوْسَيْنِ اَوْ اَدْنٰى“، اِيُ مُيسَرُ ٿِيُسِ مَڪانُ؛
اِيُ آگي جو اِحسانُ، جَنهِن هادِي ميڙِيُمِ هَهڙو.

## داستان ٽيون

1

ڪوهُ نه جُهارِئين جَڪِرو، جنهن ڏيهَ ڊِيا ڏيئي؟
جي لُڏِيا ٿِي لِينگُهن مِ، شالُن مِ سيئِي؛
سَمي سَپيئِي، طاماعُو تارِ ڪيا.

2

اَلا! جُنگَ جِيَنِ، جنِين اَجهي گها رِيان؛
شالَ مَ سُڪي ويئَرِي، جِئان پِيَّ پِيَنِ؛
مَرَڪَڙَ! اَڪَڙِيَنِ، تو ڏِني مُون سُڪُ ٿِئي.

3

اِندي لَٿِي اُجَ، پيرَ پَيرِيندي نَرِيا؛
مَنجِهه ويئَرِيءَ سُجَ، ڪَرَ لَڏِي رِڙُ اُڪا رِيِن.

4

تُون اوڊِرُ، تُون اوڊَڪو، تُون اجهو، تُون اَگُ؛
هِتِ پِڙُ تُنهِنجو تَڪِيو، مَهَندِ پِڙُ تُونهِين ماگُ؛
سي لورِيُون ڏِيَنِ نه لاگُ، جي اَجهي آيُون اِڙِي.

5

پَسَنديئِي پُرِ ٿِيا، جَکِرو ئي جاجِڪَ؛
تِئان ڏِني مَکَڻي، ڌُهورا جي تِڪَ؛
سَمي پَکِينَ سِڪَ، واصِلُ ٿِيا وِصالَ ۾.

6

جي اُڏَمِيو اَجُ، تہ وَسندو سونَ سَنگُ؛
جالَ ڏِئِيندو جُنگُ، جَکُ ڏِئِيندو جَکِرو.

داستان چوٿون

1

وَڳَندُ وَرِي آئِيو، وَسَنِ ڪِينَ وِڌوسِ؛
گَندِي، مانِي، ماڳُ موچارو، پاسي پِيرَ ٿِيوسِ.

2

وَڳَندُ وري آئِيو، پيِنا رَنئُون پوءِ؛
مُحڪَمَ لَڳَسِ موچِڙا، ذَرو نہ ڏِنُسِ جوءِ؛
وينو اِئِين چوءِ، تہ پِيران پاسي نہ ٿِيان.

3

اَسُورَ سَندي آسِري، وِٺو آهِ وِڳَندُ؛
هَڏِ نہ ڇَڏِيندو هَنڌُ، آيَسِ بُوءِ بَهارَ جِي.

4

اَسُورَ سَندو آسِرو، وَڳَندَ کي وَڏو؛
جُسي ۾ جَڏو، پر کِيَڙَ تي کُڙا کَڻي.

5

وَڳَندُ ورِي آئِيو، بَڌُو سين بَدِبُوءِ؛
خاوَندَ! ڏي خُوشبُوءِ، تہ سُرهو ٿِيان سُپِرِين!

6

وَڳَندُ ورِي آئِيو، ڪِنو ٿِي ڪوجهو؛
ڇَڏي نہ موزو، لَڳُسِ آرُ عَطارَ سين.

7

داتا سَندي دَرَ تي، وَڳَندُ وِٺو پَسُ!
تَنهِن روڳِيءَ کي رَسُ، جو آلُودو آزارَ سين.

8

وَڳَندُ ورِي آئِيو، نِسورو ئِي نَرڳُ؛
گَندا گُلابِي ڪَري، سَيَّدَ جو سَرڳُ؛
عَطرَ سين اورَڳُ، تہ هُئِين سَدائِين سُرَهو.

9

وَڳنڍُ وِري آئيو، ٻَڌُو ٻي نِمازُ؛
جِئَن تِتِرَ مٿي بازُ، وَڳنڍُ تِئَن سُرهاڻِ تي.

10

وَڳنڍُ وِري آئيو، ڪوٽِڙيان ڪُلاٿُ؛
سَندو ڪِرڙَ ڪاٿُ، هَڻُ نَرڳِيءَ ڪي نِڪَٽِين.

majidbhurgri@yahoo.com

http://www.bhurgri.com/bhurgri/sd_shah_bilawal.php

http://www.bhurgri.com/bhurgri/sd_shah_urz.php

م.ع. چنڊ